سنڌ ۾ توڙي ڪاٺياواڙ ۽ گجرات طرف خليفي صاحب وٽ هميشه ڪچهرين جا منڊل متل هوندا هئا. ٻڙودي جي گائڪواڙ طرفان خليفي صاحب جي مهماني وقت راڳ جي محفلن جو خاص انتظام ٿيندو هو. خليفي صاحب جي طبعي ذوق سبحان پير صاحب پاڳاري جي جماعت ۾ 'جماعت جي راڳ' جو بنياد پيو. خليفي صاحب جي انهيءَ طبعي رجحان ۽ راڳ جي ڄاڻ جا اهڃاڻ سندس ڪلام ۾ پڻ نمايان طور نظر اچن ٿا:

سر سپيئي سڦرا، پر خاصو سر ڪنيات
(ڪنيات)

—

الف آيو اچ، گن گويو گرنار ۾
(سورٺ)

—

قاسم جنتر هات ميں لے کر گائوں گن کے گيت
(بيراڳ هندي، ڀڄن)

—

ايڪلتارو تال سان، ويهي هٿ وڄاءِ
(رامڪلي)

—

تال طنبورا تان، لڳا ڪينجهر ڪنڌيين
(ڪاموڏ)

—

کون باجے، کون بجے بجيا، کون ناچي تها تها تهيا
کون گاوے تان گويا، کون قاسم! کون ساز!
(وائي ص ٢٥٥)

—

تال سول سيکھ لے قاسم، بجتا کون بجاتا کون
(ڀڄن ص ٣٦٣)

'تال' بنا سڪڻ جي ٿي فطري طور 'قاسم' (خليفي صاحب) جي طبع ۾ سمايل هو.

’سسئي پنهون جي داستان‘ جو هيٺيون شعر جنهن ۾ مرلي جي تال جو ٻول شاعرانه شعور جو جز بڻيو آهي سو انهيءَ حقيقت تي شاهد آهي:

وڄي مرلي ڏُنڪ ڏُن تال پُرتال
وڙهيا جوڳي سيه واسينگ ڏي نال

سر سورٺ جي هيٺين مصرع ساڳ پري ٿي ته خليفي صاحب کي ڪلاسيڪي موسيقي جي ڪافي ڄاڻ هئي. ڀيجل متعلق چيل آهي ته:

آلا پيائين اوچتو پيرم راڳ پياس

’پياس‘ بيشڪ پيرم (پيروُن) ٺاٽ جي راڳڻي آهي: ’پيروُن‘ جا ٻه سر ’مڌَم‘ ۽’نکاد‘ ڪتبا ته پياس راڳڻي نهندي. انهن اندروني شهادتن جي علاوه ، ملاري ڪاري، ججونتي ۽ دادره جا ٻول (استائي ۽ انتره سميت) جي خليفي صاحب خاص طور منظوم ڪيا آهن (ص ص ٢٥٨ - ٢٥٩) سي موسيقي جي فن بابت سندس حسن ذوق ۽ ڄاڻ تي پڌرا شاهد آهن . راڳ جو ايتري قدر عملي ذوق ۽ علمي ڄاڻ پيتائي صاحب بعد وري خليفي صاحب جي شعر ۾ نمايان آهي، ۽ هن دور جي ٻين شاعرن وٽ نسبتاً جڻ ڪ ناپيد آهي .

وطنيت . گذريل تاريخي دور ۾ وطن جي حب اهل سنڌ جي اخلاق ۽ ڪردار جي هڪ نمايان خصوصيت هئي، ۽ اهي سورهيه جي سنڌ خاطر سر ڏيئي سرها ٿيا تن کي سنڌ جي سڄاڻ سگهڙن توڙي شاعرن دل کولي ڳايو. ’دودي-چنيسر‘ جو رزميه داستان انهيءَ سلسلي جو آڳاٽو آثار آهي . ميين شاه عنات، ۽ خصوصاً پيتائي صاحب، بعد ۾ ’مارئي جي داستان‘ ذريعي حب الوطني جي روايت کي نئين سر آجاريو ؛ ڪانئن پوءِ واري گروه جي شاعرن پڻ مارئي جي وطن لاءِ حب ۽ محبت واري مضمون کي وري ورجايو ، مگر انهيءَ مضمون جي علاوه سڌو سنئون ۽ خالص وطنيت جي جذبي هيٺ جن شعر چيو تن مڙني ۾ خليفي صاحب جو مقام بلند آهي ؛ ڇاڪاڻ ته هن ’سر ڪيڏارو‘ محض سنڌ جي سورهيه سپوتن کي جسن ڏيڻ خاطر ئي جوڙيو .

سنڌي شاعري ۾ ’سر ڪيڏاري‘ جو روايتي مضمون ڪربلا جو قضيو ۽ امامن سڳورن جي شهادت آهي ، ۽ احسان فقير لانگاه غالباً پهريون شاعر هو جنهن پنهنجي ’ڪيڏاري‘ ۾ شهادت جي مضمون کي چمڪايو . بهرحال ديني جذبو

۽ روحاني عقيدت ’ڪيڏاري‘ ڳائڻ لاءِ محرڪات بڻيا.

فقير محمد صديق ۽ خليفو نبي‌بخش صاحب غالباً پهريان شاعر هئا جن ڪيڏاري جي مضمون ۾ جدت پيدا ڪئي. ’شهادت‘ واري مرڪزي نقطي کي برقرار رکندي، هنن ٻنهي بزرگن خاص طرح سنڌ جي شهيدن کي ڳايو: فقير محمد صديق ’جهوڪ‘ جي عارف صوفي شاه عنايت رحہ جي شهادت کي ڳايو، ته خليفي صاحب وري سنڌ جي لشڪر جي انهن سورهيه ۽ سرويچ سپاهين کي ڳايو جي ’ڪرڙي‘ جي جنگ ۾ شهيد ٿيا. البته فقير محمد صديق جي ڪيڏاري لاءِ محرڪ جذبو پنهنجي مرشد گهرائي سان روحاني ارادت ۽ عقيدت هو، جو شهادت جي واقعي کان ڪم از ڪم پنجاه سال کن پوءِ(۱) مرشد سان محبت ۽ عقيدت خاطرئي ’ڪيڏارو‘ چيائين. ان جي برعڪس خليفي صاحب محض سنڌ سان محبت ۽ وطنيت جي جذبي هيٺ ڪيڏارو چيو. ’ڪرڙي‘ جي جنگ ۱۲۴۹هہ ۾ لڳي، ۽ ان وقت خليفي صاحب جي عمر ۵۹ سال کن هئي. سنڌ جي اميرن حاڪمن جي سرداري واري عهدي کان هو تيهه سال اڳ سبڪدوش ٿي چڪو هو، ۽ هن وقت دنيا جي معاملن کان دور ۽ فقيري رنگ ۾ رتل هو. ارادت ۽ عقيدت ۾ هو هينئر همه تن پير صاحب پاڳاري جي درگاه ڏانهن متوجه هو. باوجود انهيءَ يڪسوئي ۽ يڪجهتي جي، سنڌ جي محبت ۽ وطنيت جي جذبي کيس ڪرڙي واري واقعي ڏانهن متوجه ڪيو، ۽ اهي دلير مرد جي افغانن جي حملہ آور فوج سان آخري دم تائين مقابلو ڪندي شهيد ٿيا تن جي ناموس ۽ سنڌ جي سرفرازي خاطر سر ڪيڏارو جوڙيائين. هن سر جي شروعات ئي حملہ آور شاه شجاع کي تنبيهه ۽ سنڌ جي باشندن جي سرفرازي ۽ سربلندي جي تصديق سان ٿئي ٿي:

شجاع! سنڌ م ويهه، اوڏا اڏي نجهرا
هيءَ تني جو ڏيهه، حامي حيدر جن جو.

—

شجاع ويهه م سنڌ، اوڏا اڏي نجهرا
هتي راوت رند، وتن قلعي ڪوڏيا.

---

(۱) شاه عنايت رحہ سنہ ۱۱۳۰هہ ۾ شهيد ٿيو ۽ فقير محمد صديق سنہ ۱۱۵۲هہ (؟) ڏاري ڄائو. ڪلام جي پختگيءَ مان ظاهر آهي ته فقير صاحب ’ڪيڏارو‘ ڪم از ڪم ٽيهن سالن جي ڄمار بعد چيو.

سنڌ ۽ سنڌ جي عوام سان خليفي صاحب جي خاص محبت هئي . هو پاڻ هڪ ننڍڙي ڳوٺ جو رهاڪو هو ، ۽ روحاني ترقي ۽ اخلاقي بلندي جي تبليغ خاطر عوام سان ڪافي وڏي پيماني تي سندس گهاٽو تعلق رهيو جنهنڪري کيس عوام جي افلاس ۽ غربت جو احساس ٿيو . انهيءَ احساس ۽ همدردي جو اظهار هيٺين بيتن ۾ جيتري قدر واضح ۽ زوردار لفظن ۾ ٿيل آهي اوترو سندس همعصر گروه جي ٻين شاعرن جي ڪلام ۾ نمايان ناهي :

آءُ سو سارنگ سارياں ، جو بکين لاهي بک
آب پياري آڇڙين ، ڏکين سچي سک
مٺان دلين دک ، وسن سيي ميٺيا .
(سارنگ)

—

صبر شڪر ميٺ ، سون سورائين نہ وٽي
بکئي جهجي جندڙو ، ڊايل کنهي پيٽ
جان هونديس پون هيٺ ، جان قاسم پيڙي ڪيچئين .
(سسئي)

ٽالپوري عهد جي پوئين دور ۾ ورياج خور واڻيي سنڌ جي هر وسين ۽ واهڻ توڙي ڳوٺ ۽ شهر ۾ پنهنجي سرمايداري جو ڄار پکيڙي مزور ، ڪاسبي ، هاري توڙي ننڍي ڪاتيدار ۽ زميندار جي اقتصادي خوشحالي کي ختم ڪري ڇڏيو هو. خليفي صاحب کي انهيءَ ابتر حالت جو احساس ايتري قدر شدت سان هو جو سرمايہ دار دڪاندارن کي ڏاڙيلن کان بدتر ٿي سمجهيائين ۽ ڏاڙيلن جي سنئين سڌي ڦر کي انهن سودخورن جي ڳجهي ڦر کان بهتر ٿي ڀانيائين: ”ڪارو منهن ڪراڙ ، ساڳاين منهن سنرا“. سر ڏهر جو فصل -٢ (ص١٥٧) انهيءَ معنيٰ ۾ خاص خليفي صاحب جي انفرادي تخليق آهي. بهر حال سنڌ ۽ سنڌ جي عوام سان محبت ۽ وطنيت جي جذبي سان لبريز وطن دوست شاعر جي حيثيت ۾ خليفي صاحب جو درجو سندس مڙني معاصرن ۾ مٿيرو نظر اچي ٿو .

حال ۽ قال جي انفراديت. ﭘيتائي صاحب کان ﭘوءِ واري دور جا شاعر ﭘيتائي صاحب کان گهڻي قدر متاثر ٿيا. ﭘيتائي صاحب سج ٿي اڀريو ۽ روز روشن ڪري ڇڏيائين. انهيءَ ڇٽي ڏينهن ۾ ٻين ٻين شاعرن اک کولي ۽ انهيءَ اهاءَ جي پرتوَن ۽ ڇانون واري جنسار ۽ جلوه گري سٺن شعوري توڙي لاشعوري اثر وڌو. البت منجهائن هرهڪ جي زندگي ۽ خيالات تي سندس مخصوص ماحول جو رنگ چڙهيو ۽ منجهائن هرهڪ جي ڪلام ۾ ڪي امتيازي خصوصيتون نمودار ٿيون. ﭘنهنجن ٻين معاصرن وانگر خليفو صاحب ﭘڻ لطيف جي سرچشمي مان سرشار ٿيو، مگر ﭘنهنجي حال ۽ قال جي انفراديت سان هو ﭘنهنجي معاصرن ۾ ممتاز ٿيو.

ﭘيتائي صاحب جي خيال جي بلندي ﭘيتائي صاحب تائين محدود ٿي ۽ ﭘيتائي صاحب جي فصاحت ۽ بلاغت ﭘڻ ﭘيتائي صاحب سان ئي مخصوص ٿي. ﭘوئين دور جي شاعرن سان هرهڪ انهيءَ ﭘندار مان ﭘنهنجي ٿانءَ آهر ﭘاڱو ڪنيو، ۽ خليفي صاحب کي البت ڀرپور ﭘاڱو مليو. ﭘيتائي صاحب کان اڳ ميين شاه عنات ﭘنهنجي ڪلام ۾ نوان مضمون نروار ڪيا ۽ نهايت سهڻي سليقي سان انهن کي نباهيو. اهو ﭘيتائي صاحب جو اعجاز هو جو انهن مضمونن کي اجاري اڇو ڪيائين ۽ انهن ۾ نت نوان نڪات ﭘيدا ڪيائين. انهن ساڳين مضمونن کي جڏهن کانئس ﭘوئين دور جي شاعرن ورجايو ته معنوي لحاظ سان گهڻي قدر ڇڻ محض اندا ﭘريائون. سندن ﭘيٽ ۾ خليفي صاحب ﭘنهنجي ڪلام ۾ وڌيڪ ندرت ۽ نزاڪت ﭘيدا ڪئي؛ ﭘيتائي صاحب وارن سرن مثلاً، ڪلياڻ، سارنگ، سومل راڻي، مارئي، رپ، گهاتو وغيره کي ٻين شاعرن ۽ خليفي صاحب جي چيل ساڳين سرن جي بيتن ﭘيٽڻ سان اها حقيقت ﭘوريءَ طرح واضح ٿئي ٿي. ٻوليءَ جي استعمال ۽ اسلوب بيان جي دلپذيري جو ته ساڳيو حال آهي. ﭘيتائي صاحب جي بيتن ۾ لفظ بدلائڻ محال آهي. کانئس ﭘوءِ واري دور جي شاعرن جي ڪلام ۾ بيان جي نزاڪت انهيءَ ﭘايي تي ﭘهتل نه آهي؛ سندن ڪي ٿورا بيت نهايت سهڻا سٽيل آهن پر گهڻن ۾ اصلاح جي گنجائش نمايان طور نظر اچي ٿي. نسبتاً، خليفي صاحب جي جملي ڪلام ۾ فصاحت ۽ بلاغت جي لهر يڪسان موجود آهي ۽ ﭘڙهندڙن جو خيال اصلاح طرف ڪو ورلي ويندو. فڪر جي انفراديت، خيال جي عقبريت ۽ موسيقي

۽ ترنم جي صلاحيت سببان خليفي صاحب جو ڪلام معنيٰ توڙي اسلوب بيان جي لحاظ سان وڏيڪ چمڪندو نظر اچي ٿو.

بهر حال، قدري تفصيلي ۽ تنقيدي جائزي جي بناء تي انهيء نتيجي تي پهچجي ٿو ته: شاه عبداللطيف سنڌي شاعري جي آسمان ۾ سج ٿي ايريو، جنهن جي پرتوي جي آب ۽ تاب کان اڪثر پويان شاعر ذرن مثل چمڪيا؛ مگر خليفي صاحب جو شمار انهن نامور شاعرن ۾ آهي جي چنڊ ٿي ايريا: بلڪ خليفو صاحب پنهنجي بلند حوصلي، فڪر جي يگانگت ۽ اسلوب بيان جي دلپذيري سان چڱ چوڏهين جو چنڊ ٿي چانڊاڻ ڪئي.

| | |
|---|---|
| سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد | خادم العلم |
| ٢٦ ذي الحج ١٣٨٥هه | نبي بخش باوچ |
| (١٨- اپريل ١٩٦٥ع) | |



# سُر ڪلياڻ

## فصل پهريون

[١] هڪ هٿ ۾ وَنُڙي، ٻئي هٿ ۾ ڪاتِ
وجهن ڪَرتُ ڪَپار ۾، هُت ناهي ريت رَڪات(١)
سودو هاڏو هات، قاسمِ! ڪِج ڪَللال سان.

[٢] پِرينْ جي پُڇَنِ، ڪاتي پُڇِي تَنِ کي
عاشق ڪَري ڪَترا، ٻِئا وجهي ٿي ٻِنِ
وَڍِيا ٿِي وِهسَنِ، جِي ڪوٺِي ڪُٺا سڄڻين(٢).

[٣] جِي ڪوٺِي ڪُٺا سڄڻين، راوَلَ روبَروءِ(٣)
جيرا ٻُڪيون تَنِ جا، لَهسيا پهرينءَ لُوءِ(٤)
قاصائڪي ڪُوءِ، رت رِيلوٿي نه سُڪِي.

[٤] قاصائڪو ڪَمُ، ڪنهن ڪوُن سِڪئين سُپرين(٥)
هڏ چڇيريو چَمُ، ڪاڻيو ڪَرِيِن ڪَترا(٦).

---

(١) ل. وجهڻ ڪرت ڪپار ۾ - الخ (٢) خ. وڍائي (٣) ڪ. جينءَ ڪوٺي - الخ. (٤) اصل. زيرا ٻڪيون (٥) خ. قاصائڪيڻڪو؛ ڪ. قاصائيڪو... ڪنهن ڪان (٦) خ. چڇيڙيو ... ڪري ڪترا؛ ش. چچريو.

[٥] ڏَکِن مٿي ڏَکَڙا، چاڙوَر چَکَن جيڻ،
مُهريون معشوقن جون، تون پُڻ سَهج تيڻ(١)
نگهَن وِجهي نِينهَ، ڇَڙيو ڇُڳيرن کي(٢).

[٦] جانْ اگهّي مَ آءَ، اچين تان مَ وَريج(٣)
سيکون جي سيڻن جون، سيني منجهه سَهيج(۴)
کنهين ڀِيَت، قاسم چئي، پئي مَچ مَريج
سندي سيڻن سيج، مَري جيءَ ته ماڻئين(٥).

### وائي *

دردَ طبيبُ دارون ڏيندو، حالَ حبيبُ دارون ڏيندو -
دارون ڏيندو، مون گهرائيندو

١. پاڻ پَلائي سُپرين، ننگ نِڀائي نيندو(٦)
٢. احمدُ عاصيَڙنِ جو، لاشَک شافعُ ٿيندو
٣. کَهَه ۾ قاسم کارڻي، ڇِنّان تان نه ڇَڏيندو(٧)

### فصل ٻيو

[١] مٿا ماڏيءَ وٽ، کالهه کلالن کاڏٺا
کَلالڻي کاٽَ کي، کُهندي چَڙهي نه کَٽ

(١) ظ. مهميزون معشوقن جون (٢) خ. نيگهن وجهي؛ ظ ک. ننگهن (٣) ش. جي اچين تان ۾ وريج (۴) ش. مکيليون سيڻن جون - الخ (٥) ش. مري جيءَ؛ ک. مري جيڻ. خ، ظ ۽ د ۾ هيءُ بيت کونهي (٦) ک. پاڻ پلا سپرين (٧) د. کَهه ۾.
* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر راڻي' هيٺ ڏنل آهي.

قاسم اِن ڪَڪوهہ جو، گُهٽُ گُهٽي تو گَهٽ(١)
مَٿي سَري سَٽ، آهي عاشقن جي.

[٢] وَڍِ وَڍِيندي لاه، موکي! مُهنجو مَتَڙو(٢)
مَٿو مَٽ مَٽاه، مون گَهران ڏي گهورئو.

[٣] مَٿو مَٽُ نہ مَٽَ جو، مَٽُ مَهانگو آهہ
قاسم ڪج ڪلال! تون کُهَندي ڪَٽُ مَڪا(٣)
سِرُ سنپايم سُپرين! توڙئون تو هي لاء
صدقو ڪريان ساهُ، پِيئندي پِهرين پِڪَ تان.

[٤] سَدَڙيا سَدُون ڪن، سدا مُندَ شَرابَ جي(٤)
قاسم ڪَڙي ڪَڪوهَ جو، تَرو نہ چُتو ڏَن(٥)
جيءَ ڪڙا ڪئا جَن، پِيتيون ڏَن پياليون(٦).

[٥] سوڻي سَچيائون، مَٿا مَٽَ ڏڏيءَ کي(٧)
قاسم! سُنت شيرڏيون، 'آءُ'، 'تون' آچيائون
وِڌي وڌائون، هُئڻ سندا هَڏڙا.

---

(١) خ ظ. 'گُٽُ گُٽيندو گُٽُ'؛ د. 'گهُٽ گهٽيندو گهَٽُ'؛ ڪ. 'گٽ گٽيتو گٽ'؛ ش. 'گهُٽ گهٽيتو گهَٽُ' (٢) د. 'وڍيو ويدي لاه - الخ'؛ ش. 'نہ مٽ برابر آهہ، موکي منهنجو مٿڙو' (٣) خ. 'قاسم ڪج ڪلال تئون - الخ'؛ ش. 'قاسم ڪج ڪلال سان - الخ'. (٤) اصل. 'سدا مُندَ شراب جي' (٥). اصل. 'قاسم ڪري ڪڪوه جو، ترو نہ چُتو تن' (٦) هي بيت فقط ظ ۾ ڏنل آهي (٧) ظ. 'مٿا مٽ ڏڏين کي'؛ خ ظ ڪ د: 'سوڻي'؛ ش. 'سوڻي'.

## وائي

سو پـاروچو آيـو، جنهن لاءِ جَڳُ سِڪايـو

١. جيڙو منهنجو جيڏيون، گھُور جهَينجَڙي گھايو

٢. آسر لڳي جن جي، وينڙي مون واجهايو

٣. بابو بيبي فاطمه، مونکي جنهن مَرڪايو

٤. پنهون پـاجـياڏيءَ تي، لائق ٿورڙو لايو

٥. قاسم ڪنيزڪ سان، نَوشه نينهن نڀايو

### فصل ڏيهون

[١] ڪاري وڏو ڪالـهـه، وهُ مَتَ ۾ وتـَرو
ڪوڙين قاسم ڪيترا، ڪَئڙا زَهَرَ زَوالَ
ڪوڏي اِنَ ڪلالَ، ميخاني ۾ مارئا.

[٢] ڪارا، پيرا، ڪَمرا، ٿن واسينگن ويا(١)
موڪِي سنڌي مَتَ تي، اڇي پرَڙ پئا(٢)
قاسم اِنَ ڪَڪوه ۾، گـڏجـي وهَ ويا(٣)
جَن ڪَڙا سِرَ ڪئا، پيتيون ٿَنِ پيالِيُون.

---

**وائي**. ٢. **ڪ** آسري لڳي؛ **خ**. مون وجايو ٥. **ڪ**. تولاءِ قاسم سپرين، آهيم مر سنڀايو.
**ظ** ۾ هي نالي واري مصرع ڪانهي.

(١) **ش**. ڪارا، پيڙا (٢) **ظ**. اڇي پـَر پيا (٣) **خ**. متن ۾ 'گڏجي ويه وئا'، پر حاشيي ۾ 'ويه' بدران درستي 'وه'؛ **ظ**. 'ويه وئا'.

[٤] سرَ ڏناڏون سَتَ ۾، جامَ پيتائون جالَ
قاسم ڪالهہ ڪلالَ، پياري پُر ڪئا.

[٥] سوري مٿي سيجَڙي، آڏيءَ مٿي انگَ
ديگين ڪَڙهن دوگڙا، منجهہ ڪٺاه ڪَرنگَ
قاسم ڪيسر رنگھ، وهَ پيتائون وَٽيين(١).

### فصل چوٿون

[١] ڪوٽي جَنَ ڪَلالُ، وَڏا طالعَ تَنَ جا
وَٽي پُر وِصالَ، تُرتُ پياري تَنَ کي.

[٢] ڪوٽي ڪُهي جن کي، سَڏي سَڄي سُورَ(٢)
پيالا پنجَ - تُورَ، پوجَ پياري تن کي.

[٣] ڪُنا جي ڪَلياڻ، وَڏا طالعَ تَنِ جا
پير مُغانَ جي موهيا، متارا ميخان
پيتائون پُر تئا، منجهان دُنگ دڪان(٣)
بيخود ڪئا خُمخان، قاسم ڪوثر گڏئا.

[٤] ڪُنا جي ڪلياڻ، وڏا طالع تَن جا
مُوتُوا قَبلَ آنْ تَموُتُواْ، مرِي لذائون مان

(١) خ. وِهَ پيتا وٽيين. (٢) خ. سڏي سنجي سور (٣) ڪ. منجهان ڏنگ دڪان.

صوفي سي سلطان، جي لاحَدَ حَد ۾ آئيا.

[٥] لاحد حد ۾ آئيا، حَدَ سُونائون هَنَڌ
اِهدِنَا الصِّراطَ المُستَقِيمَ، اِئُّي پياکَنِ پَنَڌ
ذيِڻَ نَشي سِين واڳئا، سِيني منجهه صَمد
متارا ۽ مَسند، هر دوئي هيڪ ٿئا.

[٦] صوفي صُلح سڀ سان، جِهتَ جاءِ نه ڪا
الصوفي لا مذهَبَ لَه، اُتو احمد شاه
فَاَيْنَمَا تَوَلُّوا فَثَمَّ وَجْهُ اللّٰه، چوڌس نُور نگاه
مَچُڻ پَسِين ماءِ، قاسم ڪٿر ماڻِيِين(١).

## وائي*

مون ٿان منهنجا پِيرَ! لائقَ لاهه م هَٿَڙا
١. سگهو موڙِجُ سيّدا! آوڪيءَ وِيرَ آمِير
٢. آوکِي عاصِيَڙَن کِي، شاه لنگهائج سِير
٣. توڙان آهيان تنهنجو، دائِمُ دامنگير
٤. کوڙين ڪِيَڙَمِ ڪيترا، قاسم لک ڪَبِير.

---

(١) ظ. 'قاسم ڪٿر متارِي'؛ د. 'قاسم ڪٿڙ مانئي.'
*هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪاهوڙي' هيٺ لکيل هئي جا نِپائي هت آندي وئي آهي.

# سر ڪنڀات

## فصل پهريون

[١] وَرُ سا ڪاري راتِ، جنهن ۾ ڏِٺم پِرينءَ ڪي(١)
چنڊَ تنهنجي ذات، هَڏ نہ وڻي هاڻ مون.

[٢] آچي سا اونداهہ، جا مِيڙِيندڙ سَڄڻين
ڪُتو ڀَهڪي مَ اَچي، ڏُجَهڻَ پئي مَ ڏاهہ
مونکي ٿئي مُباح، اوڙ عجيبن جو.

[٣] قَمر! ڪارو ڏانگ، توکي ڪائي ڪَڏهين
سڄڻ آيا مون گهَرين، پِرِي موتين ماڻگ
وچوڙو وڙانگ، ڏئي ڏڪوين ڪي(٢).

[٤] قمر! ڪوهہ ڪيوءِ، چِهرو چوڏهينءَ ماهہ ۾(٣)
ڏينهن ڏوراڻا سپرين، رات رنڊائي توءِ
وڏو ويرُ وڌوءِ، ادا عاشقن سان.

[٥] اُپِري آيَن آءُ، ڪر سُهائو سيگهہ مان(٤)

(١) خ د. 'پِرِيَ ڪي' (٢) ظ. وچوڙو وڙوانڌ - الخ (٣) ظ. جهڙو چوڏهينءَ ماهہ ۾ (٤) د. سيگهہ مؤن

كندو سا كري ڇُكو، آزل كؤن اللّٰه
اكيون منجهه اُهاء، مَرِ جانْ پسن پرينِ كي.

[٦] رنگ گُوڙهو رخسار، سَروَ قدارا سپرين(١)
جاذب جَلويدار، سوسي سُورَجَ جَهپيا(٢).

[٧] ذكو ذك نہ اكڙيون، تو ۾ چنڊ نہ ڇَپ
پاڻان وجهين ڊپ، اڇيو عاشقن كي.

[٨] چنڊ! چشمان چار، جي اُڀي سَجين سامُهيون(٣)
تہ پڻ نيم - نهار، هُوندَ نہ پَڙينْ پرينِ جي(٤).

[٩] آڌ لَک اكيون چَنڊڙا! نَوَ لَک ذك سنداء
حُسن ساڻ حبيبَ جي، جِهَتِ جاء نہ كاء
اُڀِي پرينِ اڳياء، نائج كنڌ نيازَ مونْ(٥).

[١٠] نياپو كي سَجَڻين، چِئج چتائي چنڊَ!
وڏي كا وصالَ ۾، رات رقيبن رَنڊَ
مُحبَ مصري كنڊ، شل كَوُڙاڻين مَ كڏهين(٦).

[١١] چِئجِ نياپو پرينءَ كي، ادب ساڻ آصيل!

---

(١) خ ٿ. رنگ گورو. ش. قداور (٢) ك د. سؤ سين؛ ش. سهسين (٣) خ. سامهون؛ خ. آبهي سجڻين سامهيون (٤) د ك ش. هڏ نہ پڙين - الخ (٥) ظ ش. نياز سان (٦) ظ. شال كوڙا - الخ؛ د. چل كوڙا - الخ

توکۏن سَرِي سُپرين، مونکي سک سَبيل
وچان ٿي وَکيل، آڻِ سنيها سُپِرِيِن(۱).

[۱۲] ڏي سنيهو سَڄڻين، چَوۡ جڻن چِيائُون
مُشکي مشتاقن جون وَهيون وانچِيائُون
کِلي کنيائون، اکيون ٻيئي ٻاجهه سان(۲).

[۱۳] ناسِيندي ٿي نور، قَمَرَ پَسُ قَرِيبَ جو
منهنجا ڏِيجُ سَنيهڙا، هلي منجهه حضور(۳)
ٻِئَي ٻَڌج هَٿَڙا، دايَنِ جـي دستـور
صبح شام آسور، اکيون آنهجي آسري(۴).

[۱۴] ناسِيندي ٿي نگِيو، سرِجيو سورهينءَ ماه(۵)
پِريان سندي پَنڌَ ۾، کرهو کاهيو کاه
اکيون منجهه اُهاءِ، سرۡجانۡ پَسن پِرَ کي(۶).

واٽي

آيَمِ آجُ عجيبَ، سُور سڌايا سرتيون(۷)
اچي اوطاقي ٿِئا، هنيڙِي منجهه حبيبَ

(۱) خ ظ ک ش. سپرين، د. سپريئين (۲) ظ د. ٻئي (۳) خ ک د ش. منهنجا ڏج- الخ.
(۴) ظ ش. اوهانجي آسري (۵) خ ظ. سوريه ماه؛ ک ش. سوره ماه. (۶) ظ ش. پرين کي؛ ک. پرينءَ کي (۷) ک ظ. سڌاريا.

٠٢ آگڻ آيا سُپرين، ٽٽڙا رد رقيبَ(١)

٠٣ ميڙائي جي مون پرين، ڏنڙي تياڪ طبيبَ(٢)

٠٤ جيئڙي جُدا مَ ٿئي، قاسم ساڻ قَريبَ(٣).

### فصل ٻيو

[١] سُڃ سڀيئي سَقَرا، پر خاصو سُر ڪنيات
وِجهي پنڌ پرينِ ڏي، اُٿيو آڌيءَ رات(٤)
قاسم ڪَرهَ پَلاڻيو، سينگاري سَغلات (٥)
پرَه پَسندي مونِيو، جَمَلُ وِجهي جهات
پُڇاڻانْ پريات، عاشق آسڻ آئيا (٦).

[٢] ٻُور ٻالاپَڻ نينهن، سِرجَنديئي سڪيو (٧)
رَمي راتو ڏينهن، پِريان سندي پنڌَ ۾.

[٣] پڳــ، سنهون سوغات، ڪنڌ مٿاهون ڪَرَهو (٨)
ڪاڇي قدم اُڇليا، پُوري پِنيءَ رات
سَنجَ سونا سغلات، مَيي سپ مَلهائيا.

[٤] چَندنُ چَڪي آئيو، ٻِيي وَلِ نہ وِجهي وات

(١) خ د ڪ ش. رنج رقيب (٢) ظ. ميڙائيجو. خ ظ ش. تياڪ؛ ڪ ترياڪ؛ د. تياڪ (٣) ڪ د ش. جدائي مَ ٿئي (٤) د. وجي پنڌ- الخ (٥) اصل. 'قاسم ڪره پلاڻيا'. خ ڪ. سينگاريئي شغلات؛ د. سينگاري شُغلات؛ ش. سينگاري سُغلات (٦) ش پره ڦٽي پريات - الخ (٧) ظ. سرڃنديئي (٨) خ ڪ د. مٿاهم ڪرهو.

ڪرهي ڪوڙر لتاڙئا، ريهي پئي رات
توڏي تنهن وڻ تات، جنهن ۾ بوءِ بادام جي.

[٥] جنهن ۾ بوءِ بادام جي، اوڳر عطر تُل
تنهن ول سندو گل، چانگو چڪي آئيو(١).

[٦] جنهن ۾ بوءِ بادام جي، اوڳر عطر رُوءِ
رات مَڪوليا مُشڪ سين، مَيي پنهنجا مُوءِ
سا سونائين جُوءِ، آگر جيائين اُپجي.

[٧] جنهن ۾ بوءِ بادام جي، اوڳر عطر واس
رات وياري وَلڙيون، پُر ڪيائين پاس(٢)
اُپيو ڪَري اُڪاسَ، اڄ پڻ اُنهينْ پارَ ڏي(٣).

[٨] وَليون سونَ - وَرنَّ، ڏارَن ڏُوڌرَ ڦُلاريا
سُٽي ڳالهه سُنبُلَ جي، ڪاڇي ڪنيا ڪَنَّ
مَيِچي پاڻَن پَنَّ، ڪَره ڪاڏيئنا رَڱئا(٤).

[٩] ڪَرهو ڪاڪُل موهيو، سُنبلَ آيُس ساءِ
مَيي مُوران نه وَڏي، ٻي قاسم ول نه ڪاءِ
تو لُڇي تنهين لاءِ، راتِ جنهين گُل رانئيو.

---

(١) هيءُ بيت فقط ظ ۾ آهي؛ اصل. ’اگر عطر تل‘. (٢) ڪ د. رات وياري- الخ (٣) ڪ. اوڪاس. خ. اڄ پڻ؛ ظ. اڄ پڻ. (٤) ڪ. ڪانيئا؛ د ش. ڪانئيا.

[١٠] جنهن گُلَ رانئيو ڪَرَهو، سو گُل چڙهيس چِت(١)
گَوُنرِي ڪِي گلابَ جو، وڏو پيچُ پِرتِ
نايو چِرِي نِتِ، قاسم ڪوُنرَنِ ٺاريُون.

[١١] ڪَرها! تو گِل گِنيڙيون، پُوئي پايان پنج
هَلندي حبيبن ڏي، ڪاچِي! ڪٽُڪ مَ ڪنج
ڏُجهڻَ ڏيئي ڏَنج، مونکي سڄڻ ميڙئين(٢).

### وائي*

جَملَ منجهه جهانَ، چَرَنِ پيئَنِ چاڳُلا
١. آن نه اوڏا ڪَرها، نڪي گهُرنِ نانَ
٢. جَهنگل جهوڪونْ اُنّ جون، ليڙا لامڪانَ
٣. رات ويارِي ولڙيون، آيا مست آنانَ
٤. وَڳَ ڪتوريءَ واسيا، مَيَنِ لڏا مانَ
٥. قاسم! ڪَرهن پيٽ ۾، پَرپُونءَ سندا پانَ.



(١) خ ش. رانئيو؛ د ڪ. رايو؛ ڪ رانئيو (٢) هيءَ بيت فقط ظ ۾ آهي.
* هيءَ وائي اصل 'سر پورب' هيٺ ڏنل هئي، جتان تپائي هت آندي وئي آهي. ٣. اصل. رات وهاري - الخ. ٤. اصل. 'مين لڏا'؛ هيءَ مصرع فقط ڪ ۽ د ۾ آهي.

# سُر سريراڳ

## فصل پهريون

[١] هيرو جَنِ هَنڌن، وچ وَڏجارا اوڙهين
سودو صرافن سين، جت ڪوڙين وِيئا ڪَن(١)
ڏون پڻ وڏان ڏَن، وانءِ وهائي آءُ ڪِي(٢).

[٢] هيري سندو هوءِ، ماڻُ پَلو جَنِ پيٽيين
هاڻي ڏَنِ هَٽَن تي، لَسَ وڪامي لوه
سُون سچاڻي ڪونڪو، آهي اِيُ اندوه
قاسم ڪَچَ سندوءِ، قدر نہ ڪوڏيءَ جيترو(٣).

[٣] سَچ سوديندڙ ٿورڙا، ڪچ سوديندڙ ڪوڙ
سودو صرافن سان، جُودَئون وڃي جوڙ(٤)
موتي ۽ مَرجان ڪُون، ماسو منُهن مَ موڙ
صبح پٽَي سوڙ، آمُل ٿيندو آذقو(٥).

---

(١) ڪ. جت سودوصرافن سين ڪوڙين ويئا ڪن (٢) خ. وانءِ وهائي آءُ ڪي؛ ظ. ونيءِ؛ ش. وئون؛ ڪ. ونءِ. هيءُ بيت ڊ ۾ ڪونهي (٣) هيءُ بيت ڊ ۾ ڪونهي (٤) خ ظ ش. زودئون وڃي جوڙ (٥) اصل. 'آزڪو'.

[٤] سون وهائُج سَقَرو، ڪَچَ ۾ ڪَمُ نه ڪوء
پيدا پُورو نه ٿئي، لاڳو منجهان لوه
قاسم! سُود سندوء، پارِ پسندا پارڪُو.

[٥] پاڻيَٽ جي پَرڪين، لاڙي لڳج تَنِ جي(١)
قاسم ڪُل جَواهر جا، اصل اُوء آمين
ماڻڪَ ڏيندء مُوڙيُون، چُنڊي منجهان چِين(٢)
ڏينهڪ وينا ڏينِ، هيرو لعل هٿن سان.

[٦] پاڻيَٽ سندا پارڪو، داڙُو خَيرَ دَلالَ
هيرو هٿان اُنِ جي، ماسو مِلي مالَ
قاسم! ڪوڙِ ڪنگالَ، سودي ان سُڌاريا(٣).

## فصل ٻيو

[١] آمُلَ سَندي آسَ، ڪُڏي پُئو ڪُلاب ۾
گهوري منجهه غواصَ، پارس پائي آئيا(٤).

[٢] ويهو پاس وِڙنِ، ٻَڌَ پُراٽا قولين(٥)
قاسم! ڪنهن پَر نه لَهين، منجهان پِڪ پِڙنِ

(١) خ. پاڻيت؛ ڪ. پاڻيٽ (٢) خ. ماڻڪ ڏيندي - الخ (٣) هي بيت ل ۾ ڪونهي
(٤) هي بيت فقط ڪ ۾ آهي.(٥) خ. ويهيون پاس وڙن، ٻٽ پراٽا قولين؛ ش. وِ هو پاس وِڙنِ - الخ.

ساڏڪ تَنِ مڙنِّ، ساڪن جي سمونڊ جا(١).

[٣] ساڪَن جي سَمونڊ جا، پَسُ تَني جِي پاڳ،
ڏوريندن ڏَسين ٿا، سندو ماڏڪ ماڳ،(٢)
قاسم ڪل جَهوار جي، وَس تَني جي واڳ،
سنئون تَنِ سياڳ، جي پلئي لڳا اُنِ جي(٣).

[٤] جاڳِي جاڳِي جَنِّ، سُتڙ سَنجيون پيڙيُون(٤)
صلاحون سُونهپَ جون، قاسم وينا ڪَنَّ
آمُل آندو تَنَّ، ٻُڏا جيڪي ٻار ۾(٥).

[٥] هاڳامان ۽ هلُّ، سُڄن ڪُنُّ سمونڊ جا
آندا تَن آمُلَّ، جي آسون ٻَلي اوهريا(٦).

[٦] آسون ٻَلي اوهريا، آمُل آندا تَنَّ
وڏا طالع تَنِ جا، جهاجهہ جُهَاري جَنَّ
جي تانگهي مَنجهہ تَرنِ، قاسم ڪوڏيون تَن لئي(٧).

واڻي*

توهُ تُنهينجو مَڱان، توه تُنهينجو مڱان
ياالله توه تنهينجو مڱان، الله آءٌ توڙ ٿون تنهينجو مڱان

(١) هي بيت ظ ۽ ڊ ۾ ڪونهي. (٢) ڪ. ڏوريندڙ ڏسين ٿا - الخ (٣) هي بيت ظ ۽ ڊ ۾ ڪونهي (٤) ڪ. سنجهيون (٥) خ. ٻڏا جي ٻار ۾. ظ ۽ ڊ ۾ هيءَ بيت ڪونهي (٦) هي بيت فقط خ ۾ آهي (٧) هي بيت فقط خ ۾ آهي.
* هيءَ واڻي ڊ ۾ ڪانهي.

١. پيڙِي ٿيان پِتار سان، آنگِي لاهي اڱان
مولي! مونکي ميڙيِين، دور ڪري ڏُرَڱان
٢. چِيتُون جتِ جِرِين تا، چِت چِترِجَن چِڱان
سيڻن چَرون چاڙهيا، رَچن رَڱ سُرڱان
٣. قاسم ڪو مَ مُنجهائيين، سائيمَ! پنهنجيِ سَڱان
پنهنجا پاڻ فَضل سان، پار لنگهائيين لَڱان



---

١. ظ. انگيون لاهي اڱان.

# سر سامونڊي

## فصل پهريون

[۱] چِتِ ڪيائون چِينِ، هاڪاريائون هَليا
ڍَڪِهَه پائي ناڪُئا، مونکي نالِ نہ نِينِ
زَورَق دور زَمين، سَنبَهي سامونڊِنِ جِي(۱).

[۲] سِڙهہ ڪنيائون سَنبَهيا، هليا ڏانه هالار
رات پـِرنيا ربّ کـي، ڀاڙيلينِ ڀتار
قاسم ڪارونيار، الله تَنِ اُڪارِيينِ.

[۳] سِڙهہ ڪنيائون سَنبهيا، چِين ڪيائون چِت
لَئِي لَڪا جي اوهرِيا، سِٽِي سُهٽِيءَ ڀَت
آءَ نِهاريان نِت، واڙون وَڻجارَنِ جون.

[۴] ٻيڙا مَڪي پار ۾، وڌائون واري(۲)
سِڙهہ ڪٽي ساڃا ڏيا، ساجهُر سينگاري
هليا هاڪاري، الله سندي آسَري.

---

(۱) خ ڪ. زورڪ؛ د. زوردڪ خ. سنيي سامونڊين جي؛ د. سيني؛ ڪ ش. سيڻي؛ ظ. سنيهي.
(۲) ڪ. ٻيڙا مڪي - الخ.

[٥] پُوَنِ پاتو پات، وَکر وڏا ٻيڙيين(١)
پڙهي پڳهه چوڙيا، ساموندين صَلوات(٢)
نظر ناکُئَن جي، آهي منجهه عَرفات(٣)
مُيَسَّر ڪيائون ميم ۾، ماڏڪ مُلاقات
سَرِيَن سا سوغات، جنهن قاسم قيمت ناه ڪا(٤).

[٦] وَڻجارن واري، وَکَر وڏا ٻيڙيين
چَليا چين مهه - چين ڏي، سيّد سنپاري(٥)
قاسم ڪارونپار ڏي، هليا هاڪاري
احمد اِشاري، ناءِ بچائي نوح جي (٦).

## وائي

وڻجارَن وري، وَکَرڙا ٻيڙيءَ چاڙهيا
١. وڻجارن ولات جي، سودي ري نه سَرِي
٢. جهوني ٻيڙي جهاجهه ۾، آهي آبَ پَري(٧)
٣. ٻيڙي تارِ طوفان مون، تنهنجي توهَ تَرِي

(١) خ. پُهيَن؟ - الخ ; ظ. بويون پاتون پات، وکر وڏائون ٻيڙئين. (٢) خ. ساموندي صلوات.
(٣) ظ. نظر ناکوئن جو - الخ. ڪ د. نظر ناخوئن جي. (٤) اصل ۾ هي بيت 'سر راڳ' هيٺ لکيل آهي، جتان ٻپائي هت آندو ويو آهي. (٥) ش. چليا چين ماچين ڏي - الخ. (٦) هيءَ بيت ظ ۾ ڪونهي، ۽ باقي ٻين نسخن ۾ 'سر راڳ' هيٺ لکيل آهي جتان ٻپائي هت آندو ويو آهي.
(٧) ظ جهوني ٻيڙي جهاز ۾ - الخ .

٤. اتي تارِي تنهنجِي، جتي ڍِيمَ ڍرَي(١)
٥. قاسم ڪارونيار جي، سُڃي ڳالهہ ڳري.

## فصل ٻيو*

[١] سودي ڪارڻ سَنبَهيُون، ويهُون وڻجارن
چَليا چِينَ بنگالَ ڏي، ماڻڪ رکي مَنِ
آيا اُن اوڙاهہ ۾، جتي ڍِيمَ ڍِرَنِ
لَهرينِ جي لپاٽَ سين، ڪاٺ ڪڙڪا ڪَنِ
قاسم ڪارونيار سين، تاڙي لَڳِي نہ تَنِ
اُتي آتارُنِ، هادي ڏيندو هَٿڙا(٢).

[٢] هادي ڏيندو هَٿڙا، واهَڻ سر ويهي
نُوحُ جَني جو ناکئو، ثابت وَيا سيئي
تنهن ڪشتيءَ ڪيهي، قاسم! تابَ طوفانَ جي (٣).

[٣] جهُونِي ٻيڙي، جهاجهہ گهٽي، وچ وَڏانڌر ويَر
لَهرينِ جي لپاٽَ سين، ڪوڙيين پِڇن ڪير
پَسي دَور درياه جو، قاسم! ڪَنبن ڪَبير(٤)

---

(١) اصل. ڍِيمِ ڍري (٢) خ ظ. اتارن؛ ڪ د. آو تارن؛ ش. اڻ تارن (٣) ظ ڪ ش. تنهن ڪشتيءَ تي ڪيهي - الخ. (٤) ظ. قاسم ڪَنَ ڪَبير.

* هن فصل جا جملي بيت اصل ۾ سر سريراڳ هيٺ ڏنل هئا، جتان ٽپائي هت آندا ويا آهن.

فضلؔ ساڻ فقير، پُربندر پهچائيين.

[٤] جُهوني ٻيڙي، جهاجهہ گهٽي، وِيريون وِچ وِڙهن(١)
ننڍ گَمائي ناڪُئين، سُڪ نہ سُڪاڻن(٢)
قاسم! ڪارونڀار ويا، سي موٽي مس مڙن
واءُ سَٽاڻو واريين، ساڃو تَن سِڙهن
گهيڙانْ جنهن گهڙن، اُن تڙان ئي آڻ تون.

[٥] جهوني ٻيڙي، جهاجهہ گهٽي، ربّ پَرنيانْ تو(٣)
پيرُ خضر پاڻيءَ ۾، ساڻي ٽيندو سو
قاسم غم نہ ڪو، اولو احمد هٿ ۾.

[٦] ڪَنڌي ناہ ڪُلابَ جي، ڏنگ وڙنگا واء(٤)
قاسم ڪارونڀار ۾، پيرُ پَروڙي پاء
مَعلومَن مَلاح، پڇ پاڻيءَ جون خَبرُون.

[٧] ڪَنڌي ناہ ڪُلابَ جي، ڪَپَر ڪارا ڪُنّ(٥)
جهوني هن جهاز ڪي، تَرَ ۾ ٽِئي مَ تُنّ
اللّٰه! ساڻ آمُنّ، قاسم آر اُڪاريين(٦).

---

(١) ظ. ويرون وچ وَرَن. (٢) خ. ننڍ گنوائي ناڪوين - الخ. (٣) د ش. پرنيا تو. (٤) خ ظ ش. ڪنڌي ناهي - الخ. (٥) خ ظ ش. ڪنڌي ناهي - الخ. (٦) خ. اوڪاريين.

[٨] ڪنڌي ناه ڪُلابَ جي، وچان وِيرَ نہ واند(١)
لڳو واءُ وَڏانڌَرو، سڙهہ پُراڻا پاند
قاسم ڪارونيار ۾، مَچ مَچائي راند
ڊِگولِي دَرماند، پَرورا! پارِ اُڪاريين(٢).

[٩] ڪَنڌي ناه ڪُلابَ جي، ڪَپرِ ڪُنَ ڪارا(٣)
موجون ڏينِ مهراڻ جون، لهريون للارا(٤)
وَهي واهڙَ وِچَ ۾، پاڙي ڀِہ - پارا(٥)
اُتي آتارا، پَرورا! پار اُڪاريين(٦).

[١٠] ڪنڌي ناه ڪُلابَ جي، ڪَپرِ ڪُنَ ڪارا (٧)
سودي ڪارڻ سَنيِيا، وَرِي وڻجارا (٨)
لعلون 'لَڪِي - سَرَ' ۾، موتي موچارا
سودي سَوارا، ڪِٿي آيا خير سان.

**وائي**

بندر جا وڻجارا، شال مونکي ملندا هوءِ جي
١. مٿي واڙُنِ مون ڪِيا، آيل نيڻ نهارا

---

(١) خ ظ ش. ڪنڌي ناهي - الخ؛ ڪ. وچان ويرن واند (٢) خ. اوڪاريين (٣) خ ظ ش. ڪنڌي ناهي - الخ(٤) خ ظ. لمارا (٥) ڪ. وهي واهڻ وچ ۾ پاڙي ٻپهارا؛ ش ٻاڙي ٻن پارا (٦) ش. اتي اڻ تارا - الخ؛ خ. اوڪاريين (٧) خ ظ ش. ڪنڌي ناهي - الخ (٨) خ ڪ. سينبهيا.

آڏيو سامونڊين جا، پَسان سڙهه سَوارا

۲. ڏَجيون ڏاريچن جون، ڏينڊم شال ڏيڪارا

سارئو وينئي سارِيان، جيڏيون جِيءَ جِيارا

۳. پلئه پائي اڳيان، پُڇان تڙ پوڇارا

موليٰ مونکي ميڙئين، سامونڊي سونهارا

۴. قاسم چئي ڪڏهِين، مِلين جِي منتارا

ته موڏي موڪل نه ڏيان بندر جي بازارا.

**فصل ٻيون**

[۱] زَوْرَق وِجهان زيريُونْ، پڳهه پايان پَنجَ(۱)

آڏي وِجهان آڳــ ۾، وَڏِي اولا وَنجهَه

مونکي ڏيئي ڏنجهَه، آجَ مَ وڃو اوهرِي.

[۲] زَورَق وجهان زيريُون، پَڳَهَه پايان ويه(۲)

کوءِ سودو، ٻَن پيڙيُون، هَلَڻ مُندَ نه هيُه(۳)

سودو هت سَنْبيُه، سَفرِ وَڃُ مَ سُپرين(۴).

[۳] زَوْرَق وِجهان زيريُون، پڳهه پنجَ هزار

---

(۱) خ. زورڪ (۲) خ. زورڪ (۳) ظ. هلڻ مُنْڌهيڻه (۴) اصل. سنپيڻه.

گهٽيءِ ڪَنٺيءِ گهوريان، بندر جي بازار(١)
ڪوڙين ڪارونيارَ، آهن سوداگر سَميٽيا(٢).

[٤] آڄ مَ وڃو اوهري، مونکي ڏيئي ڏَنجهَه
سامونڊين سان سَنجهَه، ڪريان روحَ رُچنديُون.

## وائي*

جَرَ ناريلَ پيا، مـاءَ! سنيوڙا سپرين

١. الله سندي آسري، ڪُوها تَنَ ڪنيا
٢. ساڃا سڙهه سامونڊيين، ڪالهونڪر ڪيا
٣. پرڏيهي مون پرينءَ سان، تورا ڏينهن ٿيا
٤. مٿي پڳهه هنڙا، رُوندي مون نه رهيا
٥. قاسم ڪارونيار جِي، سُڄي ڏور ڏَيا

## فصل چوٿون

[١] تَنِ تَوارُون پُونِ، گهنبُ گُڙندا مون سُڻا
مانَ مونکي چُونِ، تو وڻجارا آئيا(٣).

[٢] ماءَ! سارينديءَ مون، تَنِ وڻجارا آئيا

(١) ظ. گهٽيءِ ڪنٺيو گهوريان- الخ (٢) خ ظ ڪ ش. هن سوداگر سميٽيا؛ د. آهن سوداگر سميٽيا.
* هيءَ وائي ظ ۾ ڪانهي. ڪ ۾ مصراعن جو سلسلو ( ١، ٤، ٣، ٢، ٥ )؛ مصرع نمبر ٣ ش ۾ ڪانهي. ٣. ڪ. پرڏيو مون پريان سين - الخ. ٤. ڪ. پڳهه مٿي هنڙا - الخ .
(٣) هيءُ بيت فقط ڪ ۾ آهي.

پُنيون اميدُون، وَهُون وَرَنِ گَڏيُون.

[٣] وَريا وڏجارا، وَهُنِ گهرِ واڏائيون

آچي سڙهن اوچتا، ڏنا ڏيکارا

کارِي کيڏارا، کتي موڏيا خير سان(١).

## وائي - ١

ڪيئَن وساريان آءٌ تَن کي، منهنجا بندر وِڏڙا جي(٢)

١. لعلون 'لَکِي - سَرَ' جون، سودِي ايندم سِي

٢. سِڪايل سمونڊ کـي، آڏيو آکا ڏِي

٣. کتي ايندا خير سان ڪارُونياران ڪِي(٣)

٤. قاسم سِيرَ سَمُونڊَ جي، ناپُون پايو نِي

## وائي - ٢*

بندر لڳڙن ڏينهن وو، ماءِ! مُنهنجي وو سَڄٽين

١. اُتر لڳي اوهريا، مٿان وَڏُون مينهن

٢. گهٽو گوندر گاڏئون، ناکئاڻو نينهن

٣. بندر لڳن ڏينهڙا، هيڏا اڳـ نہ هيئَن

٤. قاسم ڪانگ پِريان جا، کِلي ڏيندم کينءَ

---

(١) هيءُ بيت ظ ۾ ڪونهي (٢) ظ ۾ هن مکيہ ڏلھہ بعد وراڻي تہ :" ڪيئن آءٌ تني کي، ساريو ساريان آءٌ تني کي". (٣) ڪ ش . ڪانيارئون .

* هيءَ وائي ظ ڪ ۽ ش ۾ ڪانهي. ٢. اصل "گيرتن(؟) گوندر گاڏئون - الخ".

# سر توڏي

## فصل پهريون

[۱] نَڪو تُنبو تُرَهو، نَڪا سِيڻهہ ساڻ
پاڏيءَ وِجهي پاڻ، الله سندي آسري(۱).

[۲] نَڪي تاڻي تُرَهو، نَڪو ميڙي مَڏُّ
هُنان سُٽيو سَڏُّ، ڪُڏيو پوءَ ڪُلاب ۾.

[۳] نَڪو ٻَڌي تُرَهو، نَڪو ٻَڌي نوڙُ
پاڏي پِنيءَ ٻوڙُ، سهٽي پانئي سِيرَ ۾.

[۴] سهٽي پانئي سِيرَ کي، ڇينهَري جي ڇَرَ(۲)
نہ مَلاحَ نہ مَڪُري، نہ توڏِي ٻَڌي تَرَ
اچئو الله آهَرَ، ڪاهيو پَوي ڪُننِ ۾.

## وائي - ۱

مونکي ڪيَڙو سَڏُّ سنگهارَ، آءٌ آجُ ويندڙي لوا پِرِينَ پارَ
۱. ٻيلي ٻيلاين جي، گڙُنِ گهَنبَ گهنبارَ

(۱) خ. پاڻي وجهي. (۲) ظ. ڇنهري؛ ک. ڇنوري.

٠٢ مونکي لائي مَنَ ۾، لنئُون وڃندڙي لارَ
٠٣ ڪوڙين واھُڙَ ڪيترا، توڙي وَھن تارَ
٠٤ سدا سائرَ سيرَ ۾، لُڏڙن لَکَ ھزارَ
٠٥ ٻڏمِ ٻيللاينَ سان، قاسم قولَ قرارَ(١)

**وائي - ٣**

موٽ ميھار! مانگَرڙيون، مون مارينديون لو! مَڇڙيون

٠١ آءٌ آتاري آھيان، ڪيئن پُڄَندڙي پار(٢)
٠٢ ڪوڙين مانگر ڪيترا، سائرَ ۾ سينسار
٠٣ نہ مون ناؤ نہ تُرَھو، آگا! آرَ اُڪار
٠٤ منھنجا واھُڙَ وڄ ۾، سُٽُج سَڏَ سنگھار
٠٥ تنھنجي آڳہ اُڪري، قاسم ڪارونيار(٣)

**فصل ٻيو**

[١] ڏَم سان ڏينھن مَ گھار، سَس سان ڀُرِ مَ سھٽي(٤)
پاڙيچن پچار، مَڇڻ مُنڊَ وساريين(٥).

[٢] ڏَمَ سان ڏينھن مَ گھار، سَس سان ڀُرِ مَ سھٽي(٦)
صبحِ تو سنگھار، مُنھن تي ڏينداءِ ميھٽو(٧)

---

(١) خ. ڪالھہ وار (٢) ڪ. آءٌ اٿتاري- الخ. (٣) ظ. ' تنھنجي آڳہ آئون گھڙي، قاسم ڪارونيار'. (٤) ڪ. ڀِرڙُ مَ سھٽي. (٥) ھيءَ بيت فقط ڪ ش ۾ آھي. (٦) ڪ. ڀِرڙُ مَ سھٽي. (٧) ھيءُ بيت فقط ڪ ش ۾ آھي.

[٣] ڏَمُ ڏيرو هو، ساهڙ سدائين سَنَرو
ٻُڏندي ٻانهيارين جو، ساڏي ٽيندو سو
قاسم غم نه ڪو، آڳهه احمد جن جو(١).

[٤] ڏَمُ ڏُيرو تان گهوريو، مَڇي مَرُ ميهار
آڳهه جنهن جي اُڪري، قاسم ڪارونيار
سونهي مون سينگار، ساهڙ جي سهاڳ ۾(٢).

## وائي

ڏَم سان گهاريان ڪِيئَن، لو لو هوا مون منڙو ميهارَن سان،
مون سَگَڙو سنگهارَن سان

١. جيئن جيئن ڀِڃي راتَڙي، مون تن ڏانگهي تيئَن
٢. گَهڙو گَهڙي تان گهوريو، مٿو مٿان نينهَن
٣. گهڙان گهوريو جندڙو، وڃان ساهڙ سيئَن

## فصل ٻيون

[١] ٻسهٽي ساهڙ پاڻ ۾، هِڪا هِڪُ ٿيا
گهَڙو ڀِڳو تان گهوريو، وڃان وِچ ويا
ٻيائي منجهه ٻياه، هُو ويا وَحدت گَڏجي.

[٢] سُهٽيءَ سڪَ سَري مَنجهون سير سَنگهار جي(٣)
مَرَ جانْ پِٽ پَري، مُيَس لٿو مامرو(٤).

(١) هيءَ بيت فقط ڪ ش ۾ آهي. (٢) هيءَ بيت فقط ڪ ش ۾ آهي. (٣) ش. منجهان سرڪ سنگهار جي. (٤) ظ. 'ميس پٽ پري، ميس لٿو مامرو'.

## وائي

ويھي ڪيم وسار، ڪج سَنيار، قالُوا بَلىٰ جي قول ڪي

١. متان وِرچي ڇَڏيين، سَندي پِرَ پچار
وَڄائج وجودَ ۾، جئن سا گھنديءَ لار(١)

٢. ڪاھي پِؤَ ڪُلابَ ۾، ترسُ مَ پَسي تار
گَھڙو ڀڳو تان گھوريو، نينھَن ۾ پئي مَ نھار

٣. ھُو جو گھاڙُو گَھڙيو، ڪَچو ڪالھ ڪُنيار
مَچڻ پئين ماسِري، اونھي جي آذار

٤. ڪُلُّ نفسٍ ذائقة الموت، لکيو لکڻھار
آھي عزرائيلَ جو، ڪُنيو منجھ ڪَپار

٥. پيلي پيلاڻَ جا، گُڙن گھنڊ گَھنڊار
آسُونھيون سُونھيون ڏِيُون، سٽي تند توار

٦. گھوري گھورجُ جندڙو، متان مُنڌَا! ميھار
ساڏي ڏيندو سِيرَ ۾، سٽي سڏ سنگھار

٧. پڌو پيلاڻ سين، قاسم ڪالھ قَرار
جيڪي لکيو لوح ۾، سو پاريو ويندي پار



(١) خ ڪ د ش. جيءَ سو گنبي لار؛ ظ. جي سو گنبري لار.

# سر سارنگ

## فصل پهريون

[١] آبر منجهه آثار، اڄ پَسجي مينهن جو
سِجَ پِڙِي، ڪَسُ ڪَڪَرِين، چوُوايو چوڏار(١)
سنجهي لهندو سار، آچي اُجايَنِ جي.

[٢] مُندَ ٿِي، مَندل وَڄِئا، چُريو چوُوايو(٢)
مِينهن موگهُون ڪَيِيُون، آيو ڪِي آيو
سانوڻ سَوايو، پَٿِين لَنبَ پَچِي پِيا.

[٣] مُند ٿِي، مَندل وَڄِئا، ٻِني ٻوڙِيائين
سامَٻَهي جي سِيمَ ۾، خيمان کوڙِيائين(٣)
جوڙون جوڙِيائين، پَڪِي ڪورَڙَ ڪَڇَ جي.

[٤] مُندَ ٿِي، مندل وَڄِئا، ٻُڌا سيِ ٻَنيارَ
هَٽِي مينهن منجهائِيا، رڙيون ڪَنِ ريٻار
ڏَڙَ واهُڙَ سيِ تارِ ٿِيا، پَهرِي ڪاڻ پهنوار

(١) خ د. چوُ وائو (٢) د ڪ. چڙهيو چوُ وايو (٣) اصل. سانٻري جي سيم ۾ الخ.

مينهون ۽ ميهارَ، آڳي آسودا ڪِيا.

[٥] چَوڏس چڙهي آئيو، سارنگُ سوپارو
سنڌ سَري هالارَ کي، وَسَ ڏنو وارو
پِنو پِتارو، مَنَّ مُرادون پُنيُون.

[٦] گَجِي گُڙِي آئيو، سارنگ سوپارو
ڏنو ڏَنڙيڻِ کي، وِجڙِن وارو
پِنو پِتارو، مَنَّ مُرادون پُنيُون*

[٧] پِرِي پِتارِي، ٻَهَرِ ٻنهي ڪنڌيين(١)
قاسم ڪيا سڏڙا، سيد سنياري
واري آندي وِجُڙِي، سارنگ سينگاري

*بيت[٦] بعد هيٺيان ٻه بيت سڀني نسخن ۾ ڏنل آهن، البت خ ظ ۾ ٻهرين سٽ جي پڙهڻي 'جيڏيون جياريو - الخ' آهي ۽ د ک ش جي پڙهڻي 'جيندي جياريو - الخ' جا اختيار ڪئي وئي آهي. خليفي حاجي شير محمد جي روايت موجب، اهي ٻئي بيت 'جيئندي سمي' جا چيل آهن جو خليفي نبي بخش جي مريدن ۽ راوين مان هو ۽ ڪڇ ۾ 'سامدهي' جي ڳوٺ ۾ رهندڙ هو.

[٦ الف] جيڏيون جياريو، سُتهي سارنگ شاه کي
سڀني سمي سڏڙا، آيو ڪِ آيو
سانوڻ سَوايو، مَن مُرادون پُنيون.

[٦ ب] جيڏيون جياريو، سُتهي سارنگ شاه کي
آڳي ڪُل عالم کي، ٻَلُرُ پيارئو
آڏي اوتارو، ويٺو پاس پِرَاج جي.

(١) خ. ٻهرين ٻنهي ڪنڌيين؛ د. ٻهرين ٻني ڪنڌيين؛ ظ. لوين مي ڪنڌيين؛ ش. ٻني ٻنهي ڪنڌيين؛ ک. ٻهر ٻني ڪنڌيين.

وَسِي وَسڪارِي، عالَمِ آسودو ڪيو.

**وائي***

سارنگ لاهج سوڙ، مِينهن وسائي مارُن جي(١)

١. اُتر ڪَوُن ٿي آئيو، غازي ڪري گوڙ

٢. وسي ڪيا وڄڙِيِن، پاٽي پِنيءَ پوڙ(٢)

٣. مينهون ڪائي موٽيون، سندا موگر موڙ(٣)

٤. آهي تنهنجي آسري، قاسم عالَمُ ڪوڙ.

**فصل ٻيو**

[١] مورَ وَسَندي مِينهن، چَڙهيا ڏُونگر چوٽئين
اُڀِي سارنگ ساسُهان، ڪَن ذالُونْ منجهان نينهَن
وَرِيو وَصل ڏينهن، مِينهَن ميڙيا سُپرين.

[٢] مولىٰ مينهن وَسائيا، آڳاٽا اللّٰهَ
سنگهاريون صَلاحَ، ڪليو ڪن ڪِير جي.

[٣] ڪَڪَرَ ڪاري ڪارَ، اُتِّ چمڪي وِجُڙي(٤)
آندو آبُ آگوندرو، مِينهَن جي مُختيارَ
آڳي آسودا ڪيا، ڏيَروالَ ڏرارَ(٥)
ڪَن ڪلندي ڪِيرَ جون، ڪٽيريون ڪيڪارَ

* هي وائي خ ظ د ۾ ڪانهي.
(١) ش. مارن جي. (٢) هيءَ مصرع ڪ ۾ ڪانهي. (٣) ش. 'مينهون ڳئون متيون، سدا موگر موڙ'. (٤) ظ. اٿ چمڪي وڄڙي. (٥) ڪ. ڏڏار؛ ش. ڏيڙ وال ڏڏار.

قاسم ساڻ قرار، پرينَ پنهنجا پاريا.

[٤] وِجُ سَوَلِي وار، آج چمڪي آيَّ ۾

وِٺا مينهن وِصالَ جا، لَٿو ڏيهَ ڏُڪار

قاسم ساڻ قرار، پرينَ پنهنجا پاريا.

[٥] وِجُ سَولِي ڏينهن، آج چمڪي آيَّ ۾

اسان پِرينِ پاڻَ ۾، نئون ٻڌڙو نينهُن(١)

سندو محبت مينهُن، آيو اوهيرا ڪري.

[٦] آيو اوهيرا ڪري، چوُطرفان چوڌس

سُئائُنِ سَهجَ مان، پارا پِرَئا پِس

ڏِسيو ويٺو ڏِس، قاسمَ ڪَرم الله جا.

[٧] وٺا ڪي وسندا، مَٿي موهَرَ مينهَن(٢)

اسان پِرينِ پاڻَ ۾، نئون ٻڌڙو نينهُن

جَرَ ۾ مڇي جيئَن، تيئَن مون مَنُ واڳيو سَجَڻين.

[٨] آبَرَ منجهه اُهاءِ ڏِيو، ڪامڻ ڪَٽندي ڪَنج(٣)

پَسِي پِرِ پِرين جِي، ٽِيا رَقيبا رنج

---

(١) ظ. ٻڌو نينهن (٢) ڪ ن. وٺا ڪِ وسندا. الخ. (٣) خ ن ظ. ڪام ڪندي ڪنج؛ ش. ڪا ڪٽندي ڪنج.

شال وَسندو سَنج ، مَٿي عاشق اوهيرا ڪري(١).

[٩] وُٺو اوهيرا ڪَري، مَٿي عاشق آجُ

ڏُور ڏوڱاها ڀَڄُ ، مينهن مُنهن ڏيڪاريو(٢) .

[١٠] اُتر ڪوي، ڏَکڻ ڪوي، ڪوي اوير آجُ

ڏور ڏوڱاها ڀَڄُ ، جو مينهن مُدائتو آئيو .

[١١] پَسي آگَمُ اج، وَرَ وَريتَيَنِ سارِيا

وُٺي مينهن وَرن سان، سهسين ڪن سهَجَ

روح رُچنديون رَج ، قاسم ڪجن پر سان(٣).

[١٢] ڏَٽ پٽ کُهنبا ڏيڪيا، ڪن سڪايَل سُرود

مُنهن معشوقن مَڪِيا منجهان عَنبر عُود

ڏُلهن ڏنڪبان ڪي ، مشڪ ڪيو موجود(٤)

ڪٿوري خوشبوء سين، واسيا تَن وَجود

---

(١) شاه جي رسالي (سر سارنگ) ۾ هيٺيون بيت ڏنل آهي :

ڪامَ ڪُنديءَ ڪنج، اَبر ۾ آهاءَ ٿيو

ڏسي ير يرين جي، ڏور ٿيا سڀ ڏنجهہ

شال وسندو سنجهہ، عاشق تي اوهيڙا ڪري.

(٢) خ . ڏيڪاريا. شاه جي رسالي (سر سارنگ) ۾ هيٺيون بيت ڏنل آهي :

آئو اوهيڙا ڪري، عاشق مٿي اج

ڏور ڏڪاريا ڀڄ، مينهن مُنهن ڏيڪاريا.

(٣) ڪ . 'روح چڙيءَ رج، قاسم ڳجن پرڏيه ۾'. خ ظ ۾ هي بيت ڪونهي .

(٤) خ. 'دلهن دهنڪبالکی، مشک کیو موجود'؛ ڪ. 'دله هن دنڪبانڪي مشڪ ڪٿاءِ مهجود'.

مليو جَن معبودُ، قاسم ڪَرم تن جا(١).

[١٣] آگم اکڙين ۾، موهن روپ مَلار
مُنهن مَهتابان اڳرو، ڪڪر ڪارا وار
دُلهن ڏَنڪبان ڪي، سينگاريو سوُ وار(٢)
قاسم! پايَلِ پِير جِي، گَجِي سَنجهہ غبار
جڏ سيج چڙهئو سردار، تڏ عالَم آسودو ٿيو(٣).

### وائي -١*

مانڱَ، پِڇايَسِ مينهَن، راتِ رمَندي ڍولَ سين

١. مينهَن پِڇايس مانڱَڙِي، نيڻَ ڏمايُس نينهن
٢. سِرَ چُنِي، ڳِل ڪَنچِرو، پُسِيَسِ پانڌَن سيئَن
٣. ڪانڌَ نِپوڙِيَسِ ڪَپِڙا، حاضر ويهِي هيئَن
٤. قاسم! ڪانڌ سُهاڳڻيون، رَمَن راتو ڏينهن

### وائي - ٢

موٽُ وَسَندَڙِي مينهن، لالڻ! لاءِ مَ ڏينهڙا
١. جُدا سانوڻ ڏينهَڙا، هاڻ نہ گهرجن هيئَن
٢. جيئَن پَکِي ڏَمَنِ پانڌڙا، اکڙيون وسنِ ايئَن

(١) هيءُ بيت ظ د ش ۾ ڪونهي. (٢) اصل. 'دلهن ڏهنڪبانکي سينگاريو سو وار'.
(٣) هيءُ بيت فقط خ ۾ آهي.
* ڪ ۾ هيءَ 'وائي' بيت جي صورت ۾ لکيل آهي ۽ آخري سٽ هن طرح آهي تہ:
'رمن راتو ڏينهن، قاسم ڪانڌ سهاڳڻيون'.

٠٣ 'پي' 'پي' پپيهو ڪري، مون تن تولاءِ تيئَن(١)
٠٤ قاسم! منڊ ملارجي، تو ري گهاريان ڪيئَن(٢)

فصل ٻيون

[١] آءٌ سو سارنگ، سارِيان، جو ٻڪينِ لاهي ٻُڪَ
آبُ پياري آجِڙيين، ڏُڪينِ سَڃي سُڪَ
مٿان دِلينِ ڏُڪَ، وَسُنِ سَيِي ميڻيا(٣).

[٢] آءٌ سو سارنگ، سارِيان، جنهن ايندي لاٿي اُڃَّ
پَلُرَ جي پالوٽَ سان، سائي ٿِيَڙي سُڃَّ
رات منجهارا رُڃَّ، پَلُرُ پِيتو روجَهڙِيين.

[٣] جُهڙ ڦُڙ جهور جهَڪور، سج سَرلي ڍَڪيو(٤)
قاسم! اُتر پار ڏي، ڪَڪَر ڪاريءَ ڪور
اِيِي سارنگ سامُهَان، ڪَن ڏهُوڪا مور(٥)
وِڏو آب اتور، ڍِٽ پِٽ ڪهنبا ڍِڪئا(٦).

[٤] وَهِي آيو واهُ، پِرِيَن پاڻي موڪليو

(١) خ ظ ڪ. پپيو ڪري. (٢) ظ. قاسم منڊ ملار جي، گهاريان آئون ڪيئن.
(٣) اصل. 'وسي سيِي ميڻيا'. (٤) خ. سج سرلي ڍڪئو؛ ڪ. سڙلي ڍڪئو. (٥) خ. ايِيو
سارنگ سامهان- الخ. (٦) خ. 'جڏه وڏو آب اتور، تڏه-' الخ؛ ڪ. هاڻي وڏو آب اتور-
الخ. هيءَ بيت ظ ڊ ۾ ڪولهي.

راضي ٿيو الله، عالم آسودو ٿيو.

[٥] وَسُ، ۾ ويرم لاءِ، آءٌ او هيرا آسري
رهي نه رتيءَ جيتري، ويچارن ٻي واهه
تسياريون تو لاءِ، آيُون پُڇن پهيڙا(١).

[٦] وَرِي ڪيڙي وَرِ، مُندائتين مينهڙين
سُک وَسائي سِنڌڙي، ٿهلِي چڙهيو ٿر
سيّد سڪايل جي، قاسم! لڏي ڪر
گهاڻو گهرو گهر، وڻو آب آگُونڌَرو(٢).

[٧] اُتر ڪون تي آئيو، ميگهه موچاريءَ وير
ٻڌائين ٻاجهه پئي، ٻلائيءَ جا پير(٣)
هادي هدايت جو، وڏو سَڏُ سوير
سُڪا ڏهر ساوا ٿيا، جڏ پرين پاڻا پير
مهدي مِير مَتير، قاسم! قحط وڃيو(٤).

## وائي*

جَهجها ڏيج جُهار، پانڌي پرينءَ رسول ڪي

---

(١) هيءَ بيت فقط ظ ۾ آهي (٢) هي بيت خ ظ د ۾ ڪونهي (٣) اصل. 'ٻلائي جو پير'
(٤) هي بيت فقط خ ۾ آهي.
* هيءَ وائي 'مولود' جي عنوان سان فقط خ ۾ ڏنل آهي.

جهجها ڏيجِ جُـهَار، هيجان عالم جي آذار کي

٠١ آجو ڪريو احمدا! عاصِي ڪوُن آزار

٠٢ سَگُ پنهنجو سيّدا! تون تان وارث! ڪيم وسار

٠٣ قاسم جِي ڪَونَيْن ۾، سيّد! لهج سار



# سر ڪيڏارو

## فصل پهريون

[١] شُجاع! نيڪ صَلاح، وَٺُ تہ ويرِي نہ پسَين
جاڙي هيڪ اللّٰه، قلم جنهن جي هٿ ۾[١].

[٢] شُجاع! سِنڌ ۾ ويه، اوڏا اڏي نِجُهرا
هيءَ تَنِي جو ڏيه، حامي حيدر جن جو.

[٣] شُجاع! ويهُ ۾ سِنڌ، اوڏا اڏي نِجُهرا
هتي راوَتَ رِند، وَتَنِ قلعي ڪوڏئا[٢].

[٤] اچي آجُ اميرَ، ڪَرڙيءَ خيمان ڪوڙيا
پيچِي پيڙا نہ ٿيا، مَهندِ نہ آيا مِيرَ
ڏنو سِرُ سُڌيرَ، مُرتضيٰ ميدان ۾.

[٥] ڪَرڙِي ڪائِي رَت، پَت نہ وجهي وات ۾
پِڙ ۾ پهلوانن جِي، وِيتِي پِرَڪي پَت
جَنِي نيڻ نِست، نينهن نہ لائِي تَن سين.

---

(١) خ ڪ. هڪ الله (٢) ظ. ڪيلي ڪوڏئا.

[٦] ڪَرڙي ڪائي ماه، پيئي رت پيالِيُون
ويئي سَڏِي شاه، جو ڏيندو سرُ ڏياچَ جانْ.

[٧] ڪَرڙيءَ ڪُپِن پير، تہ مون وَڏو وَسُ ڪئو
ڪوڙين پِڳا ڪيترا، ٻُڏِي ڏَنگَ دلير(١)
وڏو سُجي وير، ڪنهن پرَ ڪَهي ڪاڏيان(٢).

[٨] ڪُونڊَ قلعي جا ڪوڏيا، نُونڊَ نَچَندا پِسُ(٣)
چِڙي تَنِ تَرسُ، پَلِٽيو شاهُ پِٺاڻَ تي.

[٩] ڪُونڊ قلعي جا ڪوڏيا، ڪانئين مور نہ ڪَن(٤)
ايندي لاڏو آسرو، توڙئون مَٺان تَن
جوڳَ مڃائي جَنِ، پوکَ پچندي تَنِ جي.

[١٠] پِرهَ جهلَندا پِسَ، عَلَمَ - طَوق آمير جا
دَڙَ ڏَرتيين گَڏِيا، لوڏُون لُڇِنِ لَسَ(٥)
حُورُون پائي هَس، اچِي ويئيون اوڏڙيون.

[١١] ڪَري پوهُ پٺاڻ، اچِي پئو اوچتو
دؤڙِيا لکَ درياهَ ڏي، تارُو رِکي تاڻ

(١) ظ ڪ. ٻَڏي دلگ دلير؛ ش. ٻُڏي دنگ دلير. (٢) خ. ڪاڻيا (٣) خ. ڪُونڊ ڪلي جا ڪوڏيا- الخ؛ ڪ ش. ڪونر ڪلي جا ڪوڏيا- الخ. (٤) خ. ڪونڊ ڪلي جا ڪوڏيا- الخ؛ ش. ڪؤنر قلعي جا ڪوڏيا- الخ. (٥) ظ. ڏڙ ڏڙ' گڏئا- الخ؛ ش. ڏڙ ڏرتي گڏيا- الخ.

جنهن مرتضيٰ سين ماڻ، سو راهَ پرينديو رُڪَ جي.

[۱۲] مَتي آرَڻَ آج، ڪُونڌَ ڪُڌندي آئيا
پِڙ ۾ پهلوانن ڪِي، لُڏڻ ڏي نہ لَڄ
پيتُو وِڄن پَڄ، سائُو تِين سامُهان.

[۱۳] پِڙَ ۾ پوَڙيءَ رَنگَ، ماڻجهين رَتا مولهيا(۱)
تَريا رت تُرنگَ، رڻ ۾ راماڻا ڪَري.

[۱۴] ڪتاري ۽ ڪاتَ، مَنَ مُرادون پُنيُون
رَتَ پَريائون واتَ، ماڻجهين هڏ مُچائيا(۲).

[۱۵] هَلو مَلهو ماڻجهيا! ويريين وَڌُون وير(۳)
جيئڻ تورا ڏينهڙا، پوء ڳٽبا پير
تيندو سَڏُ سوير، صُبحِ شهيدَن ڪِي.

[۱۶] سُجاتائون سَڏ، جِيءُ جِيءُ ڪري اُٿيا
غازِي تيندا گڏ، آمُلَ عَلي شاه سين(۴).

---

(۱) خ ش. پوري رنگ؛ ظ. پون ري رنگ؛ ک. پوڙي رلگ. (۲) ظ. 'رت پرايئون وات، ماڻجهين هڏ مچاپا'؛ ک. 'رت پر آئي وات، ماڻجهين هڏ مچائيا'؛ خ. مچايا؛ ش. مچائيا.
(۳) خ ک ش. ويريين وڌو وير؛ خ جي بي پڙهڻي 'وڙهي وڌو وير'؛ ظ. ويريين وڌون وير.
(۴) ک ش. امل شاه علي سين.

## فصل پهريون

[۱] سو مَر مَرڪي مِيرُ، مَلُ جَنهين جو مُرتضيٰ
دَ ٻائي دشمن کي، ڪَنڌَ ۾ ڪوڙي ڪيرُ
هادي هَمه گيرُ، هٽي ڪُند هَٽِن سانْ (۱).

[۲] مُرتضيٰ جي مَنَ ۾، وِڙهڻ جي وائي
شجاع سالم سنگتي، ساڻس سپاهي
قضا الاهي، آئي سَرَ اميرَ جي.

[۳] سويُون سِرُ گُهرنِ، سِرَ ري سوين نہ سَپجي (۲)
سوينَ برابر سِسيون، توريان تانْ نہ تُرَنِ
جي هَنيڙي منجهہ هُرنِ، سي مُل مهانگا سُپرين.

[۴] سِسي لَٿي سوين، جي هُوندَ پايان پاندَ ۾
هي جَڳُ سودو لوين، هو پُڻ گهوريو گهوريان.

[۵] سؤ سِسينِ ڏيئي، وَڪ ونجي هيڪَڙي
جنهن نيزي سِر نيئي، مَرڪايو ميدان ۾.

[۶] رڻَ ۾ مَتي راند، اَڄُ آگهوري آئيا
ڪُونڌنِ ڪُلها گڏيا، پاسي ٿي پَسماند!

---

(۱) خ. هٽي ڪنڌ هٽن سان؛ ط. هٽي ڪنڌ هٽن سان. (۲) ڪ ش. سوين نہ پسجي.

چمڪيون چٹني پاند، متي سر سَرواهيُون (١) .

[٧] هيءَ گُل گولي شاهَ، پَرکا ڪارڻ پوڪئو
ڪندو سنجهه صُباحَ، مقابلو ميدان ۾ .

[٨] مَرڪاياڻون سيرُ، پَٽ پاريائون پانهجي
اهڙو مَردُ مُنيرُ، گهرِ سَياڳِي سَپَجي (٢) .

[٩] وڙهه وڙهندن ساڻ، هيٺِي هَڻُ مَ هٿڙا
ڪُڌائي ڪَيڪاڻُ، غازي! مار غَنيمَ کي (٣) .

[١٠] مُچَڻ مَتِي هٿڙا، رَتَ پَڪُليا وار
چِٽا دَسَ دَيُون ڪرِي، گڙيا گُرز غُبار
آچِي اُڙد آميرَ تي، اُلٽيا انڌوڪار (٤)
چُونڊ يو چٽني پار، ٿو ياڳا پيچين ڪان وَٺي .

[١١] هٿين، چڪين، ڪاتيين، وڙهج ويريءَ ساڻ
پهرين مارج پاڻ، تہ سوبَ مِلي ئي سُتري (٥) .

[١٢] ڪَنارو مَ ڪَيُ، ويريءَ جي وُجودَ مان
وَڍئو وينو وَڍُ، اُنڍو وجهي آڳرا(٦).

---

(١) ش. چمڪيون چنبي پاند- الخ. (٢) ش. پسجي. (٣) خ ڪ. غليم کي. (٤) خ ظ ڪ. الٽيا اندوه ڪار. (٥) خ. سوبي ملي ستري. (٦) ظ. اونڊو وجهي؛ ڪ. ان داو وجهي.

[۱۳] جانْ جانْ جهيڙو نہ ڪَري، تانْ تانْ ناهہ سُک
وَڏئو ويريءَ آگرا، پُڄئو لاهي بُک (۱)
راوَتَ هٿان رُڪ، رَت ۾ راماڻا ڪَري (۲).

[۱۴] هَڻُ ڪناري ڪات، وِيرِي وِيرَم نہ سَهي (۳)
مَڃُڻ ڪا مَصلحات، ڪانئرُ وِجهيئي ڪَن تي.

[۱۵] ڪانئرَ سَندي، ڪَن تي ٻولي هَڏَ م ڀنڊ
مَرُ تہ موچارو ٿئين، هيءَ نہ موڙڻ مُنڊ (۴)
ڪَڄَن مَنجهان ڪُنڊ، پَٽِي ڪَي پناڻ ڪي.

[۱۶] ڀَڄُ مَ ڀيچين ڪاءِ، ڀاءِ پانجاري اَنِ سان
مَڃُڻ تُنهنجي ماءِ، مُنهن مٿاهون نہ ڪٿي.

[۱۷] ڀَڄي ٻَڄُ مَ ڪانڌ! مَرُ تہ ماناتِي ٿيان
تو سيڱا تو سَجا، رڻ ۾ رَمَـنِ راند (۵)
تو سِرَ سَوَڙ پاند، آءٌ ڪيئن اوڍي سُمهَان!

[۱۸] جي تون ڀڄي آئيين، تہ اوڏو مون مَ آچُ
تو ڳَلِ ڏِيان ٻانهڙِي، ڪُرَ ڪي لايان ڪَچُ

---

(۱) خ. پڄئو لاءِ بک; ظ. پَڄئو لاءِ بک; ڪ. پڄيو لاءِ بک; ش. پُڄيو لاهي بک (۲) ڪ ش. رڻ ۾ راماڻا ڪري. (۳) خ ڪ. وير نہ سهي. (۴) ظ. جي ٻي پڙهڻي: 'هيءَ نہ موڙڻ هنڌ'.
(۵) خ. تو سڱا تو سرتا; ظ. تو سيڱا تو سجا; ڪ ش. تو سرتا تو سجا.

مون سُهائي سَچُ، ڪُوڙيون ڪانڌن ڪوڏيُون(۱).

[۱۹] جي تون پڇي آئيين، تہ آءٌ تنهنجي پيڻ (۲)
نَت تُنهنجي نَڪَ ۾، وجهان ڏيئي وِيڻ
توڏي ڪٺان نيڻ، تہ ڪَر پَسان پُٽَ ڏي (۳).

[۲۰] جي تون پڇي آئيين، تان تون ڪانڌ مَ ڪُڇُ
ويهُہ ڪُوڙائي ڪوڏَ سين، مادَر جهوليءَ مڇُ
جا ڏاڙهي پَڪيءَ پُڇُ، سا ڪُونْڌ تہ ڪاڏي اُجري(۴).

[۲۱] ڪاڏي ڪُٽي صاف ٿِي، چِٽ چِٽائي مانگ
تو سِرَ چَڙهي نانگ، تہ مون منهن مٺاهون ٿئي.

## فصل ڏيون

[۱] مونيا مادَرزاد، پُٽَ پِيَنِ جا رانْئيا
وٺا وِساري نڪري، يارُ نہ ڪيائون ياد
سَندو سوبِ سواد، سَرفروشَنِ سَپِجي.

[۲] هٿان حيدرشاه، سبق شجاعي سکيا
مَٿي آئي مامِري، ٻِي نہ ڪندا ڪا
جيڪا رَبّ رضا، سا ڪُونَرَ قبولي هَلِيا.

(۱) ڪ. ڪوڙي ڪانڌ نہ ڪوڏيون؛ هي بيت د ۾ ڪونهي. (۲) اصل. 'پڇي آئين' (۳) ش. تہ ڪر پسان پنهنجي پيءُ ڏي. (۴) خ. سا ڪونڌ تا ڪاڏي اجري.

[٣] سُورهَ سَندي سِرَ تي، سسيءَ سَندو بار
جي تُري تَن ترار، تہ حق ادا ٿئو اُنَ تان (١).

[٤] چَپي تيرَ تُرَنگ، پِڙَ ۾ پاهورا ڪَري
جُهلون رَت جَهپيليُون، ڪيائون سنج سُرَنگ،
دَعوىٰ - دار درنگ، ڪُٺا شاهَ ڪَٽارَ سين.

[٥] مَري ذات مَريءَ جي، تنهن ڪُوءِ ڏجي ڪينه (٢)
ظاهر بُتُ بَشَر جو، سيني اندر شينه
تَني چاڙهي چِينه، ڪَلنگيون جَن ڪَپارَ ۾.

[٦] ڪَلنگيون جَن ڪپارَ ۾، پائي تَن پرک
هَٽي هٽُ هاٿيءَ ڪي، ٻي سيپ مهندان مَک
ويا آڏاٿي ڪَک، پِڙَ تان پاهَڻُ نہ چُري.

[٧] مَرَڻُ ٿئو مَرڪُ، جيئَڻ جُنيرو ڪَري
جي ڪندا تَنَ تَرڪُ، سوڀَ سَرندي تَن ڪي.

[٨] پاڪَر اوڍِ مَ تَن تي، آڏي جهَل مَ اوٽَ
ڪوڙين آڏاڪوٽَ، تہ پُڻ ڪانُ قضا جو نہ گُسي (٣).

---

(١) **ش.** جئن تري تن ترار - الخ . (٢) **خ.** مري ذات مريجي، تهکوُ ڏجي ڪيڻ؛ **ظ.** مَرَي ذات مَرِ يجِي، تهکون ڏجي ڪيڻ؛ **ڪ.** مري ذات مري جي تهکوُن ڏجي ڪيه؛ **د.** مري ذات مريجي تهکوُ ڏجي ڪيه؛ **ش.** مري ذات مري جي، تنهن کون ڏجين ڪيئن. (٣) اصل. توڙي ڪوڙين آڏا؛ **خ.** تہ بي ڪان - الخ؛ **ظ** تہ پي؛ **ڪ ش.** تہ پڻ.

[٩] تَنُ تَوَڪّل پاڪرِئو، پاڪَر هَڏِ مَ پا
سينو سِپَر سامُهون، آڏو ڏيندو آ
سَندي ربّ رضا، مَج تہ مٿاهون ٿئين.

[١٠] رِڻُ، راوَت ۽ رُڪَ، ڏيئي پَرتا پاڻَ ۾
پيتائون، پُر ٿيا، منجهان سَيف سُرڪَ
تيمورِي تُرڪَ، هاجو ڪَرِي هَليا.

[١١] هاجو ڪَرِي هَليا، تيسو شاهُ شهيد
روزو چِٽو رِڻَ ۾، اڳيئون آينِ عِيد
مُرشد ۽ مريد، هردوئِي هيڪُ ٿيا.

[١٢] ڳائو ڳِجهَہ نہ ڪاء، ماهِي ماس نہ هيرِئين (١)
تَنِي ڪي واجهاء، ڪَلنگيُون جَن ڪپار ۾ (٢).

[١٣] ڳِجهُون ڳاڙهي واتِ، مون لَمَندي ڏٺيُون
جيڪُس مانجهي ماريا، رِڻَ ۾ پيئِنِ راتِ
پُڪارُون پرياتِ، ٻُڌمِ پانهيارِنِ جُون.

## وائي

اچي عَلِي شِير، ماريندو هاڏي معاويي جائي ڪي (٣)

---

(١) خ. نهيرڱ؛ ظ. نہ هيرڱ؛ ڪ. ا، هيرئُون. (٢) هيءُ بيت شاهجي رسالي (ممبئي ڇاپو، سرڪيڏارو داستان - ٦) ۾ پڻ ڏنل آهي. (٣) اصل. اچي علي شير شهيد، ماريندو هاڏي معاويي جائي ڪي.

۰۱ حَسن مِير حسين جا، وِيرُ وڻندڙو وِير

۰۲ مارِيندو مردود کي، دَم نہ کندڙو دِير

۰۳ آءٌ پڻ وِڙهيس اُن سين، جي هُوندَ هُئڙا هِير

۰۴ هلو مَلهو مانجهيا! پوءِ گڏبا پِير

۰۵ عَليءَ سندا پُٽڙا، قاسم مارِي کِيرا



# سر سسئي

## فصل پهريون

[١] ڪيچي يار ڪيوم، پريون ساڪن سپرين (١)
اڳ نہ واقف اُنَ جي، نہ سو ڏيہُ ڏٺومِ
سو تان هِتِ سَرئومِ، جو هُت لِکيو لوحَ ۾.

[٢] نڪا قاسم 'ڪُنْ' هئي، نڪا جوڙ جَبار (٢)
نڪو جِنُّ مَلَڪ هو، نڪا طَيرُ تَوار
نڪو اپ زَمِينَ هو، نڪو باد بُخار
نڪو لوحُ قلم هو، نڪا ٻي پچار
آنامِنْ نُورِاللّٰہ وڪُلُّ شَيءٍ مِنْ نُورِہ، صحي سِت سنيار
مون سَڳُ ساتَ ڏٺيءَ سان، هو تڏهانڪون تڪرار
پاروچو پيهار، پيڙو تِيمِ پنيور ۾.

[٣] نڪا 'ڪُنْ فَيڪُونْ' هئي، نڪا هاءَ نہ هُوءَ (٣)

---

(١) خ. ڪيچي يار ڪئوم- الخ. (٢) خ ڪ د ش. نڪا قاسم 'ڪُنْنْف' هئي- الخ. (٣) خ د ڪ. نڪو 'ڪن فيڪون' هو- الخ.

ذکو رنگ نہ روپ ھو، نکا بَشر بُوءِ
ڏي ڏولا ڏوليون ڪري، ربّ اُپاريا روح
پنھون پھرين صف ۾، مادر ڏ ڏو مونھ
سات ڏٿيءَ جي سُونھ، قاسم قَلب نوازِيو (١).

[٤] ڪيچان ڪيچي آئيا، رَتا مولَھ مَٽنِ
پيچ پَٽڪنِ واڻوانْ، جڙيا جوبَ جَتَنِ
ٻاروچا معذوريون، کُھندي کھل نہ ڪَنِ
ٻُغدي ٻَلوچَنِ، ڏاڙي ڪارڻ ڏاريا.

[٥] گونڙا گَوُنَرَ گُلنِ جانْ، اوٺي آنبَ وَرَنّ (٢)
سَروانْ سُوڏا سُپرينِ، سالُون ساوا پَنّ (٣)
سَھسينِ سُنبل موھِيَا، ڪاڪُل ڪيچيئڙنّ
پَسِي سُونھن سُوار جي، منھنجو موھيو مَنّ
قاسم اُوءِ اچنّ، آ ڏي ڏوريان جن ڪي (٤).

[٦] گونڙا گَوُنَرَ گُلن جانْ، جُھلن جھاپا جھورَ (٥)
ٻاڌھوڏا ٻانْھُنِ ۾، منجھنِ موتين مورَ
چانگا ڪٽي چورَ، هليا هوت پنھونءَ ڪي.

---

(١) خ د ڪ. قاسم قلب نوازيا. (٢) اصل. 'گورا گور گلن جا'- الخ. (٣) خ ڪ. سروا سوڏا- الخ . (٤) ظ. اللہ اوءَ اچن - الخ. (٥) اصل. گورا گور گلن جا; ش. جھُلن جا جھاپور.

[٧] جُهلُون جهاپا پاڻهُنا، ڳاڻا ڳِل سُونهنّ (١)
ڀِگَ جهيڻا، کَند وِنگڙا، ڪاڇَنِ ڪُنڍيا ڪَنّ
ڇَپيو پاڻَنِ پَنّ، تا اوڻي چڙهن اُنّ تي.

[٨] مِينا رنگ مُغيلِيُون، موتين جوڙ مهار (٢)
مَهري ڏُونر مُقِيس جا، ڪِڙيا ڪنڊهار (٣)
سونَهرِيُون هٿ ساٿِيين، جَنْبيا جَهوردار (٤)
مُنهن مهتابئون اڳرو، صورت جوت سوار
قاسم نورِي ڪپڙا، دُولَهه سِر دَستار
آرياڻِي اَنَ پار، آنْ ڪو ڏنو اوڻيا (٥)!

[٩] نـعـمَالـجَـمَـل اوڻِيين، مَٿِ راڪبَ خُوب
قاسم! سُونهنِ ڪيچِيين، جُبا ڳِل عَجُوب (٦)
مَـيـا ۽ محبوب، ويا لتاڙِي لَڪيُون (٧).

[١٠] نـعْـمَ نَڪ ناڪيلِيُون، راڪب رنگ گُلاب
سَرديِر سات ڏَڏيءَ جي، ڏِني سونهن ثواب
آسُونهِينِ عذاب، قاسم لا تا ڪيچِيين (٨).

---

(١) ڪ د ش. جهلون جهاپونا پاڻهن ۾- الخ. (٢) خ. مينا رنگ موگيليون- الخ؛ د ڪ ش. مغيليون؛ د. موتين جهوڙ مهار. (٣) د ڪ ش. مهري؛ خ مَيهي. (٤) ش. جڙيا جوهردار. (٥) ش. آن ڪي ڏنا اوڻيا؛ هي بيت ظ ۾ ڪولهي. (٦) اصل. جبا گل عجوب. (٧) هي بيت ظ ۾ ڪولهي. (٨) هي بيت ظ ۾ ڪونهي.

[١١] نِعمُ نالو سچٽين، نِعمَ سَندُن نيڻَ
نِعمُ نينهن پنهونءَ جو، نعم سَرِيُم سيڻَ
ويتر نِعمُ ويڻَ، قافَ نِعمَ کيچِيين[١].

[١٢] نِعمُ نالو سچٽين، نِعمَ نيڻَ سَندان
پيدا ٿيو پنهونءَ جي، منجهان جوت جهان
وَ ماَ آرْسَلْنَاڪَ اِلاّ رَحْمَةً لّلْعٰلَمِيْنَ، ضعيفنِ ضمان
جهڙُس گهاڙُو نہ گهڙيو، ڪو ڏُران منجهہ ڏُڪان[٢]
داڙُو ڏيندو دان، سَڏي سَنگهر پَٽيين[٣].

واٽي -١*

ڀاروچا تہ ڀنيور، ڀاڻَ سُچاٽي آئياَ

٠١ مَٿان پِرين جِندَڙو، تان تون گهورئو گهور
٠٢ ڀاڏهي ڀاروچن جي، سَڳر ويٺڙي سور
٠٣ مَٿي چُنيءَ چِنڙا، پنهون ٿيڙم پور
٠٤ وڻ منجهان ٿي واسِيا، عطر ڏِين آتور
٠٥ ايندي لا ٿا اوٺئين، قاسم هِنيڙي هور

---

(١) ش. ڪاڪُل نِعم ڪيچِيين. هيءُ بيت ظ ۾ ڪونهي. (٢) ڪ. داڙو منجهہ ڏڪان.
(٣) هيءُ بيت ظ ۾ ڪونهي.
* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪاهوڙي' هيٺ ڏنل هئي جا هت آندي وئي آهي. ٠١ خ. تان تون گهورڙي گهور. ٠٢. ظ. سڳرو ويٺي سور.

## وائي - ٢

پُنهل پاڻَ سجاڻي، هوت پنهور ۾ آيو

٠١ پُنهلَ سندي پيرَ جي، خاڪ ڪتوريءَ هاڻي

٠٢ ڪامل ڏٺي ڪيچَ جو، آيِمَ سو آرياڻي

٠٣ ڪنديس ڪوهيارل سان، راتو ڏينهن رِهاڻي

٠٤ آءٌ جنهن جي آهيان، سوئي ٽيڙم ساڻي

٠٥ ٻولي ٻاروچن جي، قاسم ساهَ سيباڻي

## وائي-٣

سائڙو ٽِيمِ سجايو، مولي سو محب ملايو (١)

هوت پنهور ۾ آيو

٠١ آچو آچو جيڏيون! ڳاجَ سُهاڳي ڳايو (٢)

٠٢ هٿين پيرين مينڌڙي، عَطُر لڳن لايو

٠٣ پنهونءَ ڄاڄيڙن ڪي، خاصيءَ پَت ڪارايو

٠٤ لاڏونْ ڏيئي لاڏَ سين، پَڪي ۾ پَرڻايو

٠٥ سسئي قاسم ڪانڌ ڪي، رانئي رات ريجهايو

## وائي-٤

منهنجا آيا منجهه پنهور، لٿا هور، من مرادون پُنيُون

---

(١) ش. لاڙو ٽيم سجايو؛ ڪ. ساهه سائڙو ٽيم سجايو. (٢) ڪ. ڳاج سهاڳيون ڳايو.

٠١ ايندي ڪيڙي اوٺئين، عطر اوت آتور
٠٢ وَڻُ ڪٿوريءَ واسيا، تازڙي ڦُلن ڦور
٠٣ محبت سندي منَ ۾، ڇُري چور پچور (١)
٠٤ ڳالهيون هوت پُنهل سان، اوريو ويٺي اور (٢)
٠٥ گاڏر ڇپي گُلڙا، پنهون ٿئڙس پور
٠٦ مٿان پرينِ جندڙو، قاسم گهوريو گهور

فصل ٻيو

[١] ڪيچان ڪيچي آئيا، ويري وَٽڻ وير
ڏُنـم ٻاروچن جـو، ٻـوُ ٻِوارُون پير
مُندَ ڏُکوئي ڏير، پنهون نيندا پاڻ سان.

[٢] ڪيچان ڪيچي آئيا، ويري ٻئي وَرَنّ
ميا پنهنجي سام جي، ڪنهن سان ڳالهه نه ڪنّ
جيڪا اٿنِ منّ، پوري ڪندا پانهنجي (٣).

[٣] آڄ وٽندا وير، جي هوند ٻانيان جيڏيُون
پنهون نيندا پاڻ سان، دُوري دس دليِر (٤)
پاڻان پاسي پير، هوند نه ڇڏيم هيڪڙو.

(١) ظ. ڇري چوري چور. (٢) هيءَ مصرع فقط ظ ۾ آهي. (٣) ڪ. سا پوري ڪندا پانهنجي.
(٤) خ. دري دس دلير؛ ڏُرِي ڏَسَ؛ ڪ د ش. دوري دس. (ڏُرِي ڏُزَ ڊِلير؟)

[٤] هُونَدَ نہ چڏيمِ هيڪَڙو، پير پُراهون پَلَّ
پيِيَم ڪانہ پنهونءَ جِي، ڪَرَہ لَڏيندي ڪَلَّ
آرياڻي آجَهلَّ، وِيا لتاڙِي لَڪِيُون.

[٥] جيڻي ياد نہ ڪَنِّ، تہ ڪا آءٌ وسارِيان
هلا ن هاڙِي سامُهين، ٻيون ڏيئي ٻَنَّ
سَدا جندُ جَتَنِّ، پِيهانْ پورهيت چائِيان.

[٦] جيڻي ياد نہ ڪيائون، تہ ڪيهو ڏک ڏيرَن تي
سُتيس پير دِگها ڪري، آسارِي آئون
وهاڻِيءَ واهُون، ڏيان ڏونگر وَٽ ۾.

[٧] مون تان سَٻاجها سُئا، ٿيا آٻاجها آج
نين نٻاهن پاڻ سان، اِيءَ ٻاروچي لَج (١)
مُنڌَ ينپورانْ پِجَ، تان آرياڻِي اُتان لَهين.

[٨] جي جَتَ نہ چَوَن جِيْ، تہ آءٌ ڪا ٿيان آرهي
مِٽي ٻوڙِ ٻروچَ جي، ويتَر پيرا ويه
ٻولي وَٽي نہ ٻِي، جي مونکي چُونِ مولدَانْ (٢).

[٩] چِمانْ جَانْ گندانْ، هَلْڪُ رَوانْ ڙِي جيڏيُون

---

(١) ظ. نين لباهن؛ خ. نياهن؛ ڪ. نياهين؛ د. نياهي. (٢) اصل. معلدان.

گُوانْڪانْ گُـڏا پِـرَ لاءِ، قاسم تي قيام
ور ناهي وريـام، ٻـاروچا پنيورَ ۾.

[١٠] ووءِ ووءِ وَڃُ مَ سُپرين، هَئي هَئي هوتَ مَ هَلُ
نِنڊ اِزا ٻِيا مَئي گرا، پاسِي ڏيءِ مَ پَلُ(١)
جَتا! ڏيو مَ جَلُ، قُرِي هن فقير ڪِي.

[١١] ووءِ ووءِ وَڃ مَ سُپرين، هَئي هَئي هَلُ مَ هوت
واويلا سين وَڍيو، هنيڙو ٽئو ٻه پوت
جيءَ ۾ ٻِري جوت، قوڙائي فراق جي.

[١٢] ووءِ ووءِ وَڃڻ وايُون، ٻِل ٽَوٗ هوت ٻَلوچ(٢)
ڪَيِي هڻ مَ ڪَرهِي، قَمچِي منجهان ڪوچ
سنڌِي لَڪَنِ لوچ، مچڻ مُونهان نه ٽئِي.

[١٣] ووءِ ووءِ وَڃ مَ سُپرين، هَئي هَئي هَلُ مَ هاڻ
رَهه آچوڪي راتَڙِي، پنهون پاڻ سُڃاڻ
ٻالوڇَڻ ٻَنڌاڻ، هنيڙو ٻَڌو هوت سِين.

[١٤] ٻِل ٽَوٗ قاذا باتڙِي، دوشِي دوس وِيا(٣)

---

(١) اصل. 'ننڊ ازا ٻيا مينگرا'. (٢) خ. ٻلٽوٗ؛ ڪ. ٻلٽو؛ ظ. 'ووءِ ووءِ وڃڻ واريو، ٻلٽو هوت بلوچ'. (٣) خ. ٻل ٽوٗ فازوا ڪي دوشي دوش ويا'؛ ظ. 'ٻلٽو فاذوا ڪي، دوشي دوس ويا'؛ ڪ. 'فازاوان واتڙي، دوشي دوشي و يا'؛ د. 'ٻل ٽئو قازا واتري'؛ ش. 'ٻلٽو فازا باتڙي، دوشي دوش و يا'.

سِڻ تنهنجا سسئي، پَرِيُونءَ رات پِيا
قاسم تِيندينءِ ڪِيا، بانْگوا پِيڙِي سَڄَٽين!

[١٥] بل تُوَّ قاذا آنِ ڪي، دوشِي ويڙا دوشُ[(١)]
مَ ڪَنُونْ بانگوا باتڙي، رَمُ مَ روشِي روشُ[(٢)]
سندو جَتنِ جوشُ، مُنڌَ مارِيندو ڪڏهِين.

[١٦] نَنْڍ تہ ڏون نيڻ، وچڻ وارِ مَ سپرين
بِرَوْ قاذا باتڙي، واتان ڪَر مَ وِيڻ[(٣)]
سُورن ڪارڻ سيڻ، قاسم ڪِيڙا سسئي[(٤)].

## وائِي - ١ *

رَهو رَهو رات، هوتا! هلڻ جي مَ ڪريو
٠١ مون وٽ ويهي مَ ڪريو، موڏڻ جي مصلحات
٠٢ پاندُ ڳِچِيءَ، هَٿَ پَڳَڙِين، وِجهان جُتڙي وات
٠٣ مَيَنِ وچ مَ سُپرين، پَلا ٽيبو پرِيات
٠٤ مون جَهلِيندي نہ رهيا، ماءِ! زوراور ذات
٠٥ اچ چِتائِيْ اوٺئين، قاسمَ ڪيچَ قلات

(١) خ. 'بل ڌو فازوان ڪي'؛ ظ ش. 'بل ڌو فازوا ڪي'؛ ڪ. 'فازوان ڪي'. (٢) خ. 'مون ڪوُن پانگوا باتڙي'؛ ڪ. 'من گڏو بانگوا باتڙي'. (٣) 'برو فازان'؛ ظ. برو فاذا؛ ڪ. ڪيءِ م و يڻ. (٤) ظ. 'واري ڪيڙا سسئي'.
* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر گهاتو' هيٺ لکيل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

## وائي - ٢†

پيڙِي منجهہ پنيور، رَهو پاروچا راتڙي

١. ميڇڻ مُونهان نہ ٿئي، سَندِي ڏونگر ڏور

٢. مونکي ڇڏي سُپرين، آچ مَ سُورَ آتور

٣. تو پڇاڙان سُپرِين، هاڻ مارينَدِمِ هور

٤. ڳُجهان ڳجهيون ڳالهڙيون، آءٌ اوريندڙي اور

٥. تنهنجي قاسم سيدا! [اٿمِ] سک اتور (١)

## وائي - ٣*

لک پيلايون هوند پانئيان، پِريَمِ موڙ مَهار

١. رَهُہ اجوکي راتَڙِي، کرهل کيمَ قطار

٢. اڱڻ آسروند جي، واري اُٺ وهارِ

٣. نائِي ناگر وَلڙيون، ڏاگهن چاريان ڏار

٤. هٿين پيرين ڳل پاندڙا، پايان وات پيزار

٥. پانهي گولي آنهنجي، وارث کيم وسار

٦. کہ ۾ قاسم کارڻي، سيّد لهج سار

---

† هيءَ وائي اصل ۾ 'سر کاهوڙي' هيٺ لکيل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

(١) هيءَ مصرع فقط ک ۾ ڏنل آهي.

* هيءَ وائي ظ ۾ ڪانهي؛ خ ۾ فقط پهريون ٽي مصراعون ڏنل آهن؛ د ۾ پنج مصراعون آهن؛ ع فقط ک ۾ ناليءَ واري مصرع سميت سڄي وائي موجود آهي.

### وائي - ٤ †

اي تون ڀينر ڀورڙي، تيلهه پلڙو پائيئين پريان ڪون

٠١ تيلهه پلَڙو پائيئِن، ٻُنيانْ تـو نـه ٻـري
آنْ ڪي سُڌ نه سُور جِي، آءٌ تان جهوريس جهورڙي

٠٢ آئينْ جِي وَرَنِ واڳڙيون، وجو سپ وَرِي
مَرُمَرَان، مَرُمارِجان، آءٌ تان گهوريس گهورڙي

٠٣ جيڪا هُئڙن مَـنَ ۾، سائِي اُنِّ سَرِي
جيڏيون جاڙ جتن جي، ماںْ سانْ ڏيڙي نهڏورڙي

٠٤ قاسم ڪِينْ پريانِ جا، وڃن ڏپ ڏَري
هَٽي هٽ مَتَن ٿي، ڪِج هَٽي هٽي هورڙي

### فصل ٻيون

[١] ڪو جو لَڳُسِ ڪان، ڪيچين سَنديِ قُربَ جو(١)
مُٺيءَ سان مهمان، هاجو ڪري هليا (٢).

[٢] جيڪُس رُنا راتِ، مون ڪان مُنهنجا سُپرِين
ڪنهن سُٽائِي سچٽين، حاسد هيٺي ذاتِ (٣)

† هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ لکيل هئي جتان هت آندي وئي آهي، ظ ۾ هيءَ وائي ڏنل ڪانهي. ١. ڪ. 'تيلهه پلڙو نه پائيين، پيٽ پاتو نه پري'
(١) اصل. 'ڪيچين جي قرب جو'. (٢) خ ڪ د. مٺيءَ سان مزمان. الخ. (٣) خ ڪ د. 'هادس هيٺي ذات'؛ ظ. 'ڪنهه سٽائيِ سچٽين، حادث هيٺي ذات'.

پنهونءَ کي پريات، پائي پانڌ پهائيانْ ۔

[٣] سَنْهِيُوڙا سَرواڻ، اوٺين پُٽُ پلاڻيو (١)
اللّٰه! وَسي اوچتو، مِيَنَ سِرِ مهراڻ
تريون ترڪنِ تَنِ جون، پُسَنِ مانَ پلاڻ
انهيءَ پوه پرياڻ، قاسم مِلي ڪيچيين (٢).

[٤] پنهون پاراتو ڏيان، سُڄ ساڻَ ڏٽي!
اللّٰه شال عمر ڏِئي، توکي گهوٽَ گهٽي
جا تو ور وَڏي، سا مون ميجي سُپرين!

[٥] پنهون پاراتو ڏيان، سُڄ رَبّ سَتار!
جو مون پاروچو مجيو، تنهن وَڏي چامَ چمار
سوين گهوريان سَسُيُونْ، متان هوت هزار
وِنگو ٽِئي م وار، قاسم ڪيچ ڏٽيءَ جو.

[٦] پانڌِي چَئج پرينِ کي، قَدَمَ تيز ڪري
ڏوري ڏونگر وَٽَ م، جي ٽِي مُنڌَ مَري (٣)
تہ پنهون پير پِري، پڙهج جَنازو جبل م.

---

(١) خ. 'پٽہ پلاڻئو'؛ ظ. 'پَٽَ پلاڻئو'؛ ڪ د. 'پٽه پلاڻيو'. (٢) ڪ د. انهيءَ پهپرياڻ - الخ. (٣) ظ. جي ٽِي هٽ مري.

[٧] جَنازو جبل ۾، پُنهون پڙهي پاڻ
تہ کَر سيڻَنِ ساڻ، تِي هيڪاندي سَسئي.

[٨] ڏيرَ مَ وَڃو ڏُور، جَتا! جُدا مَ ٿيو
اوڏي پَسي اوڏڙا، نيڻَنِ نَري نُور
هيڪند منجهہ حضور، گڏ گذاريون ڏينهڙا.

[٩] هَلو مَ هوتا! وهو، وڃڻ نہ سَهانْ
وَڏي ڪاڪُل وَنگيان، بگ بَريْ بوتا (١)
ڪَلاتِي ڪو تا، پڇو ڏينهن پنيور ۾.

[١٠] سَهسين منتَ زارِيُون، لَڪ لَڪ پايان پاندَ
رَهو اڄوڪي راتڙِي، ڪَلاڻْداري ڪاندَ
ديوانِي دَرمانْدَ، ڏسي لاهي ڏُکڙا.

[١١] سَهسين مِنت زارِيُون، جانا ميِي نہ جَت
مونکي گُجهي مامَ جِي، اوڏي ڏيْن نہ آت
ڏنِمِ ڪَرْمُ ڪُمَت، راتِ نِدوري نَوْمَ جِي.

[١٢] روڪيان تانْ نَہ رَهَن، آڄُ اُمارو اوٺئين
سي تانْ سُورَ سَهَن، جَنِ مُسافر سُپرين (٢).

---

(١) خ ظ. وڏي ڪاڪل- الخ. ڪ د ش. وڏي ڪاڪل- الخ. (٢) ڪ د. سي ڏيون سور سهن - الخ.

[١٣] پِنيان ڪُنيان پارَ ڪٽان، لَنِي سَتُرَ لَجِ
وِجهان وارنِ وِچ ۾، سَندا چائيءَ چِچ
آياڳيءَ جو آچ، لالَڻُ لَڏي هَليو.

[١٤] ووء ووء! وِئڙا نِڪرِي، هاٿي هَٿَ هٽان (١)
پَبَ ۾ پنهونءَ جام جا، ڪُنڊِئو پير ڪَٽان
گَهڙي سورَ گهٽان، مون ڏي مُڪا سَچَٽين.

[١٥] ووء ووء! وِئڙا نڪري، هاٿي هٽان هَٿ
سُتيَسِ پيرَ ڏِکها ڪري، تيلاه وِيَمِ وَٽ
سُپيريان جي سَٽ، مُنڌَ اِلاهي! ميڙئين.

[١٦] اَچِ اوٺارن لَڏيو، صُبح سَنْبَهُ تون
اَڄُ هِي لاهِجِ آسِرو، مادر مٺان مون
جا پِؤ پِوارِنَ پُون، سو ڏِيهُ ڏورڻ آئيو (٢).

[١٧] اَچِ اوٺارن لَڏيو، صبح تو سعيو
سَفَرُ سافِرَنِ ڪِي، اوچتو آيو
مَهندِ ميڙائيو، موڙِي ڪو مَسَّ ٿئي (٣).

---

(١) ظ. ووء ووء ويا نڪري هاٿي هاٿي هٿ هٽان. (٢) خ د ظ ش. جا پيؤ پوارن پون - الخ؛ ڪ. جا پؤ پواري پون - الخ. (٣) خ. ماند ميڙائو - الخ؛ ش. محبت ميڙائو - الخ.

[١٨] مَهنڊ مِلان سڄڻين، تہ مون وڏو ڀاڳُ،
آيَل! آريچن جي، وَسِ نہ منهنجي واڳُ،
آڏيءَ ڏيئي آڳُ، هاڏو هاڙهي هَليا.

[١٩] آيَلَ! سُتِ نہ آنهنَ، جا لوري لائي سڄڻين
ڪيئن ڪريان، ڪيڏَهن وڃان، ڪنهن کي
ڏيان دانهن
مونکي جَهلي ڀانهن، ڀاريو هوتَ هٿن سان.

[٢٠] صَبر شُڪر واڙِي، آيَلَ! آڄِ مَ تُون
وِڃان وِتِ وِصالَ جي، ماءُ! نہ گُهرجي مُون
ڪانَ ڏانَ پيڙِي پُون، جانَ ڏان پيڙِي سڄڻين.

[٢١] صَبر ۽ شُڪر کي توڙِئُون تَرڪُ ڪيومِ
آرياڻيءَ سان اوچتو، آڇِي پُهُہ پيومِ
وَڍِي ماءَ! ويومِ، هِنيَڙو هوتُ هَٿن سان (١).

[٢٢] صَبر شڪر ميٺ، مون مُورانَ ئِي نہ وَٺي
بُکِئي چِڄِي جَندِڙو، ڍايَلُ کَنهِي پيٺ
جانَ هونديس پُونَ هيٺ، جان قاسم پيڙِي ڪيچِئين.

---

(١) خ ظ ڪ د. وِڍي ما ويومِ- الخ: ش. وِڍي ماهہ ويومِ- الخ.

## وائي - ١

کوهه جاڻان تان ڪيهي وو ڪيهي، جيجل اُن جي من ۾

١. رات سڄيائي ساڻَ سان، هوند وِهايم ويهي
٢. هوند نہ ڇڏي هَليا، ڏيرَ هُئڙمِ جي ڏيهي
٣. سُورَ پِريان جا سرتيون! پاڙي آيمِ پيهي
٤. ڏيلهہ ڏونگر ڏوريان، پرينءَ ڪِئُمِ پرڏيهي
٥. قاسم! قريبن جي، درد ڏُوٺيسِ ڏيهي

## وائي - ٢*

آيَلَ! مان پوري، جيجل! مان پوري
تون ڪِينءَ پَلٽ پائيين زوري

١. مادر ڪَل نہ مام جي، جا مون لڳڙي لوري
٢. منجهان سگهر ساٿ جي، شل مَ ڇڄي ڇوري (١)
٣. مٿي مارڳ سڄڻين، آءٌ مُيائي گهوري (٢)
٤. قاسم ڪيچ ڏڻين جي، آهي اصل ڪان ڏوري

## وائي - ٣

جيجل! جَهلَ مَ پاءِ، آيلَ! جَهلَ مَ پاءِ

---

* هيءَ وائي فقط ڪ ش ۾ آهي. ١. ڪ. مٿان سگهر ساٿ جي- الخ. ٢. ش. مٿان مارگ سڄڻين - الخ.

هوت هلندا، آءٌ نہ ويهندڙي

١. تيلهہ پلؤُ پائيين، سِڪَ نہ آئُي ساء

٢. جيجان! جوڳياڻي ٿيان، ڪَري ڪَيسَرِيا

٣. ڪَنين ڪُنرَ پائيان، لال ٻاروچي لاءِ

٤. اوٺين اُٺ پلاڻيا، جتنِ جاتيرا

٥. منهنجي ٻاروچَنِ ري، قاسم واه نہ ڪا

وائي - ٤

منهنجا هاڙهي هوت ويا، آيل ساء

آءٌ نہ وِهندڙي اُنِ ري

١. ڏور تہ ڏوريون اُن کي، هُوءَ جي هت هئا

٢. وڃي ڪيچ قراريا، جانبَ جوڙي جاء

٣. هوت مَنائي اڳيان، ڪنديس ڪين ٻيا

٤. قاسم ڪيچَ ڏٺينِ ري، جيئڻ مون نہ جُڳاء

## فصل چوٿون

[١] پُر، مَ پَنڌُ وِسار، وِرچي ويُهہ مَ سسئي!

مَري مُنڌَ ميار، لوچي لاهہ لَڪَنِ ۾.

---

١. ڪ. 'سڪ نہ آهي سا'.

[٢] لُڏُ مَ لَهرين ڪاءِ، ٻُڏُ مَ سُڪي ٻَٽَ ۾ (١)
نَحْنُ اَقْرب اِليه مِن حَبْلِ الْوَرِيْد، پِرِي پيرُ مَ پاءِ
آرِي ڏوسين آهه، سَڏان ويجهو سسئي.

[٣] وِرچِي مُنڌَ وَرانڍِ، اوري ڪِجُ مَ ڪيچ ڪان (٢)
تو مُنِيءَ تي ماڏِ، پَهَڻَ سندي پَنڌَ جي (٣).

[٤] سُهُه مَ سجِي رات، اوڳِي ڏِکَ مَ اڪيُون
تو جَنِي سان نِينهڙو، سِي زوراوَر ذات
پَچاڻان پِريات، سورَ ساڏِي سَسُئي (٤).

[٥] سُمهن سَڏَڙِيُون، سَچِيون سُورن واڳِيُون (٥)
پَر ۾ پنهونءَ جامَ جي، ٻولن ٻَڏَڙِيُون
جي ڏُڪن ڏَڏَڙِيُون، تَنِ رُونْدِي وِجي راتڙي (٦).

[٦] ڏُکَ نَہ ڏدڙِيُون، سُکَ سَڱيٽيُون جيڏيُون
آڏَ مان آڏَڙيُون، مون ڪان چِنِي سوٽيُون (٧).

[٧] سُتِينءَ پيرَ ڏِگها ڪري، ڏِنئِي تين ڏونگر (٨)

---

(١) خ. ١. لڏُ مَ لهرون ڪاءِ؛ ٢. لڏُ ۾ لحظو ڪاءِ؛ ظ. لڏُ مَ لهرو ڪاءِ؛ ڪ د ش. لڏُ مَ لرزو ڪاءِ. (٢) ڪ. ورچِي منڌ ورانڍ - الخ؛ خ. ڪيچ ڪوُن. (٣) ڪ. تو منيءَ تي ماڌِ - الخ. (٤) خ د ش. سور سهادي سسئي؛ ڪ. سور سهاديئي سسئي؛ ظ. سور ساڏِي سسئي. (٥) ش. سي نہ سورن واڳيون. (٦) ظ. تن رولديون وڃن راتڙيون. (٧) خ. مون ڪون چِنِي موٽيون. (٨) د. ڏنئي تي ڏونگر؛ ڪ ش. ڏنِي تي ڏونگر؛ ظ. ڏني ٿي ٿي ڏونگر.

ٻاروچاڻي سَڱَ تي، ڀوري! ڏي مَ پير

پاڄياڻُنِ پَرِ، سِڪُ تہ ملين سسئي! (١).

[٨] الـلّـهَ! آءُ اچنِ، جَنِي ڏورِي آهيَان

اُٺَ اوٺِي ٻگَ ٻودلا، ٻوتا شالَ ٻچَنِ

سَندي ساءَ سَچَنِ، مَرُجانُ ڏونگر ڏوريَان(٢).

[٩] ڏُوريان ڏُور وِيا، اڄ نہ اوڏا سُپرين(٣)

وڃي ڪيچِ ڪِيا، ماءِ! اوتارا اوٺئين.

[١٠] ماءَ! هوتاڻي هَٽَ، مَڇُڻ وِرهُ وهائيين

نہ سا تَڪ نہ تورَ ڪا، نَڪو وجهَن وَٽَ (٤)

آتورِي اُلَٽَ، ڏيئِي وِئَـڙا ڏُکَ جي (٥).

[١١] اڳ نہ سُونهين ڏَڳَ، ڀڳَ نہ پَـتَـرَ هيرُوانُ

سنئين واٽَ سَرڳِ، اللّٰه ڪِجُ آپوجهہ ڪي.

[١٢] آءٌ ايڏيائي آهيَان، سُورَ ساماٽا لَس

ڪيئَن ڪريان، ڪيڏنه وڃان، واڳ نہ منهنجي وَس

هِنيڙِي منجهہ هبَس، ڦوڙائي فراقَ جو (٦).

---

(١) ظ. 'ٻاڄيانڙن جي ٻر'؛ اصل. 'سِڪ تہ ملي سسئي'. (٢) ڪ ش. سندو ساه سچن - الخ.
(٣) د. ڏوريا ڏور ويا - الخ. (٤) ڪ ش. نہ سا تور نہ تڪ ڪا - الخ. (٥) ظ. 'آتورئو الٽ'.
(٦) خ د ڪ ش. هنيڙي منجهہ هبس - الخ؛ ظ. هينڙي منجهہ هنبس - الخ.

[١٣] آءٌ ايڏيائي آهيان، سُورَ وَڏي ٿيا وَڻ
مُنهانْ ماسو نہ کَڇِي، هوتنِ مُڪا مَڻ (١)
مُندَ! مُقادِي ڪڻ، جيڪينْ مُڪو سَڄَڻين.

[١٤] سَسئِي لَٿِي سول، پُونْدَءَ پَندُ پَهاڙَ جو (٢)
اڇِي موتُ قبول، تہ جئڙِي مِلِين جَت ڪي.

[١٥] هُو لَڏيا تون لَڏِ، آتَڻِ آڏِ مَ نجُهرو
آڏيو چڙِي گَڏِ، پنهنجو پاڻ پنهونءَ سان.

[١٦] ويهہ مَ، ڪَڇ وِڪَ، هَلُ تہ مِلين هوت ڪي
ڏکؤنچڙهندينءَ ڏِڪَ، سيَجپسنديِنءَ سسئي(٣).

[١٧] نيٺِين ڏِجُ مَ ننْڊَ، سُمهڻ گهوريو سسئي!
سَنْجَ ڪَشيائون، سَنْپِيا، آرياڻي آلْيَوْمَ
ڪَهل نہ پِرِي قومَ، ٻانيڻ ٻاروچنِ جي (٤).

[١٨] تون پـڻ سَنبهُ، سَنْپِيا ساٿِي سَوارا
قاسم ڪَرَه پِلاڻِيا، قَـد قُبِي ڪارا
مَعذورينِ مارا، سِيڻ ڪِيا تو سسئي!

(١) ش. موهان ماسو نہ ڪڇي- الخ. (٢) ظ. سسئي لٿو سول- الخ؛ د. مسئي لٿي سول، پوندو پند پهاڙ جوءُ. (٣) هِيءُ بيتظ ۾ ڪونهي. (٤) ظ د ڪ ش. ڪهل نہ پڙي قوم- الخ.

[١٩] تون پڻ سَنبَھَ، سَنبِيا، جَتَنِ جَپَ نہ ڪاء
آيا جنھين لاءِ، سا پُورِي ڪندا پاڌھنجي.

[٢٠] جَڳ، وِچان ٿي جَت، سِيڻ ڪِئا تو سسئي
مُنڌَ رُئندين‌ءَ رَت، تورِي گھٽي ڏينهڙين (١).

[٢١] اوٺِي ڪندا ايئَن، جي ھوندَ ڀانيم جيڏيون!
تہ ڪيچِين مُلا ڪيئَن، سرتيون!سور پرائيان (٢).

[٢٢] جَتَن ڪِيڙو جيئَن، آءٌ ڪا اھڙيائي ڪريان!
مُنھنجُون مرڻ سيئَن، ٻولُون ٻاروچَن سان (٣).

[٢٣] آجُ اوٺارن لَڏِيو، مونکي پَلَ مَ ڀاء
مورت ملڪ الموت جي، سامھين گڏيم ساء
ميڙائي جي ماء! سَمُنَ سَنگھر پَنئين (٤).

[٢٤] ووء ووء گَھرِ وڙَنِ، جن پاڻيان پَرِي نجھُرا (٥)
سي ڪيئَن ماندِ مڙَنِ، جي پيٽيان پيڙيون نہ ڏيون (٦).

**وائي -١***

هُوندَ نہ وِيڙا هوتَ، جي هوندَ جاڳيون اکڙيون (٧)

---

(١) ڪ. منڌ روئين رت- الخ. (٢) خ ظ د ڪ. 'تہ ڪيچي ملاقي'- الخ. (٣) ظ. ٻولون ٻروچن سان. ڪ. 'منھنجي مرڻ سيئن، ٻولي ٻاروچن سان'. (٤) خ. ميڙائو جي ماء- الخ؛ ظ. ميڙائو ماء- الخ؛ ش. سمن سگھر پنئين. (٥) خ ڪ د ش. 'ووء ووء گروڙن، جن پاڻيان پري نجھرا'؛ ظ. 'ووء ووء گروڙن، جن پايان پري نجھرا'. (٦) ظ. ڪئن سي ماند مڙن- الخ. ڪ. سي ڪي ماند مڙن- الخ. * ھيءَ وائي اصل ۾ 'سر گھاتو' ھيٺ ڏنل ھئي جتان ھت آندي وئي آھي. (٧) ڪ. هوند نہ ويڙھ هوت- الخ.

١. هاڙهي وندرُ وچ ۾، پاڻ نه تيڙس پوت

٢. جيڏيون! منهنجي جندڙي، جتن پارڙي جوت

٣. قاسم! ساڻوڻ سينهن‌جان، اکين آندڙي اوت (١)

**وائي - ٢*** 

اي ماءِ! پاروچاڻي ذات، مونکي ماريو رات †

١. کهڙا کنديِنءَ ڏکڙا، کيچين تي کمذات

٢. مولىٰ مونکي ميڙيين، جُنگنِ جي جمات

٣. کَرَه کُڏکون نه سُٽان، جي وِرُوهَن وات

٤. هوءَ نه نينِ پاڻ سان، توءَ تَنِي جي تات

٥. قاسم چوي کيچ ڏي، پرين ويا پرڀات

**وائي - ٣****

کهڙا کنديس ڏکڙا، جِيجَلِ ماءَ هوتان تي

١. ويا ويساهي نِکِرِي، ڏيئِي تَنِ تُکڙا

---

(١) **ش**. 'مينهن جيئن'.

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي. **د** ۾ هيءَ وائي ڪانهي. † **ظ**. 'اي پاروچاڻي ذات، منکي مارئو رات - اي ماءِ پاروچاڻي... ٢. **خ**. 'جهگن جي جمات'؛ **ڪ ش**. 'جنگن جي جمعات'. ٣. **خ ڪ**. 'ڪرهي ڪٺڪو نه سٽان جيڪس ويڙن وات'؛ **ظ**. 'ڪره ڪُوڪُن' نه سٽا جي وروهن وات'؛ **ش**. 'پيرين ڪٺڪو نه سٽان، جيڪس ويئڙن وات'. ٤. **ڪ**. 'هوئي نه نين پاڻ، توئي تني جي تات'؛ **خ**. 'هو نه نين پاڻ سان، توئي تني جي تات'؛ **ظ**. 'هو نه نين پاڻ سان، تو تني جي تات'.

** هيءَ وائي اصل ۾ 'سر رامڪلي' هيٺ ڏنل هئي جتان هت آندي وئي آهي.

۲. سُورَ سنپاهي سَڄَڻين، مون ڏي اڄُ مُڪڙا
۳. ويني ڳوڙها ڳاڙيان، سارِئـو آءٌ سُڪڙا
۴. دعويٰ سندا دوست سان، ڇارا سپ ڇُڪڙا
۵. قاسم قريبَنِ کي، سارِيو پِرِي سُڏڪڙا

**وائي - ۴***

پَسُ پنهنجا هوتَ پِيرِ پِرَي، پِيرِ پِرِي تو نہ سَرِي
۱. ڇَڏ سانگو، چڙهہ چوٽيين، تان تو سوپ سَرِي
۲. ووڙيندي وڻڪار ۾، مَرُ سا مُنڌ مَرِي
۳. وَڃِي پاهہ پرينِ کي، اکيون آب پِرِي
۴. قاسم چئي، ڪر ڳالهڙيون، لَڳِي هوت ڳَرِي

**وائي - ۵†**

هـاڙهي جـي هـوت کـي دِل سارِي
ساري ڪِينءَ وساري
۱. هيڏي شهر ڀنڀور ۾، پُنهل پِيُم پَناري
۲. آءٌ اوني ڪر ڳالهڙي، ايندا ڪِينُ اوتاري

---

* هيءَ وائي اصل ۾ سر ڪلياڻ هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.
۳. S. 'وڃي پاڻَ پرين کي، اکڙيون آب پري'.
† هيءَ وائي اصل ۾ سر ڪلياڻ هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

٠٣ ويو ٻاروچو نڪري، گهايل هت گهاري(١)
٠٤ قاسم چئي ڪيچ ڏي، وئڙا ڪره قطاري

## وائي - ٦ *

هوتان ڏي هت واڳ، دوستان ڏي هت واڳ
ميان ڏوه نہ ڪوئي

٠١ واڳ هوتان ڏي هتڙي، ڏاگهان آڇ نہ ڏوئي
٠٢ جنهن دَر پورهيت سسئي، نينڊا نال نہ سوئي
٠٣ قاسم ڪارڻ سڄڻين، چوڙيم سانگ سپوئي

## فصل ٻئون

[١] آڏيءَ اُڏاڻي، سسئي ٻـڌي سـنـڌرو
ڪُٺڪي ڪونجڙين جيئن، روهِ چڙهي راڙي
سَڳَر سُڄاڻي، هَلي هاڙهي سامُهين.

[٢] وَڃان تِي وَڪارَ، چِنو سَڳَ پنيورَ جو
مارڳ وَسَنِ ميِنهڙا، مِتان تِئي مَلارَ
تِرڪي تَڙَ اوتڙ تان، ڪِري مانَ قطارَ
مانَ وِرِمَن وِچَ ۾، اولاڻي اوٺارَ(٢)

---

(١) خ ۾ هيءَ مصرع ڪانهي.
* هيءَ وائي اصل ۾ سُر بيراڳ هندي' هيٺ ڏنل هئي، جتان نپائي هت آندي وئي آهي.
(٢) خ ڪ د. اولاڙي اوٺار؛ ظ. اولاڙين اوٺار.

سو پـه کر سَتار! جنهن پـه جُدا نہ ٿيان.

[٣] هَلو جي نہ هَلو، مون تان وڃڻ وارِئو
آنْ کي آريءَ ڄامَ جو، جيڏيون ناهِ جَلو
آنْهجو ٿئي پَلو، مونکي منع مَ ڪَرِهو[1].

[٤] آڄُ مَ اُلهُ سِڄ، تہ کو پُري پنڌ ڪريان[2]
پَهرَ لڪائي لِيْلَ جا، ڏينهن پنهنجي کي ڏج
ڪامَ لهڻ جي ڪِج، تہ سُورجَ مِلان سَڄڻين.

[٥] سِجُ لٿو، سانجهي ٿِي، مَتان وَري مِير
رِڻُ ۾ پيَرِ راتڙي، ڪيئَن پَسبو پير
آيـلَ! اِنَ آويِر، مونکي اڄ مُنجهائيو.

[٦] ساٿين چڙيو سانگ، پُڇن ڪيئَن پيادِيون[3]
ڏنائون سِر ڏونگرين، بَڏي بُوٽ ٻڙانگ
آءٌ ٿي چڙهان چوٽيِن، لانْچيو لَکن لانگ
گاذر لاءِ گَڙانگ، ماري مُکا سَڄڻين.

[٧] چانگن ٻَچيان چور، ڏيرن ٻَچيان ڏُکَنْدو
جني مونکي مارِيو، سي ڪيچ مَ رسن ڪور

(١) خ ظ. ڪريو. (٢) ش. ’ تہ پري کو پنڌ ڪريان‘ (٣) ڪ. پهچن ڪيئن پيادِيون.

هوند نہ ڏٺم هور، اڳي جي نہ ائين ٿيو (١).

[٨] جي مَهندِ آہ مُياس، پوءِ سنيوڙا سُپرين (٢)
سَڌر سُورَنِ وِچَ ۾، هُوند نہ هيئن هُياسِ
جيلهہ نَڪ نہ ناسَ، تيلهہ جِيان جيڏيون!

[٩] مَهندِ مَ مَرڻُ هوءِ، پوءِ مَ جِيان پِرين ري
سَببُ گُهران سوءِ، جيئن هلڻ هيڪاندو ٿئي (٣).

[١٠] آللّٰهَ آهيين تُونْ، اوڻين تان ايئن ڪيو
جيئڻ گهورئو جَتَ ري، مرڻ وَسُ نہ مُونْ
پيٽرِي ڪَري پُونْ، هوت نہ هاڙهي هَليا!

[١١] اي ڏَتو، پُون ڏامٽِي، ڏيل-گُدازو ڏينهن
قاسم! قدم پانهنجا، تيز آپاڙي تيئن
پهتي پنهونءَ سِيئَن، سَمن پوري سسئي.

[١٢] اي ڏَتو، پُون ڏامٽِي، سورج سِرِ ڪپارَ
اللّٰه! مَ لڳِي اُنِ جِي، ڪوسو واءُ قطارَ
اوٺي ۽ اوٺارَ، سون پرِنيا ربَّ کي (٤).

---

(١) ڪ. 'هوند ماريندم هور، اڳي جي ٿيو'؛ خ ظ د. اڳي جي ائين ٿيو؛ ش. 'اڳيئي جي ايءَ ٿيو'. (٢) ظ. مـَر مـَهند آہ مياس- الخ. (٣) خ ظ د. 'جي هلڻ هيڪاندو ٿئي'.
(٤) خ. پرنٿا.

[١٣] راتِ وِهامِي ڏينهن ٿيو، پِره چِنو پاند
وَرُ ڪوهيارا ڪانڌ! پورهيت پُنا ڏينهڙا.

[١٤] راتِ وِهامِي ڏينهن ٿيو، ڏُونگَر ڏَڪا ڪَنِ
تڪيو نَهارَنِ، قاسم مَرُهہ معذور جو (١).

[١٥] راتِ وِهامِي ڏينهن ٿيو، دَاڙُو ڪِجِ مَ دير
وَرُ ڪوهيارا ڪارِڻِي، تِي واهَرَ جِي وير
ڪانڌي ٿِيندمِ ڪير، قاسم ڪيچَ ڏڏيء ري.

## وائي - ١

ڪوه جاڻان ڪيهِي، وو ڏير نہ مون ڏيهي
ماءَ ٻاروچي مَنَ ۾

١. مَچِڻ ڪا مُنڊ ڪَرِي پِرِينَ پرڏيهِي
٢. سنجهي سات پلاڻُيو، وڃان مون ويهِي (٢)
٣. مونکي ڇڏي ڇَپَرِين، پَريُونءَ ويا پيهِي
٤. جَنِي پڪا اوڏڙا، سيڻَ ڪجن سيهِي(٣)
٥. قاسم ڪيائون پڌري، هئي جتن من جيهِي (٤)

---

(١) خ. تڪيو تهارَنِ؛ ظ د ش. تڪيو نَهارن؛ ڪ. تڪيو نَهاڙن. (٢) ش. سچڻ سات پلاڻُيو - الخ. (٣) خ ظ د. سيڻ ڪجن سيئي؛ ڪ. سيڻ ڪجن سيهي. (٤) هيء مصرع فقط ظ ش ۾ آهي؛ ش. 'جا قاسم جتن من ۾، سا پڌر ٿي پيئي'.

## وائي - ٢ *

پُنهَل! پَنڌُ پارِي، ڪيئن ڪَندي مُنڌَ ڪيچِيان

١. سا ڪيئن جيِي جيڏيون، مَيَن جا مارِي

٢. آڏا ڏونگر لَڪيُون، واڱِنِ تي وارِي

٣. ڏيرَ چڙهي ويا ڏونگرين، ڏِڪي هيءَ ڏارِي

٤. آهي آرِي جام جِي، وِڄُهلَ ويچارِي

٥. قاسمَ! ڪيچَ ڏٽين سان، ضَعيفِ زارِي

## وائي - ٣

چڙي هوتَ ۾ هَل، اي دوست جَت ميان!

آءٌ اوهان جي آهيان

١. اندرِ آريءَ جام جي، صورت ڪيَڙا سَل (١)

٢. پاروچاڻي ذات ڪان، جانَ پِرايا جَل

٣. اوڻي آرِي جام جا، جهليا ڏينِ نہ جَهل(٢)

٤. پنهون پاٽاريءَ ڪان، پاسي ٽيءَ ۾ پَل

٥. هوتَ هلندي ننبَ ۾، قاسم پئي نہ ڪَل

---

* هيءَ وائي اصل ۾ "سر گهاتو" هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

(١) ظ. 'سورن ڪيڙا سل'. (٢) خ. 'جهلڙا (جهلٽا) ڏين نہ جهل'.

## وائي - ۴

پريمر! مون من تو رِي، جهورِي جهورڙي رانئيو (١)

١. پيرين آنْ نہ پُڄڻي، آءَ آرياڻي اورِي

٢. پَسِي پاهڻ پبَ جا، هَنيَڙو پيو منجهہ هورِي

٣. چِنا مون نا چِڙيا، ظاهر وِيَڙا زورِي

۴. مٿان پرينِ جندڙو، گهور نہ جاتمر گهورِي

٥. قاسمر قريبن جا، وينڙي سَڳَرَ سورِي

## فصل ڇهون

[١] اُڀِي پُڇِي ڏَسَ، سسئي واٽ وٺن کان

گهوٽ گهرِنْديءَ مَسَ، آنْکو ڏٺو ساٿَ سان (٢).

[٢] دايون پُڇن دَڳَ، ٻايُون پاسِ ٻروچَ جِي (٣)

سنئين واٽ سَرَڳَ، مَنَ قاسمر مِلان کيچِيين.

[٣] اُپاڙيو آسُونْهَنْ، کَڍِي پار پنهونءَ جا (۴)

قوڙائي فراق جِي، وَنڊِي مُنڊَ وِرونْهَنَ

سندي پنهونءَ سونهن، قاسمر کُنيون کيتريون.

---

(١) خ جي ٻي پڙهڻي "لالن مون من توري - الخ"؛ هيءَ وائي فقط خ ۾ آهي. (٢) خ. 'گوٽ گڙدي مس"؛ ظ. 'گوٽ گِرَدِي مَس"؛ د ڪ. 'گوٽ گردي مس'؛ ش. 'گهوٽ گڙدي مس'. (٣) خ. ٻروچ کي؛ ظ. 'ٻاني ٻاس ٻروچ جي'. (۴) خ. 'اوپاڙيو سون'؛ ڪ د ش. 'اوپاڙيو سورن'. ظ ۾ هيءَ بيت ڪونهي.

[٤] ڦهرئين ڦَهُر پنهونءَ جا، گاڏَر پُڄي گَسَ
ڀِيهرن ڀَروچَ جا، ڏونگر ڏنا ڏَسَ
ٺِئي ڦهر ڦرين جي، وڙڙي رَسي وَسَ
چکيائين چَوڏول ۾، چوٽين ڦَهر چَسَ
قاسم لَٿا ڪَسَ، ڦوڙائي فراق جا.

[٥] آنْ ڪو ڏِنو ساٽ سان، تان مون ڏَسُ ڏِهو
مَعذوريون مارِينِ جي، ساٽِسِ توڏَ ٿهو (١)
سُورَنِ ساڻ سِهو، اچي ٽِڻڙِم اوچتو.

[٦] سُورَ نہ سُڄاڻان، ڪوه ڄاڻان تان ڪير هئا
گهڙي آيا گهٽَ ۾، ڀَريندي پاڻان
پنهونءَ پُڄاڻان، سِينڌا تِيَڙِم سَرتيُون.

[٧] سِڄ ڪَيندي ڪَنڙِي، مون ڪيندي پار
ڦِٽو اڄ فقير جو، قاسم مَنَ قَرار
جا وَئي ڪالهہ قطار، آءٌ اوساريان اُنَ لاءِ.

[٨] آرِي مون اراوحُ، تَنَ جُدائي مَ ٿِئي
ويهي رات وَڍي ويا، ساٿي منهنجو ساهُ (٢)

---

(١) د. 'سانس تو ڏنو'؛ ڪ. 'ساٽس توڏ ... تو'؛ ش. ساٽس تو ڏنو. (٢) ظ. 'ويهي رات وڍيو، ساٿين منهنجو ساهہ'.

مُرن ڪارڻ ماھُ، قاسم چڙيو ڪيچيين.

[٩] اوجَل پِڳو آجُ، منهن مونگهت ناهہ ڪو(١)
سندو سيج سَهَجُ، ويچاريءَ وڃائيو.

[١٠] ڏائي نِيا ڏُور، جيڏا جَهل جَتنِ ڪي (٢)
مِرگهہ مالارو تِئي، نَدِي پاڻي پُور (٣)
دائِي اِنَ دستور، مَنَ قاسم مِلي ڪيچيين (٤).

[١١] ڏائي ڏُورِ نيا، جِيڏا جَهلِ جَتنِ ڪي
مَالارِي مَينِ ڪي، اچي سانَ اڳيا
اِن سُڳڻ جي سَببا، قاسم مِلان ڪيچيين.

[١٢] جِتَن جِتَن ڪريان سَڏَ، تِتَن تِتَن وِجنِ تَڪڙا
ڪنهن پَرِ تِيان گَڏَ، آيل! پاروچنِ سان.

[١٣] جتَن جتَن سَڏَ سُڻِينِ، تِتَن تِتَن وِجن تَڪڙا
اونِي مِتَ نہ تِينِ، جي مارِي معذورينِ جا.

[١٤] ڳاڙهي ۾ ڳاڙهو، ساوَجُ ڪُنو سَسئي
دَوڙِي مُنڊَ دِيائيو، هَلانْ سين هاڙهو
ڏوڻِ ڪِيو ڏاڙو، پانهپ منجهہ پروچ سان.

---

(١) ڪ. منهن مونگتان نگٿو. (٢) ظ. 'نيائي ڏائي ڏور، جيڏا جهل جتن ڪي'. (٣) خ د ڪ. 'مرگ مالارو نہ ٿئي'؛ ظ. 'مَرَڪَ مالارو نہ ٿئي'؛ ش. 'مرگ مارو نہ ٿئي'. (٤) د ڪ. 'ڏائيي ان دستور' الخ.

[١٥] ساوَڄُ ڪَڇ ساڻ، ٻَرَ ۾ ٻورائو ڪَري
مِرُونْ ماري مَمڙا، ٻِئي جِي ڪَڍُ مَ ڪاڻ (١)
پنهونءَ پرني پاڻ، هلج هاڙهي سامُهين.

[١٦] رِڻ، راڳا، رَنگريِنَ، ٿِيئي پَرتا پاڻَ ۾
سُڃ ۾ ساوَج ڳَڏِيا، خُوناٍي خُونْريِزَ
موَرَ ڪَيا مَهْمِيزَ، سِجهائي سورن جِي.

[١٧] ٻَٻَرَ پِنيءَ رات، سُڃ ۾ ڏِٺا سِسئِي
ڏُکي پَسِيو ڏِيپْلا، ٿا ٻانْهَنِ وِجهن وات
ڪَيِي قرب ڪات، پاڻان مَعذور مارِيا.

[١٨] روجَهه وِهاڻيءَ رات، سامهان ڳَڏيا سسئيَ
پُڇيائين پنهونءَ جو، مارڳ مِٿي وات (٢)
پُڇاڻان پِريات، آنْ ڪي اوٺي ڳَڏِيا.

[١٩] جِئَن سي روجَهه رَمَنِ، تِئَن رِڻ ۾ رَهِي سسئِي
ٻَرَ ۾ ٻِرهامِڻ سان، روڏَ رِهاڻيون ڪَنِ
صدقو ساٿيڙَنِ، ماهُ آچِيائين اُنِ کِي.

[٢٠] روجهنِ راڙو راڙِ، مُنڊَ رُئندي مارِيا

---

(١) ظ. 'ڪي جِيِ (ڪنهن جي) ڪڍ م ڪاڻ'. (٢) خ. پڇيائين پنهون ڄام جو- الخ؛
ظ. 'پڇيا پنهون ڄام جي مارگ مٿي وات'؛ د. 'پڇئاءِ پنو ڄامجو مارگ مٿي وات'.

سُٽي دانهن درد جي، پِڳا سڀ بَگھاڙ
ساوَڄَ سُورَ سِجهائِيا، آپِيو ڪن اوناڙ
معذورينِ جي ماڙ، ٻَـرَ ۾ نينهن بلوچَ جو.

[٢١] پڳ جهيڻا، پند ڏُور، اڳ نه سونهين سسئي
چِهون، چِيتا، چمڙا، جبل منجهه جَنبُور
روجهه اوناڙن رڻ ۾، لَنبِي پُڇ لَنگُور
ساڻِي ڏيڙس سُور، ثابت مِلِي سڄڻين (١).

[٢٢] فَـوْقَـلْ سَنگ فقير جا، رِجـلَ ڪِيَڙا رافَ (٢)
وَنـتـا ويچاريءَ جـا، آرياڻي انصافَ
قاسم لنگهِي قافَ، سُتي سَنگھر پَٽيين.

## وائي -١٠

منهنجا آرياڻي اِنَ پارين، آنْ ڪي ويندا ڏَتَڙا (٣)

١. گاديون پوش گُلن سان، موتين جهوڙ مَهارين (٤)
٢. سائِي رنگ سونَهريون، سُونهَنِ بيتِ سوارين (٥)
٣. چوئِي مُشڪ چَندن جي، عطر اوت اِوتارين (٦)

(١) هي بيت ظ ۾ ڪونهي. (٢) خ. 'فوق السنگ فقير جا'؛ هي بيت ظ ۾ ڪونهي. (٣) خ. 'آن' ڪي ويندا ڏتڙا'؛ ظ. 'آن ڪي ويڙا ڏتڙا'. (٤) خ. جهور مهارين؛ ظ. جهوڙ مهارا؛ ڪ د ش. جوڙ مهارين. (٥) خ. 'بيٺن سوارين'؛ ظ. 'بيٺن سٺو واري'؛ ڪ. بيٺن؛ د. بيٺن؛ ش. بٺين. (٦) ڪ. 'چوئي مشڪين چندن جي'؛ اصل. 'اتر اوت اوتارين'.

٤. اهڙا هوت هٿن مان، نيندا اُٿ آسارِينْ

٥. مُندَ الا هي ميڙِئين، قاسم سات سُنهارِينْ (١)

### وائي - ٢

ڪنديس پانهنجو عرض احوال ڪيچين

ڪي، آيل! هوتن ڪي

١. اُٺ چاريندِيس اُن جا، جهَلڙي پَبَّ پَهال (٢)

٢. رَهو راتِ ڏينيور ۾، ساٿي مَجي سُوال

٣. مٿي پيرَنِ هٿڙا، ڳچيء پاند رومال (٣)

٤. قاسم لهندُم ڪارڙي، سَنگهر منجهه سنيال (٤)

### وائي - ٣*

مون سان ڳالهڙيون، اِي هوتَ هلندي جي ڪيُون

١. پِريان سنديون ڳالهڙيون، مٿي من پيُون

٢. هَلان هاڙهي سامهين، ڏيئي ٻِن ٻيُون

٣. ڳالهڙيون ڳٽن جهڙيون، سي تان سورَ ٽيُون

٤. قاسم ڪيچَ ڏٽين رِي، جيڏِيون جاڙَ جِيُون

(١) ظ. سات سنواري. (٢) ڪ. 'جهلڙي پٽ ٻهال'. (٣) ڪ. 'ڳچڙي پاند رومال'.

(٤) ظ ۾ هيءَ وائي ڪانهي.

* هيء وائي اصل ۾ 'سر ڪنيات' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

١. خ ش. 'مٿي مون پيون'.

## فصل ستون

[١] نينهن شِينهانَ ئِي اگرو، شينهن ماري هيڪار
ساعت ۾ سؤ وار، معذورِ مَرڻُ آئيو.

[٢] معذوريون مارِينِ، مون لَهُه لڳو تَنِ سان
گهَڙِي جا گهارِينِ، سا پڻ سورَنِ گاڏُئين.

[٣] ٻاروچاڻِي ذات سان، جي تي لايوءِ نينهُن
تہ ڪَرَ سانديئي شينهُن، ڪِيندوءِ ماه سغز جو (١).

[٤] ٻاروچاڻي ذاتِ جو، آسَرُ مون آهِي
حامي تيندو هَبَّ ۾، ڪوهيارو ڪاهِي
نِينْدو نِباهِي، ناتو نِماڻِيءَ سان.

[٥] چپر ڪونهي چِيهُ، ڏِيهُ ڏوريندينءَ ڪيترو
نَحنُ اَقْرَبُ اِلَيہِ مِنْ حَبْلِ الوَرِيْدِ، پَرِيُونءَ مُنڌَ م پِيهُ
وِڪَ هَٽائِي وِيهُ، پَسُ پاڙيچا سُپرين.

[٦] پَسُ پنهون تي پاڻ، سُجَ مَ ڏورج سسئي!
وڃيو ڏونگر ڏورِيينِ، قاسم ڪِنِينْ ڪاڻ!
سو تان توهِي ساڻ، جنهن لئي جفائون ڪرِيين.

[٧] جو ڪَمُ سندو ڪور، سو تان سِڪُ مَ سسئي

---

(١) خ ظ. ڪيندو؛ ڪ. ڪيندوئي؛ ش. 'ڪيندوءِ ماس مغز جو'.

نحن اقرب اليه من حبل الوريد، پيڙو منجهه پنيور
قاسم ڏيهه ۾ ڏور، ڪايا ۾ [ٿي] ڪيچ ٿيو.

[٨] ڏُکانءَ سُک سَرنِ، سُکَ نہ اوڏا ڏُکَ ري
مارڳ جي مَرنِ، جَتُ جياري تَنِ کي.

[٩] ڏُکِي مَرِين سُکَ کي، تہ وِجِي ڏُکِي ٿِيءُ
جي ڀائين جِيئري ملان، تان تون هَڏِ ۾ جِيءُ
موتَ پيالو پِيءُ، تہ وِيجهي ٿِئين وصالَ کي.

[١٠] ڏُکِي ٻُکِي پرينِ جي، ڪينءَ نہ ڀانئي قُوتُ (١)
مُنڌَ پريو مضبوطُ، آندرُ پنهنجو عشق سان.

[١١] سَسُئي سُکَ مَٽائيا، ڏُکنِ تي ڏِيئي (٢)
جَنِ زليخا زوال کي، سوديائين سيئي
وَڃڻ کي وِيئي، مُنڌَ نہ موٽِي پوئٽي.

[١٢] نَہ ڪِينءَ مُنڌَ مُئي، نہ ڪينءَ آهي جِيئري
لَا يَمُوتُ فِيهَا وَلَا يَحْيٰ، وچان وچ هُئي
جي وِٺڙا ڪالهہ ڪُهي، تہ هوند نہ ڏِٺم ڏُکڙا.

[١٣] پُڄُ ۾ واٽون پيچرا، ڪَڙِ ۾ پنهونءَ پيرَ (٣)

---

(١) ش. ڪونہ ڀانئي قوت. (٢) ظ. 'ڏکن ڏيندي اي'. (٣) ش. 'ڪڙ ۾ پنهونءَ پير'.

وِيھہ وِساري سسئي، ڏاگھن سوڏا ڏير
قاسم! منجھہ ڪُپير، سوجھہ تہ پَسين سُپرين (١).

[١٤] پُڄُ مَ واڏون پيچرا، مَ ڪينَ رَڙُ مَ روء
قاسم ڪنھن پر نہ ٿئين، جتن پيڙي جوء (٢)
طالِبُ الْمولِيٰ مُذَڪَّرٌ، اِيُ سگ، سنيورج سوء
هاڙهي هوت نہ هوء، ويهي پَسُ وُجودَ ۾.

[١٥] ويٺي وَرَ نہ هُونْ، پُري چڙ پهاڙَ ڪي (٣)
آٽج اڪڙين ۾، خاص پَنهنجو خُون
فَلْيَضْحَكُوا قَلِيلًا وَلْيَبْكُوا كَثِيرًا، چانگن چڙهيو چُون
پاڻ وِڃائي پُونِ، قاسم پيشِ پنهونءَ جي.

[١٦] تو ڏوريندي ڏيهُ، ڇيهُ نہ ڇتو ڇپرين
پَريُونءَ پند پهاڙ ۾، پاڻ وساري پيهُ
پيرُ وِڃائي ويهُ، قاسم ڪيچ ڏٺيءَ جو.

[١٧] پاڻ مَ ڪَٽجِ پاڻ سان، پُنيءَ پِڳ مَ لَڳُ
پنهون چڙهيو پوئتي، آڙُونْ پائين اڳُ (٤)
قاسمَ! دُوئيءَ دَڳُ، ’آءٌ‘ ’تون‘ اُت وِڃائيا.

---

(١) ش. ’سوچ تہ پسين سپرين‘. (٢) ڪ د. ’قاسم ڪنهن پر نہ ٿئي- الخ‘. (٣) اصل. ’ويٺي ور نہ پون‘. (٤) خ د ڪ. ’آڙو پائي اڳ‘; ظ. ’ارو پاء اڳ‘.

[١٨] ’آءُ‘ ’تون‘ اوري ڇَڏ، رِڙهه روحانئي سسئي!
پَبَ ۾ پِيادنِ جا، هُئَڻُ پَچي هَڏ
’لا‘ سان لاهي لَڏ، جيڪين آڏو سَڇَٽين.

[١٩] جيڪينْ آڏو سَڇَٽين، سو تان ڪَڻُ ۾ ساڻ
مَنْ عَرَفَ نَفْسهُ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّه، پَڙهي سِتَ سُڃاڻ
نيئي منجهه نِئاڻ، قاسم ڪَرَجِ پيرڙا.

[٢٠] ڏوري ڏوري ڏونگرين، آيس منجهه اِعْراف
لا يَمُوْتُ فِيْها وَ لا يَحْيٰ، نڪو ڪيچُ نه قاف
مَرڻُ جئَڻُ ناه ڪو، جت عَدلُ نه اِنصاف
قاسم! سَفَرُ صاف، ملئو معذورين ڪي.

[٢١] گاذر ڪِيو گُمّ، هوتُ وِهاري هَنج ۾ (١)
رَأَيْتُ رَبّي بِرَبّي، ڏڙ ۾ مَتِي ڏُمّ
سَرِي صُمٌّ بُڪُمٌ، قاسم ڪُڇَڻُ ناهه ڪو (٢).

[٢٢] گاذر گُمُ ڪيو، هوتُ وِهاري هَنج ۾ (٣)
نَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ، رَچي رَنگ پِيو
قاسم قُلْزم ڪُنَ ۾، ٻوڙي ڇڏ ٻِيو

(١) د ڪ ش. ’گاذر ڪيو غم‘. (٢) خ. ’سريو صم بڪم‘. (٣) د ش. گاذر غم ڪيو- الخ.

وِچان غير وِيو، ٿئو صُلح سَنگهر پَٽيين (١).

[٢٣] سسئي نالو سِڪ جو، سِڪ صفت جي سُونهن
احمد جي ارشاد سين، محمّد مڃيو مون
قاسم ڏِس م ڏُون، حَدَ ٻنهي جي هيڪڙِي.

## وائي - ١

ڪيچ رسنديس ڪاهي، آهي هوت حِماتي منهنجو
٠١ قلم قادر هٿ ۾، پاڻَ وَڻندڙو واهي (٢)
٠٢ ڏونگر جيڏا ڏڪڙا، لالڻ ميڙيو لاهي
٠٣ پورهيت نيندو پاڻَ سان، ڏور وڏي جيئن ڏاهي
٠٤ هوت حِماتي جَن جو، ڇَپَرڙو تَن چاهي
٠٥ قاسم ڪَنيزڪ سان، نيندڙو نينهن نباهي

## وائي - ٢

آڏڻ پاس اوتارا، ايندا شال آڏيندا
٠١ اوٺي آري جام جا، ڏيندم شال ڏيکارا
٠٢ موليٰ مونکي ميڙيين، ساٿي سونهن سونهارا
٠٣ اچي وِهندمِ اوڏڙا، لائي نينهن نظارا

(١) ش. سنگهر پٽيين. (٢) ڪ. پاڻ ٻاڏهي واهي؛ ش. پاڻ وڏو واهي.

۰۴ هاڙهي، وندر واٽڙيين، ڪيڙم نيڻ نهارا
۰۵ ايندا، اڄم آسرو، قاسم جيءَ جيارا

## وائي - ٣

ايندم، آسرو آهي - وو آهي
سون نه ڇڏيندا ڇپرين

۰۱ آءٌ ڪيئن وهان ان تان، لاڳاپاڙو لاهي - وو لاهي
۰۲ ڪه ۾ ڪميڻيءَ تي، ڪيچي ايندم ڪاهي - وو ڪاهي
۰۳ ڇپر روئي رت سان، پريت رتڙو پاهي - وو پاهي
۰۴ آيل! آري جام جي، ڳُڻن وڏڙيس ڳاهي - وو ڳاهي
۰۵ لڪن پاسي لُڙڪڙا، قاسم ويٺڙي واهي - وو واهي



---

۰۱ . ڪ . آءٌ ڪيئن وهان ان ري - الخ . ۰۳ . خ . پريت رڙو پائي - وو پائي .

# سر سورٺ

## فصل پهريون

[١] ’الف‘ آيو اَڄ، ڳُن ڳَوِيو ڳِرنارَ ۾
وِيهِي تنهن وَڄائيو، منجهان ساز سَهَجَ
ڏوم مچائي ڏَڄ، قاسم تند ڪُماچَ جي.

[٢] ’بي‘ بَرتڻ نہ ڪَٽِي، مُوران مَگَٽهار
سِرجَند يِئِي سِڪيو، وَڏَڻَ جو واپار
سَڌُ سُڻَندي آتِيو، مَتان ڪَٽ ڪنگهار
اِنهيءَ تند تَوار، قاسم موهيا ڪيترا.

[٣] ’تي‘ تَوَڪّل تَندڙِي، وينو وَڄائي (١)
قاسم ڳُن ڳِيانَ سان، تو ڳرناري ڳهائي (٢)
آيو اُونائي، راجا ڪُوڪَ قوالَ جي.

[٤] ’ڻي‘ سُرَنڊو هَٿ ۾، مٿس لال لباس
آلاپيائين اوچتو، پيـرم راڳ ٻباس

---

(١) ڪ. ’تي توڪل جي تندڙي‘. (٢) خ ڪ د. ’ڳرناري ڳائي‘؛ ظ. ’ڳڙناري ڳائي‘.

جا رکي آيو آس، سا پوري ڪندو پاڻهجي.

[٥] جاجڪُ جوناڳڍ ۾، اوچتو آيو (١)
سُتي لوڪ سَروزَ ڪي، تنهن ويهي وَڄايو
قلعو تَندُ ڪُماچَ جي، قاسم ڪَنبايو
سُٽَندي سَنيايو، مَتو ڪارڻ مَڱڻي.

[٦] جاجڪ جوناڳڍ ۾، آيو سِجَ اُڀار
ڏارِيندو ڏياچَ جو، هٽِي ڪُندُ ڪَپار (٢)
قاسم! اِن ڪَتار، ڪوڙين ڪُٺا ڪيترا.

[٧] جاجِڪُ جوناڳڍ ۾، اڳ نہ آيو اِيُّ
قاسم! اِن قوال جو، سورتِ چڙهيو سِيُّ
جاجِڪُ نيندو جِيُّ، ماري آيو مڱڻو.

[٨] مُهتِ پسنديِن مڱڻا، جاجڪَ آئِين جي
جو گُهريُئي سو گهوريان، حالُ منهنجو هي
ٻوليِ وارِ مَ ٻي، تہ مٿو ماناتو ٿئي (٣).

[٩] مَٿو لَهي مان، تون پُڻ تُسِين مڱڻا!
مٿو گهوريان تو مَٿان، جاجڪَ! سوڊو جان

---

(١) خ ڪ د ش. 'جوناڪڍ'، ظ. 'جولاڳڙ'. (٢) ظ. 'هٽي ڪند ڪپار'. (٣) اصل. 'ماالائتو ٿئي'.

تو ڀلائيءِ ڀان! مون مُنهن مٿاهون ٿئي (١).

[١٠] تون ڏاتار، آءٌ منگتو، تون سَروَريو سلطان
سَخِي سخاوتَ جِي، تو دَرِ کَمِي ڪانہ
جو گُهريمِ سو گهورِ تون، سرو سنگ سبحان (٢)
ڏِي دُبارو دان، ڪاڻِي ڪندُ قوال ڪي.

[١١] سورٺ مَهندان مَگڻِي، ٿِي جانا ڀِري جوءِ
جهڙِي سِٽِيئِي سارِنگيا! تهڙِي ڪَرِي نہ ڪوءِ
اِئِي نہ مُناسبُ هوءِ، جيئَن مٿو گهريوءِ مَگڻا (٣).

[١٢] سورٺ مَهندان مَگڻِي، ٻَڌي ٻانهُونْ هَٿَ
سَريمِ جا سُهاڳَ جي، سا نَڪانْ لاهہ مَ نَٿَ
جنهن سان سونهِي سَٿَ، سو تان مارِ مَ مَگڻا!

[١٣] سورٺ مهندان مگڻِي، آڙيون ڪري آٿ (٤)
راجا عِوضَ راڳِيا! ڀِيا سِرَ ڏيان سَٿ
قاسم! پيش قوالَ تان، گهور نہ ڏيان گهٽ
وَڍيو وِڃو وَٽ، ڏڙ تان مُڇِي مَٿَڙا.

---

(١) خ ڪ د ش. 'تون ڀلائي ڀان'؛ ظ. 'تو ڀَلائِي ڀان'. (٢) خ د ڪ. 'سرو سنگ سبحان'؛ ظ. 'سِرو سَنگَ سُبْحان'؛ ش. 'سرو سنگ سچاڻ'. (٣) د ڪ ش. 'مٿو گهريئي مگڻا'. (٤) ڪ. 'آڇون ڪري اٿ'؛ ش. 'آجيº ڪري اٿ'.

[١٤] قاسم! قدر جڳ، منت نہ مڃي مڱڻو (١)
مَتو مورِ نہ مَتيان، جي تي آچئين سَوَ
سورت سَمجھ ڳالھڙِي، چوري چَپ مَ چَوَ
پور نہ ترس پيُ، جاجڪاڻي ذات ڪي.

## فصل ٻيو

[١] پيُسِ ڪَنِ پَڙاءُ، آڏيءَ رات آواز جو
ڪونيائين قَوال کي، آءٌ تُنبيرا آءٌ
توشو تو هِي لاءِ، مون سُٽِي تند سنيائيو (٢).

[٢] توشي ڪارڻ تند، هَڏ نہ هَٽان هيڪَڙِي
تو دَر آيُسِ راجِيا! پَرِيونءِ ڪري پنڌ
مَتِي ڏاران مُورهين، پِتُون ناهہ پَسند
ڪُلهئانْ مَتِي ڪَنڌُ، قاسم ڏج قَوال کي.

[٣] توشي ڪارڻ تند هَڏ نہ هيڪَ هٽان
هَٿُ نہ چُهانْ هاٿِيِن، گهوڙا گَهر گهٽان
مٿو ڏِي مُرادَ سان، تہ ڪِلي ڏانُ ڪٽان
قاسم در ڪَٽان، پاندِ نہ ٻَڌان پانهِجي (٣).

---

(١) ش. ’جاجڪ سندي جوءِ، منت نہ مڃي مڱڻو‘. (٢) ظ. سنياهيو. (٣) ظ. ’دَرِ ڪٽان‘؛ ش. ’دَرِ ڪٽا‘.

[٤] توشِي ڪارڻ تَند تي، هَڏِ نہ چُئان هَٿ
مَٿي ڏاران مُورهين، وار نہ ڪٽان وَٽ (١)
ڪاتيءَ آئي ڪَٽ، ڪَٻي ڪاڻ قوالَ سان.

[٥] اُوپَرِ قلعي آئيو، جاجڪُ جوت جَمال
نُنهن چوٽيءَ سين ڏَڪيو، قاسم قرب ڪمال
وائي گُم وِصال جِي، ماسو ڪَٽي نہ مال
پاٿي ڪوٺي پادشاه، لَڏي سُڏِ سنيال
اُڙدابيگيون آئيون، اڳيئون استقبال
اُت اُونايو راڄئي، جتي قيل نہ قال
ڪاتي، ڪَنڌ، قوالُ، هَمَہ ئي هيڪ ٿيا (٢).

[٦] سَوَ تُنبيرا سارنگيا، ڳَڙهَہ پاسي ڳائينِ
ڪُلهي پايو ڪِينرا، ويتا وَڄائينِ
ڏهاڙي ڏِياڄَ ڪي، سائل سَنڌائينِ
سُوڏو سُڻائينِ، 'لَنْ تَرانِيْ' ڏَن ڪي.

[٧] سهسين مِڙيا سارنگيا، ڪوڙين لَکَ قوالَ (٣)
ويهِي تَن وَڄائيا، طمع ڪارڻ تالَ

---

(١) ظ. 'وار نہ گهران وٽ'. (٢) ظ د. 'هردوئي هيڪ ٿيا'؛ خ (بي ٻڙهٽي) 'ٺيٺي ٻرتا ٻاڻ ٻر'.
(٣) ظ. 'ڪوڙين لک هزار'.

تيلهہ وِڏي ڏَن ڪي، وچان وِٽ وصالَ
رَسِي منجهہ رومالَ، 'لَنْ تَرانِيْ' تَن ڪي.

[٨] اُوْپَر قلِعي آئيو، جاجڪُ جوت جُهارَ
تَرڪ طمع تَن تارِڪِيْ، قاسم ڪَلانْدار
اگ نہ آيو اهڙو، ڪو ڳُنَ ڳَوِيو ڳرنار
ڪوٺِي وِير وِهاريو، ڪُوٺِي منجهہ ڪنگهار
اُتي مَلڪُ نہ جنُ ڪو، ڏڪا طَيرَ توار
جاجڪُ جمعدار، هردوئِي هيڪُ ٿيا.

[٩] هردوئي هيڪُ ٿيا، وَڏيو دوئيءِ ڏنگُ
نہ مارِي، نہ مڱڻو، نڪو ڪات ڪُرَنگُ
بي رنگِي ۽ رنگُ، هردوئِي هيڪُ ٿيا (١).

[١٠] نڪِي تُنبِي تَند، نَڪِي ريڊو راڳ، تي
پِيُس ڳالهہِ پسند، جا ڳجهِيءَ ڳائي مَڱڻي.

[١١] راڳائي راضي ٿِيو، ڏِنو سِرُ ڏِياچُ
ڪاتِي، ڪَنڊُ، ڪُماچُ، ڏيئِي پرَتا پاڻ ۾.

---

(١) ظ. 'بي رنگي ۾ رنگ'.

## وائي*

جيڏل جِينءَ نہ ڪِجنِ، لو آلو لو لو

جي ڪِجنِ تان پاربيون

١. سُٺِي سُر پُر سَجَٽِينِ، مَرُ جانْ ڪَـرَ ڪِجنِ

٢. ڳالهڙيون مون پرين جون، وارِڙيو وَرَ وجهنِ

٣. مَٺِي سِينِي سِسِيُون، ڏَهہ ڏَهہ ڏينهن ڏِجنِ

٤. قاسم آئِي جنَ جِي، سيئي ڪاجَ سجنِ



* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪارايل' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي. ٢. ڪ. 'واريو ور وجهن'؛ خ جي ۾ پڙهئي: 'وارڙئو ۾ پيچ وجهن'. ٤. خ. 'سمجن'؛ ل. 'سَجَن'. ط. 'سچن ش. 'سجهن'.

# سر ٻيراڳ هندي*

[١] پانَ پَتَرَ انسان ۾، رام رَمي هَرچند
کيلي آپ کِلا رِي هووي، آپ بَجاوي تند (١).

[٢] قاسم تُم ڪُونْ سَچ ڪَهُون، سُن همارِي بات
رام دُهائِي بول ڪِي، ڇوڙ طمع ڪِي تات (٢).

[٣] رام دُهائي رامَ سين، جَب بولي تو پال
جِيُونْ گَوِيا پورا راڳَ ڪا، پُول نہ جاوي تال .

[٤] ديوي سو مانگي نَهِين، مانگي سو ڪِيا دي!
پِيرڪَهلاوي آپ ڪُون،تو مانگ نہ لُقْمہ لي (٣).

[٥] پانَ قُول پانِي ڪا پُتلا، لَڪڙا پاني آپ
سُن قاسم سچ بات پيد ڪِي،قُل لَڪڙِي ڪاباپ.

[٦] سَپنا! تجهہ ڪُون مَين ڪَهُون، پِيُو ملا ئو آب
ايڪ قيري جو ديکئا، سو قِر مليگا ڪَب .

---

* خ ڪ ش ۾ هي سر 'ٻروو هندي' ۽ ظ ۾ 'ٻيراڳ هندي' ڇاپيل آهي .
(١) ڪ. 'کيلي آپ کلاري هوري'. (٢) اصل.'رام دوائي'. (٨) ظ.'قير کيلاوي آپ ڪون- الخ'.

[٧] سپنا تُم کُون سوگند هي، مجهه آج ملادو پِي
مَين سِلُون ميري پِي سي، تُم پَر وارُون جِي.

[٨] پِي آوي تو هَنْس مِلُون، مَن کِي کولُون گانْٺ
سؤ مَن شڪَر پِير کِي، پَل مين دوُن گي بانْٺ.

## وائي - ١

چلنا اپني گام گام، دو دن رهنا ديس پياري

١. کيل کيل سب چَل گَيان سَکيان، کِئاراجاکِئاجام جام
٢. مومن بولي اللّٰه اللّٰه، هندو بولي رام رام
٣. دنيا دولت تَجْ دي پائي! لي صاحب کا نام نام
٤. وقت فجر کا پَڙهلي قاسم، اب آوي گي شام شام(١)

## وائي - ٢*

جوبَنانْ کي دن دو، موري سَهيان

١. اِس جوبَنان کا ماڻ نه کَريي، آنسو پَر پَر رو
٢. رَمت رَمت ۾ دِنڙا گمايا، رَين گُمائي سو
٣. سن ميان قاسم! بنا محمّد کام نه آوي کو

(١) خ. 'وقت فجر کا پهڙ لي قاسم'؛ ڪ. 'پهر لي قاسم'.
* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڏناسري' هيٺ ڏنل هئي جتان هت آڻي وئي آهي.

## ڀڄن *

گُن وارُون ڪِي پِيت، آوَگُن سي نا سُڌري ساڌو!

١. گُن وارُون سي اوگُن ڪرنا، اِي تو جُوٺِي ريت

٢. لَنڪا ڪُون هَنومان جَلايا، راون لي گيا سِيت

٣. ٺاڪر دُواري پنڊت سُڌري، مومن بِيچ مَسِيت

٤. قاسم! جَنتر هاٿ ۾ لِي ڪر گائُون گُن ڪي گِيت



---

* هيءُ 'ڀڄن' اصل ۾ 'سر آسا' هيٺ ڏنل هو، جتان هت آڻدو ويو آهي.

٤. ظ. 'روڪن قاسم جنتر هاٿ مين لي ڪر گائون گن ڪي گيت'.

# سر جوڳ

## فصل پهريون

[١] ڳاوَن جوڳ جواني والي، پيرين پسند نہ آوي
جنهن ڪَنِ رَتِي عشق دِي، سو جوڳ نماڻي ڳاوي (١).

[٢] ڳاوَن جوڳ جواني والي، پيرين نهين پسندِي
ٻُڍي ٻوڙي بات برِه دِي مُوران چاڙن مَندِي
قاسم عشق اللّٰه دي ٻاجهُون، خلق دنيا سڀ آندِي.

[٣] ڳَئيندي جوڳ جواني والي، جنهن گهر عشق سَمايا (٢)
جنهن آدم ڪُون عشق نهين، سو ڄايا ماء آجايا
قاسم سوڀ مبارڪ تنهن ڪُون، جنهن لايا نينهن نِيايا.

[٤] جوڳ پسند جوانين ڪِيتي، پِيرين ڪُون ڀَت ماني
قاسم! قُوت ٻُڍان ڪون ڏيوين، جوانين ڪُون دل جاني
دَرد وَندان ڪون دوست مِليندا، بي دردان ٻَئيماني.

[٥] پِير جوان پسند نہ آوي، جو دَرِدي سو ڀَلا

---

(١) ظ. جنهين ڪون رتي - الخ. (٢) ظ. جنهن ڪون عشق سمايا.

پير فقير محبت ڀاڄهونَ، قاسم! ٺِڪر ٺَلا
مين رانجهن دِي، رانجهن سَيڏا، مُنهن ڪيڙِي دِي ڪَلا
عشق نصيب جنهان ڪون هُوندا، تنهان ڀاڳ سَوَلا.

[٦] جوڳ، جواني جوڀن دي وچ، لايا نينهن نماڻي
هير فقير لَڳي لَڙه تيڏي، تون رانجها آپ سُڃاڻي
قاسم چوڙ ڪيڙي دي دعوي، تيڏي نانءُ وڪاڻي.

## وائي - ١

جوڳڻ ڪيتوئِي ، بيپرواهِي نال، سانڻ ڪيتوئي

١. ڦت فراق دا اڳڻ آ ڪر، وَل نہ ساڏول سيتوئِي
٢. اڳڻ ڦر آئيندا ناهين، هڪ تان نال نہ نيتوئي
٣. پِيڙان دا پُر ڪَر هَٿون ماهِي دي، قاسم پيالا پيتوئي

## وائي - ٢ *

لَڄ نہ آوي مَينون، ماهِي تيڏي مهڻي دِي

١. درد دلين دا ويچ نہ جاڻي، معلوم هي سڀ تينون
٢. تخت دلين دا رانجهن نيتا، شاه آکان ڀي ڪنهنُون
٣. نانءَ جنهيندي هير جو ٿيا، جيءُ ڏتا مين تنهنون
٤. آکي قاسم چاڪان والي، رمز لڳي دن - رَينون

---

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سرڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان تپائي هٽ آندي وئي آهي.

### وائي - ٣*

ڏاڍي چوٽ ٻرهہ دي لائي، اڄ پيلي وسدا ماهي

٠١ سوئي پيلا، سوئي رانجهن، سوئي شاه سپاهي

٠٢ ڇوڙيا تخت هزارا رانجهن، ڪردا ڀيک گدائي

٠٣ قاسم آکي نظر نہ آوي، اکيانڻ ڪون اگلائي

### وائي - ۴

آڻ وسايانڻ يار، آساڏيان گليان

٠١ ڪڏهن گهمدا شاه اساڏيان گليان، ڪڏهن گهمي بازار(١)

٠٢ ڪڏهن ترڪ سياه پوش سپاهي، ڪڏهن سپه سالار

٠٣ ڪڏهن گهوٽ دولهہ شه بنرا، ڪڏهن لال ڪنوار (٢)

٠۴ سڻ سهيو آهينڻ يار سڄڻ تون، مين صدقي سو وار

٠٥ . منهن ڪيڙي دي موچيان والي، مارونڻ پانهن الار(٣)

٠٦ قاسم يار اساڏيان گليان، ڪر آيا زلف سنگار

### وائي - ٥

هڻ اساڏي عشق ديان هر جا هليان گالهيان (۴)

---

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر جهنگلي' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي؛ د ۾ هيءَ وائي ڪانهي.

(١) خ. 'ڪڏهن شاه گهمدا- الخ'. (٢) هيءَ مصرع ظ ۾ ناهي. (٣) هيءَ مصرع فقط ڪ ش ۾ آهي، پر ش ۾ نالي واري مصرع کان پوءِ ڏنل آهي. ڪ. 'ماران پانهن الار'؛ ش. 'مارون پانهن آلار'. (۴) خ ڪ د. 'هر جا وچ'.

٠١ سُڻ سُڻ اساڏيان ڳالهيان، سڙ ڳيان سڀ سياليان

٠٢ سِر آساڏي چِتڙي سُونهن، ڪَر سوني ٻيان واليان

٠٣ مَين اَهيندي هو رَهيان، توڙي ڏيوو مِلْ ڳالهيان

**وائي - ٦ ***

آساڏي يار دي پاروُن، الله ڪو قاصد آڻي

٠١ توڙي محب ليکنِ نہ ويکنِ، اسان در وِڪاڻي (١)

٠٢ رانجهن آؤسي اساڏي گهر، ڏِل ڳِلي ڪنهن ڻاڻي

٠٣ آکي قاسم اسان اَهيندي، توڙي سو يار نہ جاڻي (٢)

**وائي - ٧ ****

اور نہ ڀاوي ڪوئِي، ساءَ رانجهي دِل موهِي

٠١ کيڙانْ والي باتِ نہ آکو، ڍوهِي وي لوڪو ڍوهِي!

٠٢ مَين اَهيندي هو رَهيانْ، جنْهن دِي ڏينْدنِ ڍوهي

٠٣ لوڪان ليکي چاڪ مَنْجهينْ دا، سائين ميڏڙا سوهي

٠٤ آکي قاسم معلوم تَينُون، ساڏَڙا حال سَيوهي

**فصل ٻيو**

[١] مَين سِر مينڊِيان، ٻال ڪنواري، ماهي منهن مِسڙيانڙا

---

* اصل ۾ هيءَ وائي 'سر ڏناسري' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٻپائي هت آندي وئي آهي.

(١) خ. 'اسان تو در وڪاڻي'. (٢) ظ. 'توڙي يار نہ جاڻي'.

** اصل ۾ هيءَ وائي 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٻپائي هت آندي وئي آهي.

رانجهن تخت هَزارِي والا، ڏِنُم شاه سُونهارا.
قاسم! ڪُل سيالين وِچ، هُڻ ماريا نينهن نَغارا (١).

[٢] رانجهو رنگ برنگِي ٽوپِي، مَين سر پنج رنگ چِيرا
ڪيڙا تروڙ پِتل دا پيڙا، هار گَهتيم گُل هِيرا (٢)
قاسم! ماء رَنجاڻِي ميڏي، وير پِيتا گهت وِيْرا.

[٣] ماء! مُرادَ مَيڏِي شَه ماهِي، ڪوء تَلِي پيا ڪيڙا
رانجهن بخت بلند شَهاڻِي، او ٻاڳ آياڳانْ پيڙا
قاسم! توڙ موتئِين دِي سالها، ڪؤن پائي گُل پيڙا!

[٤] ڳوليندِيئانْ ماهِي ماهِي، ڏِينْدِي ڏَس نہ ڪائِي (٣)
جيڪَڏانْ وَل رانجهن آوِي، آکان حمد الٰهِي
اصلوُن ميڏِي اندر ماهِي، بيرنگ جنگ جنبائِي (٤)
آکِي قاسم سِينِي اندر، دُونْهين چاڪَ دُکائِي.

[٥] آءِ رانجها مل راتڙِيانْ [تين] گڏ تي ڏينه گُذارون (٥)
مِل مِل موزِي موچِيانْ والِي، مُنهن ڪيڙِي دِي ماروُن
سَيِ سِيالِي سِر تيڏِي توُن، لَک وارِي نِت واروُن

(١) اصل. 'قاسم ڪل سيالين دي وچ'. (٢) ظ. ڪيرا توڙ پتل دا پيڙا- الخ. (٣) اصل سيڻي نسخن ۾ سر ڪلياڻ هيٺ هي 'وائي' طور ڏنل آهي. (٤) هيء سٽ فقط ڪ ۾ آهي ۽ ان طرح ڏنل آهي: اصلون ميڏي سيني اندر بيرنگ جنگ جنبائي'. (٥) اصل سيڻي نسخن ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ هيء 'وائي' طور ڏنل آهي.

سُڻ ميان رانجها! مشڪل مينُون، ڏار گهڙي توُ ڏارُون
تَيڏي ڪارَڻ جوڳِڻ ٿِيسان، مَنگسان بيک بازارُون
ڪِنهن دا قاسم شال نہ ٿِيوي، يار جُدا دَم يارُون.

[٦] هِير مَحوَ رانجهي وِچ هوئِي، رانجها جدا نہ هيرَئُون
لٿا خام خيال ڪيڙي دا، مِلي ذاتِ فقِيرئُون
راوِيَ دي وِچ مار غُطاوا، قاسم ڇُٽا ڪبيرئُون.

[٧] ڪِت رانجها، ڪت تخت هزارا، هير جهنگل، ڪت ڪيڙا
قاسم شاه گدا ڪُون عشقي آڻ گهتيا گَل پيڙا.

[٨] ڪِت رانجها، ڪت تخت هزارا، ڪت شهر پيپل مَلڪاڻا(١)
شاه بُلند هَزاري والا، ٿِي ڪَر چاڪ آگهاڻا
قاسم! وِچ سِياليِين رانجهو بِن خريد وِڪاڻا.

## وائِي -١*

هِير نماڻِي نِتِي، مَئن وِي نِماڻِي نِتِي
وو رانجها راه پلِيندي

١. آ ميان رانجها! عرض آسان ڏِي چاڙهہ پلا ڪجهہ چِتِي(٢)

---

(١) ظ. ڪت شهر پتپل ملڪاڻا؛ ش. 'شهر پيلا مڪانان'.
* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي.
(٢) خ. 'چاڙهہ پلا ڪج چتي'؛ ظ. ' چا پلائج چتي'.

٠٢ اصل مَيڏي عَيبانْ والِي، لوڪ پَٽيي پَٽ لِتِي

٠٣ سَوْ سَوْ طَعنِي، لَک لَک بَدِيَان، مُول نہ پووَن پِتِي

٠٤ مَئَن قرباني قاسم ٿِيوانْ، جِي ڏيکان سِر ڏِتِي

## وائي - ٢ *

جَنَڙِيانْ سَوْ طَعنِي، ڏيندِيان لَکْ بُهتانِي

٠١ طَعنِي مِهْڻِي ماهِي والِي، مَئِن ڪِيتِي گِل گَانِي

٠٢ مِل سِيَالِينْ مَينُون ڏيندِيانْ، بَدِيان جوڙ بَهانِي

٠٣ وِيڻَ کُوِيڻَ تِي مَندِيَان ڳالهين، سُٽيم لک شُڪرانِي

٠٤ جِيهِي اسان نُون رانجهَن لائِي، لَڳَڙِي نہ لوڪ بِيگانِي

٠٥ گِل قاسم دِي آڻ گهتيونِي، پانهپ دِي نِيشانِي

## وائي - ٣ **

ميڏي نال سَيان جهيڙِيان، مَئِن ڪنهن نُون آکان حال

٠١ ڪول آساڏي ڏُتيان دا ويڙا، هڻ جالڻ آيم جال

٠٢ راه ڪيڙان دِي مُول نہ ويسان، دل موهي مَنْجهين وال

٠٣ سر آساڏي آڻ چُڪَئيندِيان، طعني والا تال

---

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان تپائي هت آندي وئي آهي .

٠١ خ ڪ ش . 'گَنِد گَاني'; ظ . 'گُل گَاني'.

** هيءَ وائي اصل ۾ 'سر جهنگلي' هيٺ ڏنل هئي، جتان تپائي هت آندي وئي آهي.

٠٥ خ ڪ ش . ٿيس حبيباڻا حال; ظ . ٿيس حبيبان حال.

٠٤ جنهان اسان تي بَديان چايان، سِر تنهان دي ڏوه وَبال
٠٥ نبي بخش تي بخش الله دا، ٿيس حبيبان حال

## وائي - ٤*

سَاڏي نال جهيڙيندي هو ڪيون - وي لوڪو!

٠١ جيونْ وَت اگوپ عشق لڳايا، مَين ٻي للايا هي تيونْ
٠٢ ليلىٰ خاطر مجنون ديوانا، جَهنگل ڦردا هي جيونْ
٠٣ مَين تينْ رانجهن وچ سِياليان، هُڻ تان نا مِليي هيونْ
٠٤ اُت چل قاسم در ميخوانِي، پيالا پِر مَنتَ پِيونْ

## وائي - ٥

آ ٻَهہ ميڏي ڪول، سڄڻان! آ ٻَهہ ميڏي ڪول

٠١ توڪل تند وَجائِي عشقِي، تَرڪ ٿئِي ٽَڪ تول
٠٢ روز اَلَستُونْ نال تُساڏي، آسان تہ ٻَڌڙي ٻول
٠٣ اسان تين رانجهن هڪ ٿياسي، هُڻ تان لَهہ پئِي هول
٠٤ وحدت دي درياء وِچُولي، گُم ٿئِي گِردول
٠٥ سر قاسم دي عشق تيڏي دا، دم دم وَجدا ڍول

---

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر بروي سندي' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي.
١. خ د ڪ ش. اگوي؛ ظ. اکوي. ٣. خ د ڪ ش. 'هڻ تان نامي ليهيءَ'؛ ظ. 'نا مليهم'. ٤. خ ڪ د ش. 'پيالا پر منست پيون'؛ ظ. 'پيالا پر منت پيون'.

## وائي - ٦ †

ڳِهن ڳيا دل جاني، لُوٽ ليا مَن جاني
مَين ڦِرديئان مست ديواني

٠١ ڇَتڙِياندي وچ ڇَڪن ٽِياسي، ٻره پڙهايم ٻاني
٠٢ هڪ گهَڙي دي ويکڻ سيتي، ڳِهن ڳيا مُل پانهي
٠٣ روز اَلستي رانجهن مَينُون، ڳُنڌ ڳَهتي ڳل ڳاني
٠٤ ڳل وچ ڪفني، دست پَهوڙا، شاه ڦِري سيلاني
٠٥ آکي قاسم مشڪل هويا، شاه ويکڻ لاثاني



† هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي.

# سر جهنگلو

[۱] غَمِي گِئِي، خُوشحالِي آئِي، دوست دِلاسا مُتا
قاسم! طَبل وَڄايا شادي، غم غُصا وڃ سُتا(۱).

[۲] غَمِي گِئِي، خوشحالي آئي، مُتا دوست دِلاسا
قاسم! تُرت طبيب مليوسِي، پِيڙ گِئِي ڪر پاسا.

[۳] غَمِي گِئِي، خوشحالِي آئِي، دوستَ دلاسا گهَليا
غَمِين ڪَنُون دِل گوشا ڪاڏا، روح خوشحالين رَليا
قاسم دِي دل شاد ٿِئِي، وڃ دشمن دوزخ پِليا.

[۴] غَمِي گِئِي، خوشحالِي آئي، دوست دَرُونْ پِه آيا
تاڙِي مار ڏِتُمْ سوءَ قيرِي، مُطْرِب چنگ وَڄايا
ڏِيندا لوڪ مبارڪ شادِي، قاسم نوشه پايا.

[۵] مَردفقير تَنهِينْ ڪون آکُون، ترڪ جَنْهين ڪُونْ تَن دا
بِي پرواه هَميشَه هووِي، راز نہ رکِي رَن دا
قاسم تِي تون طالب تَوڙانْ، هادِي مِير حَسن دا.

---

(۱) اصل. ’ قاسم طبل وڄايا شادي آئي غم غصا وڃ ستا‘.

[٦] مَرد فقير تَنهين ڪُونْ آکُونْ، عشق رکي هَٿ عاصا
دُنياَ ڏي بدبوءِ ڪَنون، او مرد ڳَئِي ڪر پاسا
نال سُوال خيال نہ رَکدي، مال نہ گهر وچ ماسا
قاسم صحي سَچّڻ دا هردم، پٿوني گوش دِلاسا.
[٧] مَرد فقير تَنهين ڪُونْ آکُونْ، عشق جَنهينْ دا هادِي
عالَم خوش مُرادين دي وِچ، او خوش نا مُرادِي
زاغ زَغَنْ آشيانِ زمينْ تي، عُنقا رَمز علاحدي
قاسم! آور لوڪانْ دِي ايوين، عمر ڳئِي بربادِي.
[٨] مَرد فقير تَنهينْ ڪُونْ آکُونْ، تَوَڪل تَند وڄائِي
تَن ڪُون تَرڪ، طمع ڪُونْ ڪلا، هڪ لا هي بِيا چائِي
قاسم سوز سُرود تنهانْ دا، سُٹدا آپ خُدائِي.
[٩] بَرسَن مِينهن، پِڳولِي ڪَپڙي، دوست دَرُونْ پـه آيـا
آنْگِيْ لاهِ سَٿيُم پَٽ انگ تؤن، آنگ سرِ آنْگ لَڳايا
ڏِيوا ٻال ڪِيتُم گهر روشن، سَجده روح سڪايا
آيـا وقت مبارڪ شادي، قاسم نؤشَه پايا.

**وائي - ١ ***

ڪِيُون ڏينهن لائـي، ڍولڻ ميڏي

* هيءَ وائي اصل ۾ سر سارنگ هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

آک ڳئي ڪيونءَ نہ آئي، ڍولڻ ميڏي

٠١ آک ڳيا وَل آيا ناهينءَ، ڏُتي ڪنهن پِرمائي

٠٢ اُڏ ڪانگا! وڃ خبر لِي آ تون، رک پيتا ڪت رائي

٠٣ ڍولڻ ٻاجهون مينهن ساڏوڻ دي، قاسم ڪم نہ آئي

## وائي - ٢

توڙي جاڻي يار نہ جاڻي، اسان دست رانجهي دي وِڪاڻي هُون

٠١ توڙي نِيتئي هوش ڏتُئي مئي نوشي
هوشانءَ تِي اِپيانءَ بي هوشي (١)
ڪڏان اسان خاص سِياڻي هُون

٠٢ پنهانءَ لوڪان دي وچ خوشيان جي هونديان
آ ڪِيسانءَ مَيڏ يانءَ ري رت روندي يان
اسان ڪارڻ يار ڪُماڻي هُون

## وائي - ٣ *

ڪاڏيئانءَ نانگ بِره دي، مارِيئان نانگ بِره دي آياڻي
مَين پُڇ پُڇ رَهِيئانءَ سِياڻي

(١) خ ڪ ش . توڙي نيتي هوش ڏيتي مي هوشي
هوشا تي آپيا بي هوشي
ظ . توري ليتئي هوش ڏتئي مي هوش
هو ٿهي اپيا مي هوشي .

* هيءَ وائي اصل ۾ سر پورب' هيٺ ڏنل هئي، جتان تپائي هت آندي وئي آهي.

١. كاڏيئان لوڪو اَمين بَشيهَر ڪاڏي، وَل وَل چڙهدئي وِهہ جو واڙي
محڪم ميشْ مياڻي
٢. قاسم آکي يار سڄڻ دا، مَين نماڻي عيب ڪَڄڻ دا
شال نہ عشق اُڪاڻي

## وائي - ٤*

لنگهہ پيان ساڏيان سَيّان، غم خوف خطر دِيان واديانْ
١. عشق اُنهانْ ڪُونْ پار لنگهايا، مَين هِڪا اِت رَهيانْ
٢. اِتون لنگهہ پيان نال آمن دي، اُت آسوديان ٿيانْ
٣. يار بنا اِت اور ڪِسي سي، ٿاه نہ پِئي ڪنهن ڏَهيانْ
٤. نال جِنهانْ دي ڪيڏڻ ڪيڏيي، قاسم سِي ڪِڏي ڳَيانْ

## وائي - ٥

نِت نِت عِيد اُنهانْ ڪُونْ، يِلا سائين!
عشق رفيق جِنهانْ دا هوندا

---

١. خ. 'يارو مين بشير ڪاڏي، ول ول چڙهدي مين جو واڙي'؛ ظ. 'يارو مين بشيهر ڪادي، ول ول مين وه جو واڙي'؛ ڪ. 'ڪادياء لوڪو مين بشير ڪادي، ول ول چڙدي مين ويه جو وادي'.

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر بروي سنڌي' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽِپائي هت آندي وئي آهي.
٣. هيءَ مصرع ڪ ۾ ڪانهي. ٤. خ ظ. 'قاسم سي ڪن ڳيان'؛ ڪ. 'قاسم سي ڪيڏ ڳيان'.

۰۱ عِشقا چُل کرجنهن گهر آوي، سِرتَنهِينَ دا پاسٺ کاوي
کِيتُس طعام تنهان کُون

۰۲ محبت والي ٺئي مرداني، ڳَل اُنهان دي ڳاڙهي ڳاني
ڏِتُس جام جِنهان کُون

۰۳ قاسم آکي عشقا آوي، ميري سَجن کا دَرس وِکاوي
پهچي سو سَمنان کُون



# سر ٻروو سنڌي

## فصل پهريون

[۱] ساجن آيو سَنْبَهي، ڪري هٿ ڪمان
آتَسِ اکڙِين ۾، ٻڙوداِئي ٻان (۱)
پِرين پهلوان، رونسيو رَڱي هٿڙا (۲).

[۲] ڪَمَرِ پاِئي ڪات، ساجنُ آيو سَنْبَهي
وِيا سِي واديوڙِيا، ڪانه پُڇاِئي ذات
ڏنائين سا ڏات، جِيائِين ماڙهن سِهڻو (۳).

[۳] مونکي وِنجُهلَ وَڍيو، ڪونهي تَن طبيب
چَتُر ساڻ چَڱِي ڏِيان، جي لاِيين هَٿ حبيب
تنهنجو نانءُ نَجيب، وَنيو ويِنِي وِنْدُران.

[۴] آءُ تہ پَرچون پاڻ ۾، رُسڻ ناهہ روا
پِرين پِير گُهماءِ، اڱڻِ آڪنڊِين جي (۴).

---

(۱) خ د. 'ٻڙوڏائي ٻان'؛ ڪ. 'ٻاڙو ڏائي ٻان'؛ ظ. 'ٻڙوداِئي ٻان'. (۲) خ د ڪ. 'رسيو رنگي'؛ ظ. 'روسيو رنگي'. (۳) خ. 'ڏنائين سو ڏات- الخ'. (۴) د. 'پرتڻون پير گهماءِ- الخ'.

[٥] آءٌ تہ پَرچون پاڻ ۾، ڇڏ روسامُون رَنج
آءٌ، گُهرجين سَنج، اڳڻِ اُڪنڊِين جي.

[٦] آءٌ تہ پَرچون پاڻ ۾، ڇڏ روسامِين رِيتِ
ڇني مُور نہ ڇڏِيانْ، سَندو پاندُ پرِيتِ (١)
جئن لَکمَڻ ساڙِي سِيتِ، تئن مونکي ساڙِ مَ سُپرين!

[٧] آءٌ تہ پَرچون پاڻ ۾، هنْيَڙو هِنيَڙي گڏ
آوکِيءَ سَوکيءَ سُپرين، توکي ڪريان سَڏ
الله ڪارڻ آڏ، آڻي پکا اوڏڙا.

[٨] آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾، رُسِي رات مَ ڇڏ
اسين تابع تنهنجا، هِنيڙا هنيڙي هَڏ
تَپِي تاب تَوَڏ، تون ڪامل ڪندين ڪن سان!

[٩] آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾، رُسِي راتِ مَ رنڊِ
لالڻ! لَڻي چنڊِ، اورِ تہ تُرَنِ اکڙيون.

[١٠] آءٌ تہ پرچون پاڻ ۾، رُسِي رَنڊِ مَ راتِ
اسين تابع تنهنجا، تون زوراوَرِ ذاتِ
ساجن گهڙي ساتِ، اور تہ تُرَنِ اکڙيون.

---

(١) خ ظ ن. 'ڇنان مور نہ ڇڏيان، سندو پاند پريت'؛ ڪ ش. 'ڇني مور نہ ڇڏيان - الخ'.

[١١] آجُ پَرِتاسُونْ، اِجهي سڄڻ آئيا
مَٿي پيرَن مُونْ، آٿي رَکيون اکڙيُون.

[١٢] آج پِرَتا عِيدَ ٿِي، لَٿِي مون تان لُکَّ (١)
ڇُٽا قَتَ فِراقَ جا، ساماهان ٿِيَڙا سُکَّ
ڏُجهڻَ پاسي ڏُکَّ، اچي اوطاقي ٿيا.

[١٣] آج پِرتا عِيدَ ٿِي، لَٿي اُجَ اُکاس
مَنَ مُرادون پُنيُون، اکينِ پُني آس
وَڏيوسون وِسواس، ڦوڙائي فِراقَ جو.

[١٤] اج پرتا عِيدَ ٿي، پچيائون پيهي
ڳالھہ کيائون ڳُجهہ جي، وٽان مون ويهي
ڏٽاسون ڏيهي، مَنَ مرادون پُنيُون.

[١٥] ڏُجهڻ ويا، ڏُکُ لٿو، وَرِي ٿئو وِصالُ
جاذب جو جمالُ، ڏِٺي ڏُکَ لَهي ويا.

[١٦] ڏُجهَڻ وِيا، ڏُک لَٿو، سَري مون صحت
پِريان پاسي سُکَ ٿيا، ڇَڏي کَرَ کَپَت
سُپِيريانْ جي سَتِ، ڏِٺي ڏُک لَهي وِيا.

---

(١) د ک ش. ’لٿي مَن تان لُک‘.

[١٧] ڏُجهَڻ ويا، ڏُک لَٿو، سَرِي صحت سَرِير
وَڏِي مرض وُجودَ جا، ڪيا طبيبن تَغيُر
دَم دَم ڪريان دوست سان، سندا نينهَن نَظير
ڪَرَ پَسَنَدِي ڪِير، مونکي پِرينِ پياريو.

## وائي - ١*

آلله واري آڻِ، سانگ ويا جي سُپرين
١. منهنجو مَنُ پِرين سان، ٻَڌو جيءُ ٻانڌاڻ
٢. ڳجهيون اٿم ڳالهڙيون، آيل ماء اُن ساڻ
٣. ويٺي فالُون پائيان، اُڪَنڊڙي اُن ڪاڻ
٤. ڪندا قاسم مُون پِرين، وِهلڙِي شال وَراڻ

## وائي - ٢**

جي گهر اچين مون، لالڻ لَکَ ڀلا يون ڀائيان
١. مَنَئون مور نہ وِسري، سيّد تنهنجڙي سُونہ
٢. لَئون پِريانجي نا لَهِي، لَڳَڙي جا سنجهہ لُونْ
٣. پاجاڻيءُ جِي پِريتڙي، تـوڙ نِياڀين تون

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سرڪاهوڙي' هيٺ ڏنل هئي، جتان نڀائي هت آندي وئي آهي.
** هيءَ وائي اصل ۾ 'سرڪاهوڙي' هيٺ ڏنل هئي، جتان نڀائي هت آندي وئي آهي. ڪ ش ۾ هيءَ وائي ڪانهي. ظ ۾ ٿلهہ هن طرح آهي تہ: 'اچين جي گهر مون، لالڻ لک ڀلائيون'.

٠٤ ڪڏهن ايندين سپرين، پِرِي منهنجي پُون(١)
٠٥ قاسم قريبن جي، ماريپ مُنڌ وِرونه

**فصل ٻيو** *

[١] پَچَرُ جون ٻاهُون، تيون جيارِيمِ جيڏِيون!
ڪَيِي تو ڪِرڙَنِ ۾، ويچارو واهُون
آساتِي آئُون، ڪُتا ڪَرِڙَجُ ڪِيمَ ڪِيَ.

[٢] ڪُتا ڪَرڙِجِ ڪِيمَ ڪِيَ، مون ۾ ناهي ماه
الله لڳ عجيب جو، راڱا رَڏِبِ مَ راه
پَچُرَ! ڪَرِ مَ ٻاه، متان لوڪ لَڪَ پئي.

[٣] ڪُتا ڪَرڙِجِ ڪِيمَ ڪِيَ، رَتِي ناهي رَت
نيش جَهلَڻَ جي ڏاهِ ڪا، هڏي منجهه همَت
ڪُتا چڙ ڪُپت، تہ مونِي ميڙائو ٽئِي.

[٤] ڪُتا ڪَرڙِج ڪِيمَ ڪِيَ، مون ۾ ناهي مِڪَ

---

(١) هيءَ مصرع فقط ظ ۾ آهي.

* ميني نسخن ۾ هن فصل جا جملي بيت 'سر سسئي' هيٺ ڏنل آهن. ل ۾ هنن بيتن جي شروعات ۾ هيٺيون عنوان ڏنل آهي: "تمت ٿيو سر آبڙي جو، شروع ٿيو سر معذور جو"، يعني تہ ل موجب هي بيت 'سر معذوري' جا آهن جيئن تہ هنن بيتن ۾ جو مکيہ مضمون محبت ۽ مجاز آهي انهيءَ ڪري اهي هن سر هيٺ آڻدا ويا آهن.

آءٌ وڃان ٿي پِرَ ڏي، لوڪانْ ڪَريِ لِڪَ (۱)
پانَ وَرَنِي پِڪَ، مَنَ مون تي وِجهن مون پرين.

[۵] ڪُتا ڪَرِڙَجِ ڪِيمَ ڪِي، آساتي آهيان
پَسِي پُڇَ لُڏائيين، پَلا يون پانيان
ڳِڻ تنهنجا ڳائيان، پَڇُر ڪري پَئين پاڏَ ۾ (۲).

[۶] پَڇُرَ ڪري پَئو پاڙَ ۾، ٿورو اسان لاء
ڪُڙِڪو ڪُڙِيء پيرَ جو، آيو مَ آوناء (۳)
ڏُجَهڻ پَئي مَ ڏاء، تہ رمان راتِ رِهاڻ ۾.

[۷] رَمانْ رات رِهاڻ ۾، ملان محبوبَن
ڪُتا ڪِيونْ ٿي ڪيتريون، پَرَنُونْ تو پرينَ
مَٿِي ڪَمِيٽَنِ، تو پالَ پلا يون ڪَرِيين (۴).

[۸] ڪتو ڪاهي آئيو، راڳو مون تي رات
وِڏائين ٿي وات، پُڻ ڏَٽي ڏُوٽي جَهلِيو.

[۹] ڪُتو ڪاهي آئيو، راڳو رَوازِي
مَهندئون مجازِي، مُنهن تي هنيس موچڙو.

---

(۱) خ ظ. 'آءٌ وڃان ٿي پرڏيه'؛ ڪ. 'ٿي وڃان پرڏيه'؛ ل. 'آئون ٿي وڃان پرڏيه'.
(۲) هيءُ بيت ظ ۾ ڪونهي. (۳) خ. 'ڪُنڪو ڪري پير جو'؛ ظ. 'ڪَنِ ڪُو ڪَري پير جو'؛ ش. 'ڪنڪو ڪري پير جو'؛ ل. 'ڪُڙڪو ڪري پير جو'؛ ڪ. 'ڪُڙڪو ڪُڙِي پيري جو'. (۴) هي بيت خ ظ ۾ ڪونهي.

[١٠] ڪُتو ڪاهي آئيو، راڳـو ڪري رُوڙ
آچيو آدمزاد تي، سامهين ڪَيِي سُوڙ
ڪارايل جا ڪُوڙ، متان مڃيو ماڙُهئا!

[١١] وينو آهي وات تـي، ڀَڙُو جَهليو ڀُنبُ
لنگهڻ ڏئي نہ لُنبُ، پَسان ڪيئن پرينِ کي(١)!

[١٢] وينِي آهي وات تي، ڪُتِي ڪُتِي وَتِ
پوڌيون پانديڙن جون، ڦاڙيو ڪري پَتِ
جا ڳُلَرَ ۾ گهتِ، سا پوڻچي تي پُوريون ڪَري.

[١٣] پوڻچِيءَ ڦاڙيا ڪپڙا، ساجَنَ سِبيا سِي
پرينِ پوڻچِيءَ کي، پادر هَٽِي پَليو.

[١٤] پَچَرُ ڀَهِي آئيو، ڪِجَڻَ ڀَڙو ڪاهُ (٢)
ڪُتِي سَنڌي ڪَنِ تي، ڪنهن ڏُجهَڻَ وِڏو ڏاهُ(٣)
تيلاه منجهان تاءُ، تو وڳِي ويچارن تي (٤).

[١٥] پَچَرُ ڀَهِي آئيو، ڪري هُوءِ هڪل
راڳِي مُلا راتِ جو، لِڪڻ ڪونهي لَل (٥)
پرينِ! تنهن کي پَل، تو وَڳِي ويچارن تي (٦).

(١) هيءَ بيت خ ظ ۾ ڪونهي. (٢) اصل، 'ڪجرلدو ڪاءُ'. (٣) اصل، 'ڏڇر وڏو ڏانهہ'.
(٤) هي بيت فقط ظ ۾ آهي. (٥) اصل، 'لڪر ڪولي لل'. (٦) هي بيت فقط ظ ۾ آهي.

[١٦] پَچَرُ ٻَهِي آئيو، ڇَڏِي ڳوٺ ڳِرِي
سُتا سيڻ جڳائيا، ويچارِي ورِي
پَٽِي دوستَ دَرِي، هيجئون هَلِي آئيا.

[١٧] هيجئون هلي آئيا، لوڙهِي ڏِيئي لَتِ
معلومِ ٿِي محبوبَ تي، ڪُتِي جِي ڪُپَتِ
پَچَرُ پَلِيءَ پَتِ، ٻَڌائون ٻاجهه پَئِي.

[١٨] سو لَهُه لَڌائُون، جنهن سين خوف خِزانْ ٿيو (١)
وِجهِي ڪَڙِنو ڪنڌ ۾، ٻهڙو ٻڌائون (٢)
ڏِسڻ ڏِنائُون، لَٽو پَؤ پَچَرَ جو.

[١٩] لٽو پَؤ پَچَرَ جو، وَرِي ٿئو وصال
ڏاڙهيندڙ ڏور ٿئا، ڪُتو وئڙو ڪال
سُتِي لوڪَ سنيالَ، لڌائون لطف سين.

[٢٠] پَچَرُ خَچَرُ خارِجِي، ڪندو ڪوه ٻَهِي
وِيهِي رهيو وِچَ ۾، واڙِي در وَحِيْ (٣)
سهو ربّ صحي، ٿئو مهند محمّد شاه جو (٤).

[٢١] پَچَر ٻَهِي ٻَس ڪِي، ٿئو سينڌو سُڃاڻِي

(١) خ ظ د. 'سولو لڌائون'. (٢) ظ. 'وجهي ڪونو ڪنڌ ۾'. (٣) خ د ڪ. 'واڙي دڙ وحي'؛ ظ. 'وايندَر وَحي'؛ ش. 'واڙي در وحي'. (٤) ظ. 'سُنُهو رب صحي'.

اينديِ وينديِ واٽ ۾، ڏِسيِ ڏِهاڙيِ
سَڏيِ سُهماڻِيِ، سِڪُونَ لا ٿيون سچڻين.

[٢٢] ڪُتن ڪونهيِ ڏوھ، ڏٺين ڏاريِ چِڏيا (١)
ڪين چِڏيندا ڪَڏهِينَ، ريِ ڪونَايو ڪو
سَڏيِ نِيندا سو، جو پسند اِيندُن پاڻ کي.

[٢٣] پسند اِيندُن پاڻ کي، تنهن کي جَهليِ ڪير
راڳو رِيجهيِ، تنهن جا پاڻان چَٽيِ پير
وچان لٿو وير، صلح وارئو سَچڻين.

[٢٤] صُلح وارئو سَچَڻين، لَٿيِ ڪاڻ ڪُتَنِ
پَسيِ قربُ قريب جو، گُلر گير نه ڪَنِ
تَوَڏَ چِڏيِ ڏَنِ، صلح ٿئو سَگَنِ سين (٢).

[٢٥] لَٿيِ ڪاڻِ ڪُتنِ جي، ته پُڻ ڪاڻِ ڪيڃِ
پِريان سنديِ پارَ جا، ’سائين‘ ڪِئو سڏيڃِ
ته هَڏهن ڪندا هيڃ، ساڃاهَ پِريا سَگَڙا.

[٢٦] لَٿيِ ڪاڻِ ڪُتنِ جيِ، ته پڻ ڪيڃ ڪاڻ
جيِ پِرينِ پاريا پاڻ، ڪِهڙيِ تَوَڏَ تنِ سان!

---

(١) خ د ش. ڏٺي؛ ظ ڪ. ڏٺين. (٢) هي بيت د ڪ ش ۾ ڪوناهي.

[٢٧] قريباڌا ڪُتڙا، پاڻان پيرين پُونِ
سَگ سڄاڻن تن ڪي، جي حضوريِ هُونِ
پائي چَڪُ نہ چُونِ، آمُرَ ڌاران اُنِ جي.

**فصل ٽيون**

[١] ساجَنَ سِڄَ اُيارَ، نين نقابئون ڪَڍِيا
حُورن پِڌا هَٽَڙا، پَريُون ٽيون پينارَ
موهَنَ سُونهن- مَلارَ، سُورِجَ سَلامي ڪيا (١).

[٢] سُورَجَ ڪِيو سَلامُ، اُيرندي عجيبَ کي
پِيتائين پُرُ ٽيو، منجهان جلوي جامُ
آتَس مَٿي عامُ، تيلَهہ سدا سوجهرو.

[٣] قَمرَ شَمسَ شُعاعُ، حاصل ڪِيو حَبِيبَ کؤن
موهن روپَ مُهاءُ، ماکِيءَ مِيٺُ پِرائيو.

[٤] پُونَمُ پاڻُ پِرِيَ، ٻي سِپ اُونده اُن ري
مِيڻِي ويچ وِرِيَ، اڇڻ سان آزار جي (٢).

[٥] پُونَمُ پاڇويونِ، سِڄانُ چِٽا سُپرين
کو تِلُ ڪوثر آبَ مُ، مَنجهان پِڪ پِيونِ

---

(١) ظ. 'موهن سونه مدار- الخ'. د. 'سورج سلامي ڪيو'. (٢) خ. 'ميڻي ويچ وري، اڇڻ سان آزار جي'.

جَڳـا ۾ جوت جهونِ، پَسان ڪونہ پرين جي.

[٦] جَني سَڏ سُڻي، سي مَرُ ڪَنسِ سَڏَڙا
ڏَڍي جَنِ ڏُڍي، عرض اونائي اُن جا.

[٧] سي مَرُ ڪَنسِ سڏڙا، ڏڍيءَ ڏئُـا جي
سؤ سؤ پيرا سي، مَـرُ ساريو ڪَنس سَڏَڙا (١).

[٨] سُڻي جي نہ سُڻي، تہ پُڻ ساعت سَڏُ نہ لا هيان
جي ڏَڍي مون نہ ڏُڍي، پر مون تان ڏَڍي ڏُڍيو (٢).

[٩] سَڏنِ مَٿي سَڏَڙا، ڪُوڪُنِ پٺيان ڪُوڪ
مَڃُڻ وِرچي چِڏيين، وِلولو ۽ ووُڪ (٣)
ڪندا سَڏ سُلوڪ، البت عجيبن سان.

[١٠] ڪانگل ڪَرِ مَ ڪٿ، وِج اُڏامِي اوڏهين
ڏَج سَنيهو سَڄڻين، رَکِي پيرين هٿ
قاسم! ڪنهين ڀيَت، مَنَ ميڙائو ٿئي.

[١١] ڪڏهن آئين ڪانگ، پريان سندي پارَ ڪوُن
ويهِي ڪَرِ وِصالَ جِي، ٻولِي سِر ٻڙانگ
جي سَڄڻ وِڏڙا سانگ، سي اج اُڏائي آڻ تون.

---

(١) اصل. 'مرُ ساريو ڪن سڏڙا'. (٢) هي بيت ڪ ۾ ڪونهي. (٣) ظ. 'وَلوَلو ۽ ووڪ'.
(وِلوليُون ۽ ووڪ؟)

[١٢] اَجَ پَسجين اِتِ، ڪالهه ڪِتي هوئين ڪانگڙا!
وٽن چڙهيو واڻڙيون، آءٌ نهاريان نت
جي چَڙهيا مَٿي چِتِ، سي اَجَ اُڏائي آڻ تون.

واءِ - ١ *

ڪو پِريان جو پانڌي، آڻڙو مون گَهر آچي
١. پَسي پانڌي پِرَ جو، هوند بيراڳڻ بچَي
٢. ساريو پنهنجا سُپرين، پاڻمرادڙِي پچَي
٣. سُٽي سندو سَڄَٽين، نينهن نياپڙو نَچي
٤. واڍون وَرِڻ سَنديون، ڪانگ سُٽايم سَچِي
٥. قاسم اڻم آسرو، پِريمِ مانَ اچي

واءِ -٢**

ڪانگلَ پِريان جي پار جي، وو ساري ڏي سُڌِ مون
١. جَنِي لايا ڏينهڙا، سي تان سارياسُون
٢. پِريانَ سندي پار ڪُون، ڪڏهن آئين تُون
٣. ڪڏهن ايندا سُپرين، پيٺي مُنهجڙي پُون
٤. ايندا مانَ اُجهائيان، دُڪيءَ جا مَنَ ڏُون
٥. قاسم ڪانَ پِريان جا، لڳا سي منجهه لُون.

---

* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.
** هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ساموندي' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي.

# سر راڳو

## فصل پهريون

[۱] وِچَ وَرنيُون ڪامڻيُون، نـڱيُون نادولا
سِرَ چيرا، ڳُل پيپنيُون، چِڪَن سين چولا
پاجاما پيرنِ ۾، وِجَهن واڍولا
اُمل آتولا، پوتائون پازيب ۾.

[۲] آجِ نادولا نڱيُون، آيون ڪاڪ ڪَهي
توڙئون طِلسماتِ جي، پرينِ ڳالهه پَهي
العشق نارُالله، ڪنيائون ساڻ ضَحِي
نَهِي سا نَهِي، آڻ نَهِي ڪانهه نَهِي.

[۳] آجِ نادولا نڱيَون، پَريون ڪَري پَرواز
اُتِ اُڏامِي آئِيون، جينءَ سو بَحري باز
زِنده طعامُونَ تازُ، هاڻِ گُهرجَنِ گهونڊئا.

[۴] نادولا ڏو نينهن، سَوَ سِينهائين آڳرو

ڪلنگيون جن ڪپار ۾، تني چاڙهي چيئن
ڪاڪون بچن ڪيئن، جينءَ ڪات ڪنوارين هٿ ۾.

[٥] نادولاٽي نينهن جي، سڄي ڳالهه ڳري
ڪي مٺا، ڪي ماريا، ڪني سوبي سري
آيو ڪونه وري، قاسم ڪهڪ - دوال ڪون.

[٦] مومل ماڙيون آڏيون، ڪونر ڦلاريا ڪاڪ
باغ، باغوچا، بنگلا، تني سونا طاق
حسن پيئي هاڪ، لس لڏائي ڪنڌيين (١).

[٧] مومل، سومل، سهجان، مرادي مختيار
گل ڦل ڪليا ڪيتڪي، چمن ۾ چوڏار
اڙدابيگيون آئيون، چڙهي تند توار (٢)
ڪجي ڪاڻ ڪوار، قاسم تنهن ڪماچ جي.

[٨] راڻيون رنگ رتول ۾، ويٺيون ڪن ورن
ڪوڙين عاشق ڪيترا، مٿي پڪ پرن
پروانا پڙلاؤ تان، واريا تان نه ورن

(١) ظ. 'حسن پيئي هاڪ - الخ'. (٢) خ. 'چري تند توار'؛ ظ. 'چـَرِي تند توار'؛ د. 'چـِڙِي تند توار'؛ ڪ ش. 'چڙهي تند توار'. انهن پڙهڻين مطابق 'چـُرِي تند توار' يا 'چـِڙي تند توار' به پڙهي سگهجي ٿو.

ڪي ٿا ماڳ، مَرَنّ، ڪي قاسم گوندر گاڏوانُ.

[٩] گُجر سَندي گامَ ۾، ڪنارو ۽ ڪات
ڪانہ پُڇائي ذات، مُنهن پيا سي ماريا.

[١٠] گُجَر سَندي گامَ ۾، ڪَنارو ۽ ڪوسُ
سندو جيئڻ سوسُ، لوڏي لاهي آئيا.

[١١] گُجر سَندي گامَ ۾، نِت گهَڙجي ڏينهن
آتَڻ مٽان عشقَ جي، موگُهون لا يون مينهَن (١)
قاسم راتو ڏينهن، سيڪو پيڙو سَجڻين.

[١٢] گُجر سَندي گامَ ۾، آديسي آيو
پَسڻ پَري ذات جو، ڏيو سامي ۽ ڪي سعيو
گهڙنديئي گهايو، اينڊي آتڻ وِچَ ۾.

[١٣] بابوُ بيڪاري ٿئو، ميري مُنهن مَلَنگ
آچي آتڻ وِچَ ۾، رات ڏنائين رنگ
جوڳيءُ سَندي جانِ ۾، ڪُتا خوب خَدَنگ
ڪَمَر تاڻي تَنگ، قاسم هَليو ڪاپڙي.

[١٤] لوڏينِ هٿ لغام، گهوڙنِ پُٺ پَلاڻيُون
من ۾ گُجهي مام، ڪا جا آتنِ ڪاڪَ جي.

(١) ظ. 'موڪون لا يون مينهن'.

[١٥] رَکي شَوقُ شِڪارَ جو، هليا ساڻ هَمير
دِل بهادر دادلا، سَپِي سـاوَج گـيـر
قَتيل دِل فقَير، صُبَح گَڏين ساهُون (١).

[١٦] صُبح گَڏين ساهُون، ساسِي سونَ - وَرن
نَکو پاڙِي پيٽَ ۾، نَکو آندرِ آن
مَهيسيءَ جي مَن، کا ڳجهي آهي ڳالهڙي.

[١٧] صبح گَڏين ساهُون، راوَلُ چڱيءَ رُوءِ
بابُوءَ سَندي بُتَ ۾، کتوري خوشبوءِ
راڻي روبروءِ، ڳالهيون پُڇيون ڳُجهہ جون.

[١٨] ڪتان آئين ڪاپڙي، ڪِٿ وهاڻيين راتِ
سَل سَيائِي سُورَ جي، بابُو مون سان باتِ
توکي طلسماتِ، مَچُڻ وِڏو ماسِري!

[١٩] آءٌ گِرناري گودڙيو، توڙان تَن تَنَها
قاسم ڪاپڙين جِي، نانيءَ منجهہ نگاه
منجهہ پِرنديءَ باه، اچي پِڱڙسِ اوچتو (٢).

[٢٠] آءٌ گِرناري گودڙيو، هَلِيُس ڪـؤن هالار

(١) خ ظ د ش. صبحا. (٢) د ش. مچ پرندي باه - الخ.

عشقَ جو آثار، ڪالهہ پِرايُم ڪاڪ ڪوَن.

[۲۱] آ گِرنارِي گودڙيو، پُورب منهنجو پَنڌُ
وَڍيو آتڻ وارِيين، ڪالهہ سُهِينجو ڪَنڌُ
قاسم پِيم ڪَمندُ، ڪاڪُل زُلف ڪاڪ جو.

[۲۲] گَدالو گِرنار ۾، آسَـڻ اُونچِي روه
اِيندي ڏُنِم آڪِيِين، جيڪِينَ لکيو لوح
آتڻ منجهہ اندوه، ڪالهہ پِرايُم ڪاڪ ڪوَن.

[۲۳] گَدالو گِرنارَ ۾، ٻرَڙي منجهہ ٻهَڪ (۱)
ڪاڪل ڪُنوارِين جِي، ڏنو ڪالهہ ڪَهڪ
تَڪَنِ مَٿِي تَڪَ، لَـڳَمِ لَطِيفَنِ جا.

[۲۴] نادولاڏي نِينهَنَ جا، پـيچ تـہ ڏِيان پـار
جِي آيا سِي آڳِهيَا، اُتِ وِيندي جِي وار
گُجَر سيِ گَنوائيا، لوڏي لَکَ هزار
ڏَڙ ڪوَن مَٽا ڏار، قاسم لُڇن ڪيترا (۲).

## وائي

ڪاڪِ ڏَڏِي ڪَرَها، چندن تو چارِيندا

---

(۱) د. 'ٻرڙي منجهہ ٻهَڪ'. (۲) خ. 'لوڇن ڪيترا'؛ ظ. 'لوچن ڪيترا'.

۰۱ پرينِ سَندي پيچِري، پيرُ پَروڙي پاء
۰۲ ناٿي ناگر وَلڙيون، جِينءَ ڪاٿين تينءَ ڪاء
۰۳ آگر پيَڙو آهرِين، توڙئون توهي لاء
۰۴ آهي آتڻ وچ ۾، جَمَل تُنهنجَڙي جاء
۰۵ وِيندي ڪَتَ پِرينِ ڏي، قاسم ڪَجِ مَ ڪاء

فصل ٻيو

[۱] پَري ذاتِ پَدمَڻيون، ڪَنين ڪُندَنَ لالَ
چِٽيون چوڏَسِ چَنڊرُون، مُنهن ۾ نيڻ مَشعال
ڪاڪل ڪوڪبانَ سان، هيرو منجهه حَمال
اِنهيءَ جوت جَمالَ، قاسم موهيا ڪيترا.
[۲] پَري ذات پَدمَڻيُون، آکين ۾ اِلماس
مُنهن مهتاباں آگرو، تَنُ چِمڪي تاس
ڪوڙين ميرَ مَواس، قاسم نينهن نَمائيا.
[۳] پَرينِ سَندي پيچِري، پيرُ پروڙي پاء
جي توکي سانگو سرَ جو، تان تون اوڏو مور مَ آء
جَني جاء ـ نُماء، سي مرُ وجن سامُهان.
[۴] راڻا يانءِ مَ راندِ، هِي سَگَ سورن گاڏُئون

سِسِي نيزيِ پاندِ، ڏَڙ ڏرتيءَ ڳڌيا (١).

[٥] مومل موهيو مينڌرو، آيو آتڻ پاس
ويٺو ڪاڪ وڻن ۾، ڪري لال لباس
قاسم ڪِجُ تَپاس، اِيُ مانڊي مَنڊُ پَڪيڙيو (٢).

[٦] ڪاڪ وڻن جا ڪوڏيا، آيا ڪاڪ ڪَهِي
مومل جي مَذڪورَ جِي، پِيَڙنِ سُڌ صَحِي
جا پِرِيَنِ ڳالهه پِهِي، سا قاسم لَکِي لوڏيِين (٣).

[٧] آتَڻَ ڪوڏِيا آئيا، سوڍا شڪاري
ويهَندِي ڪاڪ وڻن ۾، ٻَچِيائُون ٻحري
مارِيندو مارِي، قاسم قُمرِي ڪاڪ جِي.

[٨] آتَڻَ ڪوڏِيا آئيا، هٿِي لَکَ هزارَ
مُنهُن پيا سِي مارِيا، هُتِ ويندي جي وارَ
قاسم! اِنَ ڪَنارَ، گهٽا لوڏي گهائيا (٤).

[٩] آتَڻَ ڪوڏِيو آئيو، ڍوليو ڍٽ اوجار
آيُون اِستقبالَ تي، مومل جون مختيار
آندا اُرادابيگِين، تحفا طعام تيار

---

(١) خ ڪ. 'ڏڙ ڏرتين ڳڌيا'. (٢) خ. 'اي مادري منڊ پڪيڙيو'؛ ظ. 'اي مادر منڊ پڪيڙيو'.
(٣) شِ. 'لوڏيين'. (٤) ش. 'لوڏي گهائيا'.

لَٽو غمُ غُبار، قاسم آئي اَنَ جي.

[١٠] سومَلَ سوڍي پاڻ ۾، ڳجھ ڳَرَهي ڳالھِ
معلوم ڪيائين ميندري، طِلسماتي تال (١)
پاڻُ مَ ڪٽج پاڻ سين، ماسو هَڙ نہ مال
قاسم ٿيءِ ڪنگال، تہ سوڍا ماڻين سيجڙِي.

[١١] جا سُومَلَ سُٽائي، سا سَپ مَڃي ميندري
قاسم پيپس ڪَنَّ تي، وصل جي وائي
پوڙي پيائي، سوڍو چَڙهيو سيجڙي (٢).

[١٢] سوڍي سَڏُ ٿئو، اُردابيگيون آئِيُون
ڪوٺي رات ڪُنوارِيين، منجهان نازَ نِئو
اُتي وِيرُ وِئو، جِتي پير نہ پَڪٽانْ.

[١٣] جِتي پيرُ نہ پَڪٽانْ، نَڪو جِنُّ مَلَڪُ
نڪا بوءِ بَشَرَ جي، نڪو دَئِيءَ دَرَڪُ (٣)
رَأَيْتُ رَبِّيْ بِرَبِّيْ، ٿئو حق سان واصل حَقُ
قاسم ڪونهي شَڪُ، مُومل ماڻي ميندري.

[١٤] مُومَلَ چِڳو موتِيين، هيرو منجھ حَمالَ

(١) هيءَ سٽ ڪ ۾ ڪانهي. (٢) د. 'سيجڙنين'؛ ش. 'سيجڙيين'. (٣) ش. 'نڪو ديھہ دَڙڪ'.

مُنهن مهتابئُون اڳرو، لَب يَمَنِي لالَ
ڪاڪُل ڪعبي - پوش جانْ، آبرُو چنبِ هلالَ
اِنهيءَ جوتِ جَمالَ، مومَل ماڙِي ميندَرِي.

[١٥] مومل ماڙِي ميندِرِي، هَنڌ هَنڌ پيئي هاڪ
فَڪانَ قَابَ قوسَينِ آوْ آدْني، لٿو فَرق فِراق
ڪٿوري خوشبوءِ سان، قاسم واسِي ڪاڪ
مومل ۽ مشتاق، هردوئِي هيڪ ٿيا.

[١٦] راتيان ڏينهن رهاڻ، مَتِي رَنگ رَتولَ ۾
چَبِي پانَ سوپاريُون، سوڊو مومل ساڻ
هِنيَڙي سنديون هاڻ، مَنَ مُرادون پُنيُون.

[١٧] ڍوليو ڏَٽِي ڍَٽَ جو، سندو چامَنِ چام
آچئو اُردابيگيُون، سَئين سَئين ڪَنِ سَلام
ويـرَ آڳينِ جا واريا، وارثَ ويـرَ وريام
مٿان ڪاڪِ مَلام، قاسم! ڪاڙِي ميندَرِي.

[١٨] ڍوليو ڏٽي ڍَٽ جو، ساڏُوَرَنِ سَردار
موڪِي ماڏَنِ مَجِيو، موڏورن مهندار (١)

(١) خ ڪ د. 'موڪي ماڊن منجهو موڏورن مهدار'؛ ظ. 'مـُوڪي مادَن منجهو موڏُورن مهدار'؛ ش. 'مونکي ماڊن مجهو موڏورڻ مهندار'.

قاسم ڪاڪِ ڪنڌين ۾، چڙهيا ڪالهه ڪنار
سوڍي سِلِيدارَ ويرَ آڳين جا واريا.

## وائي

راڻَلُ رات مون گهرِ آيو، مون پَرچايو
١. آچو آتڻ واريون! ڳاجَ سُهاڳي ڳايو
٢. ڳائُون ڏيئي ڳُجهيُون، لالَڻُ مون گهرِ لايو
٣. مَنَ مُرادون پُنيُون، سائڙو تِيمِ سَجَايو
٤. قاسم ڪميٽيءَ تي، لائق! ٿورڙو لايو.

## فصل ٽيون

[١] رَتَ وَرَنُونْ راتِ، سوڍا! رِنو راڻيين (١)
اکيون تُنهنجي آسِرِي، تَنَ تُنهينجي تاتِ
قاسم! ڳُجهي ڪاتِ، مومَلَ ڪُٺِي مينڌرِي.

[٢] مُومَلَ ڪُٺِي مينڌرِي، ڪاتَ اُلٽِي آجَ
ڏِنگيون سِڏيون سُپِرين! ڪاڻڻ منهنجو ڪَج
پائي چاڻَ مَ چِج، ميٿِ مڌايُون مينڌرا (٢).

---

(١) خ. 'سوڍو رانڍيو راڻئين'؛ ظ د. 'سوڍو رنو راڻئين'؛ ش. 'رتو رنو رات، سوڍو رنو راڻيين'؛
(٢) خ. 'پائي چاڻ م چِج'؛ ظ. 'پَائِي چَانَ مَ چِجَ'؛ ڪ د. 'پائي چاڻ مچِج'؛ ش. 'پائي چاڻ مچِج'.

[٣] مَدي جي مِيرِي، آءٌ اوهان جي آهيان
قاسم! ڪَتَرُ وڃَ ۾، وِڏو ڪنهن وِيرِي
گوندَرَ آءٌ گهيرِي، سِگهو موڙِجُ سُپرين!

[٤] سِگهو موٽِج سُپرِين، وارثَ وِيرَ مَ لاء
ڪَرَهو موڙِي ڪاڪ تي، الله ڪارڻ آء
جوڙِي ڏِيان جاء، اکيونءَ اوتارا ڪَرِي.

[٥] اوطاقون اکين ۾، وهَڪَ منجهہ وُجود
لَٿو سَهُوُ سُجود، مُومل ٽِيڙِي مينڌرو.

[٦] مُومَل ٽِيڙِي مينڌرو، ڇِنو غيرُ گُمان
آگَڻِ آئِي جَنِ جِي، مومل لَڌو مان
صِفَت ڪِي سلطان، منجهان نينهَنَ نوازِيو.

[٧] سودِي شَڪُ پِئو، ڪُوڪَٽُ پَسِي ڪو پِئو
ڪَرهو موڙِي ڪاڪ تان، وارِي واڳ وِئو
قاسم نِينهَن نِهو، هِتان ڇِنِي هَليو (١).

[٨] چالَ مَ ڇِڇِي نِينهُن، پِرتِ پُراڻِي مَ ٽِئِي
ڪوء رُسڻَ پِنَ رِيتِيُون، ڪوء ڏولائِي ڏينهُن

---

(١) خ ڪ د ش. 'نيهن نيئو'؛ ظ. 'نيهن نيهو'.

سندو محبت مِينهُن، وَسي تان وَسَ ٿئي.

[٩] وَسي تہ وَس ٿِئي، آڻ وُئي وَسَ نانهہ
سدا سُونهي سَجَڻين، ڳَلِ سيرانديءَ ٻانهہ
سَنديءَ دُوئيءَ دانهہ، قاسم ڪَنين مَ سُٽان.

[١٠] آءٌ تِي سارِيان سُپرِين، تون پِڻ ڪِين ساريج
فَاذكُرُونِي اَذكُرْكُم، پِرين تـون پاريج
تو ري سُجِي سيج، مومل مُوران نہ وَڻي.

## وائي *

اُٺي ڍولڙيو ڍار، تو گهرِ راڻلُ آئيو (١)

٠١ مومل رنگ رَتولَ ۾، تان تون ڏيڙو ٻار
٠٢ ڪَرَهو موڙي ڪاڪِ تي، سودي لَدَڙي سار
٠٣ عيبَ ڍڪيندڙ آئيو، پوريءَ پاس پيتار
٠٤ ڪؤنرَ ڦُلاريا ڪاڪِ جا، ڪڙيا ڪنٽهار
٠٥ مُنهن ۾ سُونهي مينڌري، قاسم ڪَجلَ ڌار



* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر گهاتو' هيٺ ذنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.
(١) ش. 'اٿي ڍولڙيون ڍار'.

# سُر ڪاهوڙي

[١] ڏوٿين گهڻا ڏينهن، ڏُٺُ ڏوريندي لنگهيا
نِت نِت تازو نينهن، آئِنِ اِنهيءَ ڳالهه سان.

[٢] ڏوٿِي ڏُکَ ڏَڏوڙِيا، ڏُوم دَهوڙيا ڏُٻَّ
سَنبَ، ٻُهارا، سُپَّ، پاسي ڪن نه پاڻ کان.

[٣] ڏُٺُ نه ڏٺائون، ڏوريندڙا ڏُور ٿيا
تِتان 'تون' 'آئون'، ويئي وڃائِين نِڪرِي.

[۴] ڏيهه چِتائي ڏورِ، هتان ڏوٿِي هَلِيا
ڪُونڌَرَ منجهان ڪُوڙ، پُر ڪَيائون پانهنجا.

[٥] ڪيتي ڪاهوڙينِ، سَنبَ ڪَرَڪَڻَ سُپَڙا
رُجَ ۾ پيچيو راتڙي، ڪوڙِ پُڇائُون ڪَنِ
ڏونگر ڏوٿِيڙَنِ، ڏوري لَڌو ڏُٺَ ڪي.

[٦] ڏوٿينِ ڏِٺو ڏُٺُ، مَنَ مُرادون پِنيُون
ڪالهه ٻُهاري ٻُٺُ، ڪَڻَ ڪيڻائون اُنَ مان.

[٧] پَريُونءِ وِجهي پاڻ، ڏوتين ڏُتُ سَميِنيو (١)
جِتي پـيـر نہ پَڪٽان، نڪو عبد اُهڃاڻ
سندي آلک آماڻ، آنداءُون اُنَ ڏيه مان.

[٨] جِتي جاء نہ ماء، سو ڏيہُ سونُو ڏوتئِين
سُنُڌُ پَسَنُ ناهِ ڪو، نڪا هُوء نہ هاء
وِچڻ ڪاڻ وِياء، ڏُتُ ڪَرِيندا ڪن لاء.

[٩] سُونهان ڏِينِ صَلاح، هِنَ اورانهين ڏيهَ جي
آهي جِتِ اللّٰه، تِتِي پنڌ نہ پيچرو.

[١٠] لُوساڏِيا نہ لُڪَّ، اُڃ نہ اوڏِي اُن ڪي
پُڪوليا نہ بُڪَّ، قُوتُ ڪيائُون ’ڪُلِّ‘ مان.

[١١] قُوت ڪيائون ’ڪُلِّ‘ مان، ’جُزُ‘ ۾ ڪَمُّ نہ ڪو
’آنَا اَحمَدُ بِلاَ مِيمِ‘، ڏيه سُونائون سو
ڪُونڌَرَ ڪندا ڪوه، تَوُڻَ لڌائون تَنَّ مان.

[١٢] جِتي سَپُ نہ سَپِجي، بَبَرَ پِوء پَجَن
ڪلِي ڪاهوڙِينِ، وڻ چوندِيا تنهن ويڙِ مان.

[١٣] جِتي سَپُ نہ سَپجي، راڳا رَتُ رُئِن
ڏاهَ نہ سُجي ڏِيپلين، ڪارا نانگ ڪَنبِنِ

(١) خ. ونجي پاڻ؛ ظ. وِجي.

كِلِي كاھوڙينِ، وڻ ڇُونبِيا تنھن ويڙ مان.

[۱۴] جتي سَپُ نہ سَپجي، راڳا رُڱن رَت
آسُونھَنِ واتَ نہ اُڇَھي، سُونھَنِ مُنجھي مَت
تتان پِلِيءَ پَيت، ڏوتينِ ڇُڳا چاڙيا.

[۱۵] وَحشنِ وائِي ناه ڪا، ڪيهَرَ جِتَ ڪَنبنِ
تتِي ڪاھوڙينِ، ڇَپَر ڇُڳا چاڙيا (۱).

[۱۶] ڪيهَرَ ڪَنَّ هٽَنِ، جِت وَحشن وائِي ناه ڪا
آلا اِنَّ اولياءَ اللّٰهَ لاخَوْفٌ عَلَيهِمْ ولا هُمْ يَحْزَنُونَ،
خوف نہ ڪاھوڙينِ
تيلانْ وڃِي تَنِ، ڇَپَر ڇڳا چاڙيا.

## وائِي

ڏُونگرڙا ڏَس ڏيِ، جَبلڙا ڏَس ڏي
تـو ڪـِي ڏوٿي ڏٺـڙا

۰۱ تَني سَندا پيچرا، معلوم ڪر مونکي
۰۲ پيچئو رُجَنِ راتڙيون، جهنگل جُهڻڪن جي
۰۳ پَسي ڏوتين ڏُٺڙا، تَنگُونْ ڪيڙم تِي (۲)
۰۴ ڪُونڌر قاسم جَن سان، رات سَنيارِيم سي

---

(۱) ھيءَ بيت فقط خ ۾ حاشيي تي ڏنل آهي ۽ چاڙايل آهي تہ: "همين بيت هم حضرت خليفه صاحب است". (۲) ظ. 'پسي ڏوتين ڏٺڙا، تنڪون ڪيڙم تي'.

# سر رامڪلي

## فصل پهريون

[۱] رامَڪلِي ٿِي روءِ، ساريو سناسينِ کي
چَڙهِي اُڀِي چوءِ، آنءُ ڪِي جوڳِي گَڏِيا!

[۲] رامَڪَلِي، ڪَنهن نہ پَلِي، چَلِي سامِيَنِ سَنگ
جَڏِي نَنگَ نِسنگ، گَڏِي گورڪَنات کِي.

[۳] رام ڪَلي، ڪنهن نہ پَلِي، ٿي جوڳياڻِي جوءِ
چَڙهِي اُڀِي چوءِ، آن ڪِي جوڳِي گَڏئا.

## فصل ٻيو

رامڪلي سي حرفي

[۱] الفِ ڪـي اوڏا ٿِيا، ’مِيمُ‘ رکيائون مَنَ
فَـاَيـنَـمَـا تـوَ لُّـوا فَـثَـمَّ وَجـهُ الـلّٰـهِ، جوڳِي
جاڏُون ڪَنِ
نَحنُ اَقرَبُ اِلَيه مِنْ حَبْلِ الوَرِيدِ، ٿِيا پاڙيچا پِرِيَنِ(۱)

۱) ش. ’ٿِيا پاڙيچي پرين‘.

قاسمَ کانوڙين، نانِي گـڏي نِجُهرِي.

[٢] بي جو لَٽو بار، ’آلفُ‘ ڏِٺائُون اکِيين

آنَا آحْـمَـدُ بِـلا مِيمِ، ٿِئا سامِي سِليدار

رَأَيْتَ رَبّـي بِـرِبَّـي، ڏِٺائـون ڏاتـار

قاسمَ! ڪَلا نِدار، آسـڻ آرامـي ٿـيا.

[٣] تي تَڪبّر تارِڪِي، ڪِيْنُو مُور نہ ڪَنِ

هُـئَـڻُ چِـڏي هَليا، روئِي رامَ رَسـنِ

فَليَضْحَكُوا قَـلـيْـلاً وَ لِيَبْكُوْا ڪَثِـيـرا،

اِي عادت آديسين

قاسم کانوڙين، ناتُ نَمايو نيازَ سان.

[٤] سُتِي سَـڏُ ٿِئون، ٿـي سُٽِيْدي اُٿـيـا

ذالکَ فضل اللّٰه يؤتيه مَنْ يَشاءَ، قادرَڪَرَمُڪِيونَ

مَنْ لَهُ الْمَوْلىٰ فَلَهُ الْکُلُّ، سيڪِينَ اِتِ سَرِئونِ

بارِي ياڳُ، وَرِيونِ، قاسم ناتَ نَوازِئا.

[٥] جيمِ جَهليندي جَڳَ، نادُ وَجائِي نڳِئا

اِهْدِ نَـا الصِّراطَ المُسْتَقيْمَ، سامِي ٿِئا سَرڳَـ

مَنجهان نات نَـرڳَ، قاسمِ ڪيئا ڪاپڙِي.

[٦] حي هُٺَ جِي حَدَّ، وِيا اورانگهي اوڏهين
نانگن پنهنجي نَفْسَ جِي ، سَيڪا وَڍِي سَدَ
مَنْ عَرَفَ نَفْسَهُ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهُ، پُنهون عشقَ عَدَدَ
مَنْ طَلَبَ شيئًا و جَدَّ وَ جَدَ، قاسِمَ سَرِيو سامِيِين .

[٧] خي مَلِيندي خاڪ، قاسِم هَلِيا ڪاپڙِي
دُنيا ۽ عقبيٰ کان، پاڻ رکيائون پاڪ
طالِبُ الدّنْيَا مُخَنَّثٌ، طالب العقْبيٰ مُوَنّثٌ ،
آلکَ جا عُشَاق
منجهان روزَ مِيثاق ، پَنڌُ پَروڙِي آئيا.

[٨] دُوئي دال ڦِٽِي ڪَري، پورب ويا پيهِي
جوڳين کي جَبَرُوتَ ۾، پَل گهَڙِي پيئي
مُلڪ ڇڏِي مَلَڪُوتَ جو، ويا سامي سنجهيئي
نُهَنْ ڪوڙِيندي ڏِکئا، ناسُوتانْ نيهِي
ڏِٺائون ڏيهِي ، لَتَاڙِي لاهوت ڪي .

[٩] ذال ٿون ذِڪرُ خَفِي، جَهْرُ جَڳايو جوڳِيين
نانگا نانِي هَلِيا، ڇَڏي آبُ آخِي
پاڻُ نہ ڪَٽِن پاڻَ سان، صوفي صاف سَخِي

مَهيسينَ مَخفِي، قاسمِ! رامُ رِيجهائيو.

[١٠] رِي رِيا جي تَڪيِي آسَڻُ ڪَنِ نہ اُو
لوڪَ نہ لَڪِي سَگهِيا، خاڪِي سندينَ خُوءِ
ڏاڳِيا ڏُوڙِ پَڪِليا، ميرا ٽِٽِڙن مُوءِ
راوَلَ رُوبرُوءِ، قاسمِ وَصُلَ واڳِيا.

[١١] زِي ذَرو نہ جَتِيا، جوڳِي منجهہ جَهان
مارِيندِي مُرادَ کِي، وِٺا ڏانه ويِران
اَلْعِشقُ نارُ اللهِ، جَلُّ پِرايو جان
مُوتُوا قَبلَ آنْ تَمُوتُوا، مرِي لذّاتُون مان
قاسمِ اِن ڪَمانِ، گهٽا بابُو گهائيا.

[١٢] سِين وَڃائِي سَگِيُون، هليا ڏانه هنگلاج
تَرڪ تڪيا تَن تارِڪِين، ڪنه سان ڪمِ نہ ڪاج (١)
پيِتَ ٻُڪيا لُنگ لانگ ۾، سِرَ سلطاني تاج
سيواگر سَڪاج، قاسمِ نِينهَن نوازيا (٢).

[١٣] شِين وڃائي شَڪُ، گَڏيا گورڪَناتَ کِي
صَحِي سُڃاتو سامِيين، حق سان پنهنجو حَقُ

---

(١) اصل . 'ترڪ تڪيا تن تارڪي - الخ' (٢) خ ظ . 'سيوگر سڪاج، قاسم نينهن نوازيو'؛ ڪ . سيوگر سڪاج، قاسم نينهن نوازيا'؛ ش. 'سيواگر سڪاج، قاسم نينهن نوازئا'.

آ لاِ نسانُ سِرّيِ وَ آنا سِرِهٖ، سکيا اِيُ سبق
وُجوديِ ورقَ، قاسم پڙهڻِ ڪاپڙيِ.

[١٤] صاد صبر جون سگيون ويٺا وَڃائين
وَاللّٰهُ مَعَ الصّابِرِينَ، ڳجهه اندر ڳائين
جيڪين مُڪو سڄڻين، سو پلو ڪيو پائين
نانيِ ڏَنهُ نائين، مُنهن مونا ڪَندُ ڪاپڙيِ.

[١٥] ضادُ برتَنُ هٿ ۾، ڪاسو مُور نه ڪَنِ
پَرگهَرانُ پريِ ويا، گهَران ڪينَ گهُرنَ
ڪانوڏين قبوليو، فاقو فَقيرنَ
فَاقَةُ الفَقْرِ مِعْرَاجُ الفُقُراء، اِيُ وَجهُ ويراڳين
قاسم ڏيئيِ ڪَنِ، سُڄِ ڳالهه سناسيينْ.

[١٦] طوئيِ طالبَ توڙَ ريِ، وِچان ڪينَ ورنَ
مَرضَ مهيسيِ موت جا، ماريا تان نه مَرنَ
آلا اِنَّ اولياءَ اللّٰهَ لا يَمُوتُونَ، خضر خِوء سَندنَ
توڙئُون مٿان تَنِ، لِٺو حرف حسابَ جو.

[١٧] ظوئيِ ظالم نَفسَ سان، جوڳين واريِ جنگ
فَتَحنَا الجِهادَ اْلاَصْغَرِو رَجْعَنا اِلىٰ الجَهادِ الاَڪْبَر،
مُڙن ڪين ملَنگ

قاسم ڪيسَرَ رَنگ، ڪالهہ رتائون ڪپڙا.

[١٨] عَينَ آلکَ سين واڳئا، پيائي پاريائُون
لَمْ يَلِدَ وَلَمْ يُولَدْ، پڑهي پاريائُون
مَاڪانَ مُحَمَّدًا آبا احدٍ، اي سِٽ ساريائُون
ويا واريائون، قاسم قضا ڏينهڙا.

[١٩] غَينَ غِذائُون اُن جون مڙئي موچارِيُون
فَرضَ، واجِبَ، سُنّتُون، پڑهي تَنِ پاريُون
سَپِي سَنيُون تَنِ کي، صاحبَ سيکاريُون (١)
اُني جِيُون آريُون، قاسم! ربَّ قبوليُون.

[٢٠] في فائِقَ فيضَ جا، آجها عاصيڙَنَ
وَمَا آرسَلْنَاكَ اِلاَّ رَحْمَةً لِلْعَالَمِين، سپ تي هَٿ سندن
قاسم مٿان تَنِ، گهوري گهوريان جندڙو.

[٢١] قافَ ڪَمائِي اُن جِي، قادرَ پيشِ قَبول
اِعْمَلُوا مَاشِئْتُم فَقَدْ غُفِرَتْ لَكُمْ، مُختيارِي مَقبول
حَسَنَاتُ الاَبْرَار سَيآتُ المُقربين، سودو پيڙُن سُول
قاسم منجهان مول، هادي حاصل وِٽرو.

---

(١) ظ ک جي پڑهڻي مطابق ' صاحب سينگاريون '

[٢٢] ڪافُ ڏَنائون ’ڪُلُّ‘، ’جُز‘ وڃائي جوڳيين
آنَا مِنْ نُّورِاللّٰهِ وَ ڪُلُّ شَيءٍ مِّن نُّورِيْ،
آيو پيشُ آصُلُ
سَتُگُرَ مُلا سامِيين، آندو عِشقُ آمُلُ
قاسم آرگَ آتُلُ، مِليو مَهيسين ڪي.

[٢٣] لامِ لانگوٽيان ڏارَ، آنگَ نہ اوڍِن ڪپڙا
اِنَّ آولِيائِي تَحْتَ قَبَائِي لا يَعْرِفُونَهُمْ غَيْرِيْ،
ڏَڪئا ڏِڪٽهارَ
نانگا پنهنجي نَفْسَ تي، ساڄا ٿئا سُوارَ (١)
ڏَنِ سامِين ڏان سَو وارَ، قاسم قرباني ٿيان.

[٢٤] ميمَ نہ ماسو مالَ، نڪا سُڌِ سوالَ جي
نڪو سَنگُ ثَوابَ سان، نڪو ڏوه وَبال (٢)
آلا اِنَّ آوْلِياءَ اللّٰهِ لاَ خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلاَ هُمْ يَحْزَنُونَ،
لٿو خوف خيال
جوڳِي منجهہ جَمالَ، قاسم پُوتا ڪاپڙي.

[٢٥] نُون نَمائي ڪَنڌ، آيا آلَڪَ سامُهان

(١) ظ. ساڄا؛ ساڄا (٢) خ ڪ. ببال.

آدبُ آديسينِ جو، پُوربَ منجھہ پسند
مُنهن مُونينْ سرِ مَتڙا، سيني منجھہ صَمَد
تالَ وَجائي تَند، قاسم ريڏا رام سان.

[٢٦] واڱڻا واو وصالَ جي، ويٺا منجھہ وُجُود
منجھہ تيرٿ، منجھہ تَڪيا، منجھہ عَنبر، منجھہ عُود
منجھہ ڪعبو، منجھہ ڪيرتُون، منجھان منجھہ مَعبوُد
قاسمْ ڪنّ سُجُود، پاڻ سُڃاڻي پاڻ ۾.

[٢٧] هي هنيين سين لاءِ، قاسم سُڻ سَنيهڙا
ايڪلَتارو تالَ سان، ويهي هت وڄاءِ
ڳايو وينو ڳاءِ، سَو ڳُڻَ سناسين جا.

[٢٨] لامُ لَڪياري پير، مُرشد منهنجو مَعْنَوِي
اِبنُ علي شاه جو، ڏوهٽو مُحمّد مير
قاسم! ڪُل ڪَبيرَ، ڪامل منهنجا ڪانڌيا.

[٢٩] اُلف آسَڻ آئيا، جوڳي جاتَ ڪَري
پيچ تَني ڪان خَبَرُون، پرتَڻُون پير پَري
قاسم اُنّ ڳري، ڳُجهي آهي ڳالهڙي.

[٣٠] ڏيي ڏاراني حَقَ رِي، ڪنهن سين مُور نہ ڪَنَ
لاڳاپا جي لوڪ جا، لاٿا لاهوتين
اَلْفَقِيرُ لا يَحْتاجُ اِلاّ اِلَى اللّٰه، پِرِ گهَرِ ڪين پِنَن
توڙئون قاسم تَنِ، اوريو پيڊُ آلڪَ سان.

وائي

سگڙِيَنِ سامِين سُٽائي، اي ساءِ! اجو ڳين جامَن ڳالهڙي
١. سامين سگڙين ۾، وحدت ڦُوڪَ وَجائي (١)
٢. رَأيْتَ رَبِّيْ بِرَبِّيْ، سَتگُرَ اِيَ سَمجهائي
٣. آنا اَحْمَدُ بِلا مِيْم، ڳالهہ اِها تَنِ ڳائي
٤. ڪارو پَسَن ڪينَڪي، سامِين پيش صفائي
٥. قاسم! قُلزُمَ ڪُنَ ۾، ٻوڙي چِڏِ ٻيائي



(١) خ. اللّٰه سامين سگڙين ۾ - الخ؛ ظ. آلا" سامين سگڙين ۾ - الخ.

# سر رپ

[١] سُورَنِ سَوا۔ سير، جي پائي ترازيَ توريان
گوندر غم غريب جي، گهَٽ ۾ لايا گهير(١)
پيو سَجيندو ڪير، صحت سپيرين ري.

[٢] سورنِ سيرُ۔ سوا، مَٽن مَتو ناهه ڪو
مون ڏي مُڪا ماءِ! آٿ توريا سَچڻين.

[٣] سچَڻَ! سڪ مُياس، موٽ منهنجا سپرين!
وَرهيہ منجهہ وساس، مون ليکيندي لنگهئا(٢).

[٤] سچڻ! سڪَ مران، ڪَرَ نہ لَڏيئي ڪَڏهين
منجهئِي منجهہ پَرانْ، ڪُنير نيْهائينءَ جانْ(٣).

[٥] سچڻ! سجي راتِ، تو گِرِ ڏيان پانْهڙِي
پاپوهي پرياتِ، هوند ڪيْرُون ڏڏَم جيڏيين(٤).

[٦] سا مَ وهامي راتِ، جنهن ۾ گڏئا سُپرين
پينرَا! پَلِيءَ پِاتِ، اوريان سوزَ عجيب سان.

---

(١) ڪ. گهيڙ. (٢) ظ. ورهہ منجهہ۔ الخ. (٣) ظ. منجهيئي منجهہ۔ الخ. (٤) ظ. ش. ڪيرون ڏينم جيڏيون.

## وائي*

سانگ ۾ پوئي سَڄڻين، ۾ ڦوڙائو پوءِ
١. سَڀڪو پيڙو سَڄڻين، هوند هَميشان هوءِ
٢. جدا پنهنجي پِرَ کُون، قادر ڪَج ۾ ڪوءِ
٣. قاسم قرب جنهين سان، سائين آيم سوءِ



* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪاهوڙي' هيٺ ڏنل هئي، جتان ٽپائي هت آندي وئي آهي. ٽي مصرع ط ڪ ن ۾ ڏنل ڪانهي.

# سر ليلان چنيسر*

[۱] ليلان لِڇڻ ڇَڏيو، ڪِينَ چَنيسر ڇَيوسِ
ٻُجهان ڪَنِ پيوسِ، ڪو جو ڏوهُ ڏُهاڳَ جو.

## وائي**

توبه توبه يار! تو در زارِي، خان! تو در زارِي

۱. رَبِّ آرِنِي موسیٰ ٻولِي، 'لَنْ تَرانِي' آهه مارِي

۲. بازِي عشق جِي ڪيڏڻ وارن، ڪَنِ ڪَنِي ڪَن هارِي

۳. دلبر منهنجو دانا بينا، آهه تان ٻورڙي ڏارِي

۴. پاڏان پاسي پاڻ سڃاڻي، ڏِکي ڇَڏِ مَ ڏارِي

۵. ڪَنِي عيسیٰ موسیٰ مڃئو، قاسم احمد تارِي

—⚜⚜⚜—

* هن سر جو هيءُ هڪ بيت فقط خ ۾ آهي، جتي سر جو عنوان هن طرح ڏنل آهي: 'سر ڪونرو ۽ ليلان ۽ چنيسر'

** هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڏنا سري' هيٺ ڏنل هئي جتان تپائي هت آندي وئي آهي. ظ ۾ ٽلهه هن طرح آهي: "توبه توبه يار، تو درجاني، خان تو درجاني، توبه"؛ ڪ ۾ ٽلهه هن طرح لکيل آهي: "توبه توبه زاري، اي خان تو در زاري". ۱. خ. 'لن تراني آه ماري'. ۲. ظ. ڪيڏڻ وارا. ۳. ڪ. 'ٻورڙي ڏازي'؛ ش 'ٻورڙي ڏاري'

# سر بلاول

[۱] ڏٺي جي ڏاتار، ته منگ منگتي ڪيتري!
لک ۾ لک هزار، پينارا پُر ڪري.

[۲] ڏاتارُ ڏِنڊَ نه پِيڙِڏو، ڏٺي ڪلندي ڏاتِ
آيا سي اَگهيا، ڪانه پُڇي ڏو ذاتِ
ڏِيَڻَ جي ڏِينهَن راتِ، وائي اِنَس وات ۾.

[۳] ڏاتارُ ڏنڊ نه پيڙڏو، کِلي مُنهن خوشحال
جيڪو ڪَري سوال، تنهن کي ڪري سڏڙا.

[۴] ڏاتارُ ڏنڊ نه پيڙڏو، کلي مُنهن خوشحال
آئِي پَهر عامَ تي، وَسي مينهن مثال
ڪوڙين لکَ ڪنگال، تنهن پاڳاري پُرُ ڪيا.

[۵] پَسُ پاڳارو پِيرُ، ٻِئي دَرِ وَڃُ مَ مگڻا!
دائم دستگيرُ، جنهن ڏکيا ڏوليءِ چاڙهيا(۱).

---

(۱) S. ڏوکيا ڏولي چاڙهيا.

[٦] حاتمُ هلي آئيو، پنن پَٽ کَٽِي
سَندِي قُربْ کَٽِي، حاميءَ ڏني هٿ سان.

[٧] حاتمُ هَلِي آئيو، پَٽُ کَٽِي پينار
سُرکِي سَخاوَتَ جي، ڏياريَس ڏاتار
عشق جو آثار، حاصل ڪري هلئو.

وائي

تون جُڳ جيندا هووِڻ يار! تون جُڳ جيندا

١. توڙ کَنُون وه توُن دلبر تَوُن، مُئن صَدقي سوُوار
٢. ڪل عالَم دي تاج تَيڏي سِر، تون صاحب سردار
٣. لَک دشمن تيڏي کُون کَلاّ، ماران ٻانهن اولار
٤. حوراںْ مَلکَ، پَرياںْ مل تيڏي پير چُمن پينار
٥. قاسم دا سيپ دو جڳ دي وچ، بارِي تَوُ سِربار

—⁂—

# سُر ڏهر*

## فصل پهريون

[١] جاڙيجاڻي جَنگ، آهي اوڏارن سان
لڳو لوڙائُن جو، منجهان ٻنيءَ ٻنگ
گورا توڏ گڙنگ، هٽيو هيڪاڏا ڪري(١).

[٢] لاڪاين لغامَ، وڏا واڏين وات ۾
آٽن اوٺِي ذات جي، من ۾ ڳجهي سامَ
آتُ نہ لڏو عامَ، لاڪي لوڙائن جو.

[٣] سُڳڻ ٽِينِ سُواء، جُوءِ ۾ جَمَٽو پوليو(٢)
آيا جَنِي لاء، سي وَڳَ پہ گَڏُين سامهان.

[٤] لاڪي لال ڪماڻ، هردم آهي هٿ ۾
سِلهيو تيرنِ ساڻ، واگهہ پلِي ٿو واهرو(٣).

[٥] ڪوڙين سؤ ڪَيڪانَ، پُڻ پاچاواڙِي پڌرا(٤)
هٽيو گُرز غَنيمَ کي، ماريو ڪن مَسانَ

---

* ظ ۾ هن سر وارا اڪثر ورق ضايع ٿيل آهن.
(١) اصل. 'گهوڙا توڏ گڙنگ'. (٢) خ ڪ ش. 'جؤم' (ڪذا). (٣) اصل. 'سلہيو'؛ خ ڪ. واگہ؛ ش. واگهہ. (٤) ش پاچا واڙي.

سِسيون نيزي ساڻ، ٻَڏيو وڃن ٻاپڙا (١).

[٦] گهوڙا لڪ گهٽا، پُڻ پاچاواڙِي پڌرا
جَنِي مُنهن مٽيا، سي مون لاڪائي لَکِيا.

[٧] پَکو پَکِي پاس، رِڻُ ريبارِين ڇانئيو
ويچارِن وِسواس، لٿو لوڙائُن جو.

[٨] رِڻ ريبارِين ڇانئيو، پکو پکي وَٽ
اُٺيون چَرن اُنِ جون، ڦَريُون مَٿي پَٽ
لٿو سُور سَرٽ، لاکي لوڙو چَڙيو (٢).

واٽي

پَکو پَکِي وِٽ لو! رِڻُ رِيبارين ڇانئيو
٠١ اُٺيُون چَرن اُنِ جون، ڦهريون مَٿي پٽ
٠٢ لٿو لوڙائِنِ جو، سندو سور سرٽ
٠٣ واڌيِيون ويچارن جون، ڀِري ويئيون وٽ
٠٤ ويهي ڌن واڌيِنِ ۾، ڪو ڏينهن قاسم ڪٽ

(١) خ. ٻڌيو اچن. (٢) خ ظ. لاڪي لوڙو چڙيو؛ ک. لاڪي لوڙائن چڙئو؛ ش. لاڪي لوڙڻ چڙيو.

## فصل پهريون

[۱] واڻيون وهي هٿ تي، هاٺو هٿي پاس
لعلون لٽي لاڏکا، رزق کيائون راس
وڏيائون وسواس، آلستؤن آڏهونڊ جو.

[۲] کارو منهن ڪراڙ، ساڳاين منهن سنرا
گهوڙا پسيو گهورڙيو، ڏو پٽي نڪ نراڙ
جينءَ سو جهنگ پراڙ، تينءَ ڪيمن پري خبرا.

[۳] ڪيمن خوش نه اڄ، مهتي منهن نه سنرو
سندو سود سهڄ، وڌو ويچاري وسري.

[۴] ڪيمن ڪلڻ چڙئو، ويٺو روئي رت
ڪمن سنڌي ڪن پر، ڪالهه وڏائون ڪت
پگت پلي يت، لوڙائن لتاڙيو.

## فصل ٻيون

[۱] ماريءَ منهن م پوءِ، ڪانءُ م لڳي ڪونجڙي
چڱي پلي هوءِ، سدا پيڙي سڄڻين.

[۲] ڪوڙين پري ڪان، اجهي ماري آئيا
جي تون نگهبان، ته پڪ نه ونگو پڪڻان.

[٣] چال مَ ڇڇي ڪا، منجهان وَڳر ڪونجڙي
مَڇڻ مُلا ماء، جيئڙي جُدا مَ ٿئي.

[٤] ساري مڙيا لَڪ، ڏور آڏياڻون ڏيڙا (١)
جي راضي رب آلَڪ، تہ پڪ نہ ونگو پکڻان.

[٥] ساري مُنهن ڪارو، ڪارا متس ڪپڙا
جو پاريندڙ پکڻان، سو رَکٿهارو
وڃي ويچارو، هٿين خالي هلئو.

[٦] رات لَمندي لات، ڪوڪ سُٺائي ڪونجڙيَ
پرين جا پريات، آچي سور اُڏميا.

[٧] اُڏي اُڏاڻي، پَڪ چَندبيندي ڪونجڙي
آيس اُهڃاڻي، ڪا رات پنهنجي روه جي (٢).

[٨] ڪونج اُڏاڻي ڪَڇَ، ٻچا پَرني ربّ کي
آڏو ڏيئي رَڇَ، ساريءَ مَندڙيو مامرو (٣).

[٩] ڪونج اُڏاڻي ڪال، ٻچا پَرني ربّ کي
وَڳر ساڻ وصال، موٽي کو مسّ ٿئي.

---

(١) ظ. دوُر اڏيايون ڏيڙا؛ ڪ. اڏياڻون ڏيہڻون. (٢) خ ظ ڪ. روح جي. (٣) خ. اوڏا ڏيئي.

## فصل چوٿون

[١] هَٽي هَٽُ حڪمت جو، وَڻي هاٽيءَ ڪان حسابُ
جَنبُو چا جوابُ، ڪندو ڪيهر سامُهون(١).

## فصل پنجون

[١] مون جي ڏٺا ڪال، سي اِڄ نه اُني پيٽئين
ڪوه جاٽان ڪيڏانه ويا، ڪنه مُنهن ڪاهي سال
سَچ سَلائج ڳال، پکا پَرڏيهين جي.

[٢] پکا پرڏيهين جو، ڏي ڏُکيءَ کي ڏَس
جي وانديُون ويون وَس، تو اندر آڻي اُنِ لئي.

[٣] اڄ سانباهي سِت، ڏنم سنگهارن ۾
ما مُنهينجا مِٽ، ڪاڇي وڃن لڏئو.

[٤] سانڍايُون سُوڍهن، تَڙين ٻنهي ڪَنڌيين
ڪُنڊيِن ۽ ڪُونڍَن، هيڄُ هميشان نه لَهي.

[٥] مينهون جهل مِهار، کُهرِيَ چارِ مَ ڪُنڊيُون
چيڻي جي چاهَ پَئي، مينهون هَڏِ مَ مار
هتان لک هزار، هور پِرائي هَليا.

(١) اصل ۾ هيءُ بيت 'سر بلاول' هيٺ ڏنل هو، جتان ٽپائي هت آندو ويو آهي.

[٦] جيئنِ سِي سنگهار، جَنَبُ گُذاريم جن سان(١)
مَتِنِ ساڏوڻ مينهن جا، گَجِنِ گُوڻڊَ مَلار
قاسم! ڪُنڊيون آن جون، ڏسن ڪونه ڏڪار
گورس غم گذار، اوتيو پيئنِ پَهَيڙا.

—✻—

(١) ڪ ش. جنم گذاريم.

# سر ڪاپائتي*

[١] اوِرينديِ آرَتَ، ڏورِي چِڪيِ سَجَڻين
هَٿو چُڻو هَٿَ مون، وِڏو سُورَ سَرَتَ
پَھو ڪِريو پَٽَ، آتڻ وِئو وِسري.

[٢] آتَڻُ وِئو وِسري، پِرهَ ڪَتنديِ ڪيرَ
هُتِ سَرتيون گُھرَنِ سيرَ، اسان تندُ نہ اُجِھي (١).

[٣] آتڻ مٽان آجِ، اسان لاٿو آسرو
وَنيِ وِڏم ڇَجِ، سي واڙا واء ڪٽيِ ويو (٢).

[٤] آتڻ مٽان آجِ، اسان لاٿو آسرو
پُوڻيون پائيِ پاندَ ۾، پيڙ اسان ڪان پيچ
جي تو اچيِ لجِ، تہ آيَلَ ويھہ مَ اوڏڙي.

[٥] مون سين ڪَتيو جنِ، سي ويا اولاڏي اوهِري (٣)

---

* هي بيت سيني قلمي نسخن ۾ "سر ڏهر" هيٺ (شروع ۾) قلمبند ٿيل هئا، جتان جدا ڪري هي 'سر ڪاپائتي' قائم ڪيو ويو آهي.

(١) ظ. 'ڪرَن سيہر'؛ ش. 'ڪتين سيرُ'. (٢) هي بيت ڪ ۾ ڪونهي. (٣) خ. 'مون سين ڪتيو جن- الخ'.

هاڻي ساڻ ٻيَنِ، آتڻ مُور نہ اُجَهي.

[٦] مونکي ڪتڻ ڪال، جن سيکاريو جيڏيين
چَرکو اُني چال، ڪا ڦيريندي نہ پَسان.

[٧] ڏَڪَ نہ ڪَيِي تند، آرٽ پُڻڪو نہ ڪَري
هَنجهُون هاري هَند، پَسان پاڙيچِين جا.

[٨] نہ سي ڏَڪَ نہ مال، نہ سي آتڻ واريون
اجان چرکا ڪال، ڏي ٻانهيارين پُرائيا.

[٩] چرکو ڏَڪُ ٻَئِي، اولاڻجي آڏ ڏِئا
پِهَا پِٽَ پَئِي، لَڙيا لاڪيٽين جا.

## وائي *

تُون پڻ ياد تني کي پوريا! تو جَني جي ڙِي ڏاتِ

١. فَاذْڪُرُونِي آذْڪُرْڪُمْ، اِيَ پَرُوڙِج باتِ

٢. ڳُجهان ڳُجهہ پِريان سين، اورج آڏيَ راتِ

٣. قاسم ڪِيمَ وساريين، سَندَڙي لا لَٺ لا تِ (١).



* هيءَ وائي اصل ۾ 'سرڪلياڻ' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي. (١) ڪ. 'قاسم ڪيئن ءَ وساريان- الخ'.

# سر گهاتو

## فصل پهريون

[۱] مِڙِيِ مَلاحَنِ، مَڇَ سان وڏو مامرو
وڙهڻ وائِيِ وات ۾، روڪيا تان نہ رَهن
صُبح سِي نہ سَهنِ، آجُ هينْ ماريُون مَڇَ ڪِي (۱).

[۲] اجِ هِينْ ماريُون مَڇَ ڪي، صُبح سَهِي ڪيرُ
وَٽُ وَهلو ويرُ، تہ پِرِي ٽَئيئِي پَڏري (۲).

[۳] سَڌَ سَيَڪِنهن هوء، سَدا مُنڌَ شِڪارَ جي
تاڏگهو گهوريو گهاتُئِين، اونهِي وِيا نہ اوء
مَڇُ مارِيندو سوء، پِسِي جو پاتارَ ڪي.

[۴] پِسِي جو پاتار ڪي، سو مَرُ ماري مَڇ
جَنِي گُهورِي گهاتُئِين، سَندِي پاڻيءَ پِڇ
تَنِي سَنـدا رَڇ، پَئُوڌْرا پاڻِي آئِيا.

(۱) ڪ. 'صبح سينء نہ سهن'. (۲) ڪ. 'ڌڻي پڌري'؛ ش. 'ٽيندئي پڌري'.

[٥] جَنِي گهورِي گهاتُئين، سَندِي پاٺِي پڪَ
تَنِي چُوسِي چڪَ، ڏانَ لَڌائُون ڏيڏريُون.

[٦] گهاتو گهيرِيا مَڇَ، مَڇُ نہ گهيريو گهاتُئين
تَنِي سنـدا رَڇَ، جهِلِي رِپَ رَهائِيا.

[٧] گهاتو گهڙِيا، نہ وَرِيا، وَڏِي لَڳِين وِيرَ
تَنِي سندا سِيرَ، آپِـي نتُ نهاريان.

[٨] وڙهڻ واري سيڪو، وڙهي نہ چاڙنِ
ڪُچاڙِي کي ڪَنِ، ڪُوڙيون سَڌون ڪُنَ تي.

[٩] گهِڙِي گهورِيائُون، اونهي ڪُنَّ عَميقَ ۾
جتِي ڌانگهہ نہ تارُئين، سو ڏيهُ ڏوريائُون
ڪَچُون ڪورِيائُون، وِجهي ڪاتُ ڪپارَ ۾.

[١٠] آيا مردَ مَڇِي، ڪَلاچِيَ جي ڪُنَ تي
ڏٺائون ڏَئِيتَ ڪي، اکين ساڻ آڇِي
مورڙِي مَلَ مَڇِي، وڌُس ڪُندُ ڪَپارَ ۾ (١).

[١١] مَرُ جان جايو ماءُ، مَلُ مَهائين مورڙيو
وڙهندي مانگر مَڇَ سان، وِيرَ نہ لڳو واءُ

---

(١) خ. 'مورڙيي'

دِڳو دَلُوراءِ، هردم ڏِنُس هَٿَ ۾.

[١٢] گهٽا گهاتو آئيا، دِلْ بهادُرَ دَلَ
ڪُتا ڪُنَ ڪَلاچَ جي، اونهي آب آجهَلَ (١)
رِي مَهائِينْ مَلَ، وِڙهي ڪير ڪَلاچَ سان!

[١٣] گهٽا گهاتو آئِيا، مَتِي ڪُنَّ ڪَهِي
سَگهِي ڪونہ سَهِي، تابِش هَنَ تلاءَ جي.

## فصل ٻيو

[١] تانگهيائين سو تار، جو اڳہ نہ گهوريو گهاتُئين
مَهائِين مَنتار، لاتِي آڳَہ اڳِين جِي.

[٢] مَرُ جانْ وِڙهي مورِڙو، وِڙهي جو جاڙي
جيڪِينْ لِکيو لوحَ ۾، سو سَڀ سُڃاڙي
تانگهوءَ ڪي تاڙي، ڪيڀائين ڪَلاچَ سان (٢).

[٣] تُون مَلُ مَهائين مورڙو، تون شِڪاري شيرُ
تون قلعي جو ڪوڏئو، تون وَنندِين ويرُ
ٻِئو وِڙهندو ڪيرُ، ڪلاچِيءَ جي ڪُنَ سان.

(١) ظ. 'ڪُتا ڪُن ڪُلاب جي- الخ'. (٢) خ ظ ڪ. 'تا گون'؛ ش. 'تا گهو'

[٤] مورڙي ماريو مڇ، مڇ نہ مهٽيو مورڙو (١)
راوت ڇڏي رڇ، هنيس ڪاتُ هٿن سان.

[٥] لَڪين گهاتو گهڙيا، پر مُهتُ پرايو مور
تني مانگر تڪيو، جتي آبُ آتور
شڪاري شهزور، هنيس ڪُندُ ڪپارَ ۾.

[٦] لَڪين گهاتو لڙيا، پر موريو مَلُ مزارُ
جتي تانگهہ نہ تارئين، تانگهيائين سو تارُ
هٿي ڪُندُ ڪتارُ، مانجهيءَ مانگرُ ماريو.

[٧] لَڪين گهاتو لڙيا، پر مُهتُ مورَ ڪيو
ڪري ڪيرُ بيو، هيڏي سويَ شڪار جي!

[٨] لَڪين گهاتو لڙيا، پر موريي مَتُ نہ ڪو
هي سوپارو سو، جنهن وير اڳين جا واريا.

[٩] مانگرُ مارياءون، گهاتُن گهرِ واڌائيون
پنهنجا پارياءون، قولَ ڪلاچيءَ ڪُنّ سان.

[١٠] ڪيُون موريي ڪيچ ۾، ڪيُون پري ڪينُ (٢)
ادا! تي آمين، تہ همہ ئي حقُّ تيو (٣).

[١١] تون ڪيُونءَ جوڪوڏيو، ڪيُونءَ توسين ڪوڏُ

(١) خ. 'مورڙيي'؛ ظ S. 'مورڙي'. (٢) S. ڪيُون. (٣) اصل. 'حقّ' ٿئو'.

كنهن كي چُونڊين ڀوڙ، جي هَمَه ئي حَقّ ٿيو.

[١٢] ڪٿان ڪَڇُون آئـيـو، ڪٿان آئين تُون

ڏيکِ مَ آدا ڏُون، جي هَمَه ئِي حَقّ ٿيو.

[١٣] ڏِسَڻ ڪيا ڏُورِ، ڏِسُ مَ ڏاٿي جيٽي

اکيون ٻئِي ٻُورِ، تہ هَمه ئِي حَقّ ٿِيو.

[١٤] نَڪو ڏُجَهڻ ڏيهَ ۾، سَچَڻ نہ وائي

ٻولِ نہ ٻيائِي، جي هَمَه ئِي حَقّ ٿِيو [١].

[١٥] جانْ جانْ جيين جَڳ ۾، مَڇِي مُورِ مَ ڪاء

پَلِي سَندِي پُرِيءَ ڪي، هارِئا هَٿُ مَ لاء

جنهن ۾ ڪِڪِيءَ ساء، اوڏو وَڃُ مَ اُن ڪي [٢].

## وائي *

موريو مارينڊُء وو! مَتو آهيين مَڇَڙا

١. مَڇَنِ سندو مَنَ ۾، هُئڻُ توکي هوء

٢. تولاء رَکِي رَڇَڙا، صبح ايندو سوء

٣. ڪاڙي ڪندو وانڙِي، [لِڳَن] منجهان لوه [٣]



(١) ڪ. 'تہ همه ئي حق ٿيو' (٢) هي بيت فقط ظ ۾ آهي.
* هيءَ وائي فقط ظ ۾ ڏنل آهي. (٣) اصل 'لوح'.

# سر ڏولو مارو

[۱] ڏولو نَروَرَ سيرِيين، مارُو پاس ٽَرِين
قاسم ٽَر پاپِڙا، آڙھر پِياس مَرين
گورِيْ جُوئِي باڏِڙِي، تون ڏولا! آو گهَرِين.

[۲] ڏولو نَروَر سيرِيين، مارُو ٽَر رَهڪ
گورِي جُوئِي باڏِڙِيْ، آوِيْي ماٽِي لَڪ.

[۳] مارُو ماٽِي مينڍِيُون، ڏولِي منهن ۾ مُوچ
قاسم ڪيم بِسارتان، ڏولا سونَ سَرِيْڪا سُوچ (۱).

[۴] مارُو ماٽِي مينڍِيُون، ڏولِي ماٽِي مول
ڏولا! ٿارِيْ ماروئِي، قُول سَرِيڪِي تول.

[۵] مارو هاٽِي ميندڙِي، ڏولِي هاٽ ڪمان
ڏولو مارِي مِرگڙا، مارُو لال جوان.

[٦] مارو هاٽِي ميندڙِي، ڏولِي هاٽ ترار

---

(۱) ظ. 'قاسم ڪيم وسارتا، ڏولي سون سريڪا سوچ'.

ڍولو ماري ايڪ دو، مارُو لاک هزار.

[٧] مارو مُونه ۾ ٻيڙلو، پان سوپاري کاء (١)
ڍولو نَروَر سيريين، آڱ ڪانگا لِي آء.

[٨] ڪوڏ، ٻُرَنْٽ، ڪَڙ، ٻاجرِي، مونگ، جواري کاء(٢)
قاسم ڪَنْوَل ڪامِني، چوڏس چاند لَڃاء.

[٩] پانا جَيْسِي پاتلِي، قاسم ڪَنْوَل رنگ
آوِيْ آنگَڻ تڙِڦڙِي، جيم جوئي نانگ پِوَنگ (٣).

[١٠] گم گم پائي گُونگهرا، جان التيو گَيَنْدُ (٤)
راه آنگڻ مارُوْ چلِي، [جيم] پينْي بادَر چَنْد (٥).

[١١] مارُو اوڻا اوترِيْ، ڪَڙيينْ لاوِي ڪيس (٦)
چَتر پَتيو راجيو، جيم مارن چليو ديس (٧).

[١٢] ڍولو آوِي هَنْس ملُون، پائُون پڙُونْ مَين توء
تُجهه ملِيکِي آبرو، پاگ همارو هوء (٨).

[١٣] آڱ ڪانگا لِي جا تون، ڪاگَد ميرو آج (٩)
قاسم ڪيم بِسارتان، ڍولا لاک سَرِيکيْ لاج.

---

(١) خ ظ ڪ. ٻيڙي؛ ش. ٻيڙلي. (٢) ڪ. گوڏ؛ ش. ڪوڏ (٣) خ ظ ڪ. 'جين ڏسي لالک پونگ'؛ 'جيئن جوئي نانگ پونگ'. (٤) اصل. 'گم گم پائي گوگرا'. (٥) اصل. رائي.
(٦) اصل. 'ڪڙيي لاوي'. (٧) اصل. جئن مارن؛ هي بيت ظ ۾ ڪونهي. (٨) خ. 'همارا هوء'؛ ظ. 'هماري هوء'. (٩) اصل. ڪاغذ.

[١٤] ڊولي ڪاڳد وانچتي، قاسم لاگو ٻاڻ
ڪاڳد پڙهتي پڙ گئي، مَن ۾ تاڻو تاڻ (١).

[١٥] ڀَک هووي تو اُڙ ملُونْ، گَڙتيْ مانْجَمْ رات (٢)
مارُو سي باتانْ ڪَران، قاسم ڀاتو ڀانت.

[١٦] اُڪَنڊِئا تَنگ تاڻِئا، مارُو چِت چَڙي
آڌي رات اوتارسانْ، سُوتي سيج پڙي.

[١٧] قاسم ڪاڪَر ڪاڌ لي، ڏي مَهارِنْ ڊيل (٣)
ڊول هماري ڀَک ۾، ڪينْ سوڪ لَگايا ڪيل.

[١٨] ڀَگلينْ ڪاڌِيْ ڪاڪِرِيْ، ڪَرهي لاگي ڪام
گَڙتيْ مانْجَم راتڙي، نَجْرِينْ ڪيڊو گام (٤).

[١٩] ڀَگلينْ ڪاڌِيْ ڪاڪِرِيْ، ڏِيڌِيْ تَڻ مَهار (٥)
ڀَگ پَوَنَ سي مِل گئي، جا اُوْڀو آنگڻ پار.

[٢٠] ڪَرهي باڌي ڪوسڙي، ڀَل ۾ سات پَچيس
ڪُٽڪ سٽتي مارُوئي، اُرْڙي ڀاگي اِيْس (٦).

[٢١] رُوْم رُوْم سِيْتَل ڀِئِيْ، اُتَر گئي سي پاپ
ووهِيْ ڊولو گهر آئيو، جو آمني ڏِيڊو ٻاپ.

---

(١) اصل ٻنهي سٽن ۾ 'ڪاغذ'. (٢) ظ. 'ڀگ هو وي تو'. اصل. 'گنتي مانجم رات'. (٣) ظ. 'ڪاڪر ڪاڌڪي'. (٤) اصل. 'ڀاگين' ۽ 'گنتي مانجم راتڙي'. (٥) خ. ڀگلي؛ ظ. ڀگلي؛ ڪ. ڀاڳيين؛ ش. ڀگ. (٦) ڪ ش. 'ڪرڪ سٽتي' اصل. 'آرڏي'.

[۲۲] مارُو ڍاڙَئو ڍولئو، ساسُو ڍاڙِيُ سيج
آج ڍولو گهر آئيو، مانڊِيُ مِلئو [ويج.

[۲۳] سو ڍولو گهر آئيو، جِنْ ڪِي جوتِيُ بات
مَيّن ڍولي سي هَنس مِلِي، ڪِلن لاگِيُ ڪات.

وائي *

ڪَيْسَرِيا! گره لَگانِي دي سانوَرِيا (۱)!
اِتني عرض ميري مان ري
ساچ ڪهو، تُم ڪاهيڪو رِيسانِي، رَهتِي روز خَفا
قاسم سي هَنس بول پيرَوا! جو چاهي سو لِي (۲).



* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر سورٺ' هيٺ ڏنل هئي، جتان نِپائي هت آندي وئي آهي.
(۱) خ ڪ د ش. 'ڪيسريا گرهو لگاليندي سامريا'؛ ظ. 'گرهو لگانيدا سامريا ڪيسريا.'
(۲) ڪ. 'جو چاهِي سولِي'.

# سر مارئي*

## فصل پهريون

[۱] پَتين پَتين پال، مون سِرَ ماڙيچنِ جا (۱)
کوهُ کَريان کَونَن کي، مون نہ گهُرجي مال
ويڻي گهران وِصال، مَنَ ۾ ماروءَ چام جو.

[۲] مون سر ماڙيچنِ جا، ڏورا نہ ڏورا
آءُ کينءَ کيان کَنَن مان، ڏاڏاڻا ڏورا (۲)
سانڀِي سَدورا، مُنڌ رُونديءَ ميڙيين.

[۳] مونکي وِجهل وَڍيو، آباڻن جي آج
ماڙيءَ لَڳُم ميهڻو، لُڇيو مَرانْ لَڄ
پائي چاڻيان چڄ، مِٺي مَکَ مَلير جي.

[٤] منهنجو وِجهل وَڍيو، هنيڙو وچينءَ وير
عمر! آباڻنِ جا، ويڻي سوريان سير

---

* خ ظ. 'سر ماروئي'. (۱) ش. ماروئڙن جا (۲) خ ظ. 'کن مان'.

اکيون ڪَري پيرَ، وڃان وطن سامُهين.

[٥] وُڃهل ويڙهيچَنِ جي، مون وٽ وڏو مال
ڳٽي ڳٽيان ڏينهڙا، ساعت ڀانيان سال
اِيندمِ اڄ ڪِ ڪالهه، ويٺي واٽ نهاريان.

[٦] وُڃهلَ ويڙهيچنِ جي، ويهه مَ وساري
فَلْيَضْحَڪُوْا قَلِيْلاَ وَ لِيبْڪُوْا ڪَثِيرا،
پڙهيو تَـي پاري
هَنجُون جا هاري، پَسي سا پَهنوار ڪي.

[٧] سڳا سُونْهَنْ سنگهارَ جي، سونئون ڀَلا سَپّ
هميراڻي هَٿَ سان، تَنَ تي چڙهي تَپّ
لوڏي لَسِي لَپّ، پيان شال پَهنوار سان.

[٨] ڪَٽ مَٽ مُور نه ڀانئيان، وهڻُ واريءَ هَنڌُ
شال نه ڪنديس سومرا، ڪُرَ هيٺانهون ڪَنڌُ
مون ليکي مَسْنَنْدُ، مَنَهَنْ ماڙيچَنِ جا.

[٩] قَلْبَ ڪَڪَ وَڏَنّ، ماڙِيءَ مَنُ نه وِنْدُري
جُهروڪن جهوريو هنيون، هتي هڏ سَڙَن (١)

---

(١) هيءَ مصرع خليفي حاجي شيرمحمد جي صدري روايت ذريعي ملي مگر قلمي نسخن ۾ ناهي.

ڪِرڙِينْ پَٽ پَهنوار، سي پُسيءَ ٿا پَرَنّ (١)
جي ڪِلِي ڪَٽَ چڙهنِ، آءٌ نہ جائِي اُنّ مان.

[١٠] آءٌ نہ جائِي اُنّ مان، هوءِ جي پِيَنِ حَقّ
منهنجا سيڻ مليرَ ۾، ميڙيو آچنِ مَڪّ
ماڙِي ڏَنّ مَرَڪّ، جي چايُونْ چاموٺنِ جون.

[١١] ماڙِيءَ مونجهہ ٿِيامِ، هِنْيَڙو پَٽَن هيرَئون
جي هُت لِکيا لوحَ ۾، سي هت پَهر پيامِ
هُو جي وَسَّ ويامِ، ٿو آندرُ آڻي اُنِ لاءِ.

[١٢] آندرُ آڻي اُنِ لاءِ، هُوءِ جي وِٺڙا وَسَّ
وَسِي رات وِڄڙِيِن، مونکي ڏَنا ڏَسّ
واڏُون وَلين چِاڻِيُون، گُلن چاڻيا گَسّ
هُتي پايو هَسّ، ٿيون لُڏنِ لووَڙِياريُون (٢).

[١٣] اوتيمِ پِيتمِ جَنّ سان، سي ڪالهہ ويا ڪاهي (٣)
عُمرَ! آباڻنِ جي، ساڙِيس سانباهي
لاگِاپا لاهي، هِتان مارُو هَلِيَا.

(١) خ ڪ ش. 'ڪوڙ پٽ پنهوار جي پسيتاڻ پرن'؛ ظ 'ڪوڙين پٽ پنهوار جي پسي تاڻ پرن'. پيون مناسب پڙهڻيون: ١. 'ڪوڙين پٽ پنهوار جي پسيءِ تاپرن' ٢. 'ڪوڙين پٽ پنهوار جي پسيءِ ٿا پهرن'. (٢) ڪ ش. 'ٿيون لڏن لوئيءِ واريون' (٣) اصل. 'اوتم پيتم'.

## وائي - ۱

آءٌ وِساريان ڪيئن، هي ڳُڻَ ماروءَ [جام] جا

۰۱ ڇَتا هَڏِ نہ ڇوڙِيان، جيڏين ڳُتا جِيئن

۰۲ مُنهنجو ماروءَ جامَ سان ننڍي لاڪُون نِينهن

۰۳ اسان ماروءَ پاڻ ۾ گَڏَ وسايا مِينهَن

۰۴ قاسم چئي ڪوٽ ۾ روئان راتو ڏِينهن

## وائي - ۲

ڪو ماروءَ ڪي چوءِ جا مَنِ مُنهنجي ڳالهڙي (۱)

۰۱ سارئو توڪي سُپرين! رويو وِيٺڙي روءِ

۰۲ وَڳرَ منهنجا واڇڙو ڪنهن جو وڇي ڪوءِ (۲)

۰۳ ڏوري ڏسن پانهنجو ساعت ۾ هوند سوءِ

۰۴ آءٌ تان وِيَسِ وِسري ڏاڏاڻن ڪنهن ڏوهِ

۰۵ مُنهنجو ڪِيڙو ماروئين قاسم داد نہ ڪوءِ

## فصل ٻيو

[۱] پَڪا تت پهنوارَ، جهانگي تِتي جُهوپڙا

مُندائتي ماڙِيَان، ماروءَ ساڻ ملارَ (۳)

---

(۱) ڪ. 'جامن منهنجي ڳالهڙي'. (۲) ش. 'وڳر منجهان وَڇڙيو'. (۳) خ ڪ ش. مندائتا

کالهوٽا قرارَ، پاريان شال پهنوارَ سان.

[٢] جت سائو تت سنگهار، مارُو تنِي مينهڙا
موهرَ - جائِي، مون ڏٺِي! ماڙِي مونجهہ مارُ (١)
پلرُ ساڻ پهنوار، پيان پائرَ ڪنڍيين.

[٣] ڪت، ڪائُڙ، ڪت ڪير، ڪت پائُر، ڪت پهنواريُون
مون سِرِ چڙهي، سومرا! وِڇوڙي جي وِير
هوند نہ هت همير، گهڙِي گهاريان اُنّ رِي.

[٤] ڪت ڪائُڙ، ڪت ڪير، ڪت ساڏوهيُون، [ڪت] سيڙِ ڪا
پهُون ڪت پهنواريون، ڪت ميها، ڪت ڪوڍِير (٢)
اچي پيٺي اوچتي، قاندي منجهہ فقير
ڪانڌ قبوليان ڪو پٺو، قاسم ڏين ڪبير
مٺان ماروءَ مير، سهسين گهوريان سومرا!

[٥] پڪَنِ منجهہ پهنوار، منهنجو قالب ڪوٽ ۾
وڃي گڏ وَسائيان، ساڻوڻ ساڻ سنگهار
ڪتيريون ڪائُڙ ۾، ڏيڪاريين ڏاتار
موهرَ منجهہ ملار، مُندائتا ماڏيان.

---

(١) ظ ش. 'موهر جايون' (٢) خ ڪ ش. 'پهون ڪت پهنواريون'.

[٦] پَکا پائُرَ کَندِيِن، سُونْهَن سائيءَ ريلَ
مُنهن گولاڙن مُکريون، قُليا جينءَ قُليلَ
پَلي پاروڙن جي، چڙي اُنَّ چَنبيلَ (١)
سالُون پانيان سِيلَ، لوئيءَ هِريا لڳڙا.

[٧] کوءِ کُهنبا، پَن ٻانڊٽا، کوءِ پٽولا پَٽ چيرَ
مون مارُوءَ سين لَڏيُون، لائُون منجهه لَوِيرَ
قاسم ٿَين ڪَبِيرَ، جي سالُون اوڍيان سومرا!

[٨] جتي کُٽ نہ ڪارڙا، نڪو ٻَچُرَ ماڳ
چُٽئو لُـلُر لاڏيُون، ڪِيِنْ سَلُوٽا ساڳ
اُتان ڪنهن آياڳ، آنديَس عمرڪوٽَ ۾ (٢).

[٩] ميها سوگر تَليِنْ، پپون پاساڙنّ
ڪانبا ڪوڍِيرن سِين، پُر ڪئا پهنوارنّ
سَنّ اُنايان اُن جا، قاسم نايو ڪَنّ
سارِيو پنهنجا سَنّ، ويني ڳوڙها ڳاڙيان.

[١٠] سهسين گهوريان سومرا، مٽان ماروءَ چام
ٻاغئون پَلي پانئيان، ڪَارِي ڪَٻڙ لام

---

(١) S. 'پليون پاروڙن جون'. (٢) S. 'آيس عمر ڪوٽ ۾'.

آسُون عمرڪوٽ جون، هِنيَڙي منجهہ حرام
عمر! سون ڏي آئيا، پاڙيچا پيغام
ماڳ، مَٿايا مارُوئِين، ڏَلهي تَڙَ تمام (١)
ڏِڙڪوليون تَرڪ ڪري، وڃي وينا گوچَر گام
اچي نہ آرام، سا سُٽيندِي ڳالهڙي.

[١١] مرڻ جيئڻ مارُوئِين، اوڏڻ پهرڻ اُنَّ
سَهجُ تنهنجو سومرا! آسان ڪارِي ڪُنَّ
منجهان سَچَ سَمُنَّ، ٻَڌَيمِ ٻانهيارينِ سان (٢).

## وائي

پَر پيرونُ گڏ چوندِيا لو! مون سان ماروءَ مِيرَ
١. پِيان شال پهنوارَ سان، وڃي ڪائُڙَ ڪِيرَ
٢. آمان آچِ مَ سومرا! منهنجو قُوتُ ڪوڏيرَ
٣. وچان وطن سامُهين، اوڏِي لوئيءَ لِيرَ
٤. ٻاريان تُنهنجا ٻاڏَڙا، پَٽولا پَٽَ چِيرَ
٥. قاسم آيا ڪارِڏي، پَڳِي هامَ هَميرَ

(١) خ. 'ڏُهلي'؛ ڪ. 'ڏُهلي'. (٢) ظ. 'ٻڌم ٻاٻاڻن سان'.

## فصل ڏيون

[١] قادرَ! قيد نہ ھُونْ، [پَئي] مَ ڦوڙائو سَڄڻين
سدا ڳَنڍ سنگھارَ سان، گھاريان پاسي گھُون (١)
تہ ھُوند رَت نہ رُونْ، نت نماڻيون اکڙيون (٢).

[٢] جھڙو قَيدُ ڪَمَنْدُ، تھڙو بَنَدُ نہ ڪو ٻئو
پانْھينْ ٻاريان مَـڃَ ۾، پيچي بازو بَندُ (٣)
ھُتي ھَيئانھون ڏئو، ڪالھہ منھينجو ڪَندُ
سَڃي رات صَمَدُ، ويٺي سوريان سومـرا!

[٣] پِٽيو ڪَيان پارَ، پِرَ ۾ پھنوارنِ لاءِ
سانگين لاءِ ستارَ، ويٺي ڳوڙھا ڳاڙيان.

[٤] منھنجي وِيڌَنِ مون ڳِري، اُني جي اَن ساڻ (٤)
پاڌي پرين پھنوار جو، ھتِ نہ آيو ھاڻ
سَيِي جَنِي ساڻ، عمر اوريان ڳالھڙيون.

[٥] مُنھنجِي ويڌَن مون ڳِري، اُنِ جي اُنِي وَتَّ
منھنجو وھَڻ ماڙيين، اُنِ جا پَڪـا پَٽَّ
ڪوءِ پَن چِپِر-ڪَٿَ، لگين واري لوئيانْ (٥).

---

(١) خ ڪ ظ. 'گون'؛ ش. 'گھون' (؟). (٢) اصل. 'ھوند نہ رت رون'. (٣) ڪ ش. 'پانھيون ٻاريان'. (٤) ڪ ش. 'منھنجي ونڌر مون ڳري'. (٥) ڪ ش ۾ ھي بيت ڪونھي.

[٦] منهنجي ويڙن مون ڳري، مارُو ڪاڻ مُنجَنِ
ڪنهن سان ڪريان ڳالهڙيون، سنڌيون سنگهارنِ
پَکي پَهنوارنِ، گهٽو اُڪنڊي آهيان.

[٧] اينڈا عُمرڪوٽ ۾، سڪان سينڌن لاءِ
نہ سرتيون، نہ ساڙوهيون، نہ سِي مِٽَ، نہ ماءَ
سانگي ڳُڻَ سنداءِ، وَتيو ويتي ونڌُران.

[٨] اينڈا عمرڪوٽ ۾، ڏسان نہ ڏيهي
جَني وَٽ ويهي، پُڇان ڪاڻ خَبرُون.

[٩] آءُ تِي مُنجهان ماڙيين، مارُو منجهہ ملير
سَڙيان، سوريان، ساريان، پهنوارن جا پير
آباڻَنِ آسِيرَ، ميڙ تہ ماڻڊائي لَهي.

[١٠] جانْ جانْ جيءُ وجود ۾، تانْ تانْ مارُو مَنَ
پُلاءِ سين نہ پاڙيان، ڪاڻ ماڻي ڪَنَ
سهسين گهوري سومرا! ٻئا سبِ وِجهان ٻَنَ
قاسمَ منهنجا ڪَنَّ، اِبرَ آباڻِي سبيا.

[١١] اِبرَ آباڻِيءَ سبيا، ڪَن منهنجا ڪالهہ
سونُ تُنهنجو سومرا! مونکي لوهہ مثال.

قاسم! عيبُ ڪمال، اوڏڻ پَٽُ پهنوارِيين.

[١٢] جَنبُ ڳارِي ۾ ڳَم، ساڳَ سَلُوٽا راڄڙين
گَندُمَ ساڻ غريب جو، قاسم ڪونهي ڪَمُ
داوُرَ! مُنهنجو دَمُ، پُوتو هُت پَهنوارَ سين.

[١٣] نہ سي ڏِڏي ڏِرَنِ، آڄڙَ آڙِينْ هيروانْ (١)
گُندا گوچارن ۾، جُهڳا پاس جُهَرَنِ
هنيڙي منجهہ هُرَنِ، ڳالهيون ڳوٺاڻَنِ جُون.

[١٤] ڳالهيون ڳوٺاڻَنِ جُون، چَڙهيون مَٿي چِتّ (٢)
عُمَرَ! اوريم اُنِ سان، جي هُوندَ هُٺڙا هتّ
نيڻ نمايو نتّ، قاسم! ڪانگ اُڏائيان.

[١٥] ڳالهيون ڳوٺاڻن جون، چَڙهيون مَٿي چِتّ (٢)
آءُ نهاريان نتّ، واڏونْ ويڙهيچن جون.

[١٦] ڪَايا منجهہ ڪَڙَنِ، مَنُ ماروءَ سين واڳيو
ساهُ سنگهارن سانڍيو، هتي هَڏَ سَڙَنِ
سندي ٽانگهہ ٽَڙَنِ، جانْ جيانْ تانْ نہ لَهي.

[١٧] گهَڙِي گهورِي سا، جا پِيمَ هت پَهنوار ري

(١) خ ظ. 'اجڙ اري هيروان'؛ ڪ. 'اجر آري هيروان'؛ ظ. 'اجڙاري هيروان' ٿ. 'اجڙاڙي هيروان'؛ (٢) ظ. 'چڙيون مٿي چت'.

منهنجو مارُوءَ جامَ سان، ناتو ننڍي لا
سو ڪو وَرِي وا، جينءَ موڙِي ميڙائو ٿئي.

## وائي

مِٺا مارُو موٽ، آءٌ اُڪَنڍِي آهيَان (١)

١. نئو نماڻي پاڻ ڏِي، ڪَيِي منجهان ڪوٽ
٢. پيَان اُسْتُ پهنوار سان، لوڏِي منجهان لوٽ (٢)
٣. وارِي وَرُ وِهارِيان، جوڙِي مَٿِي جوٽ
٤. لاهيان شال لطف سان، وجي ڪائڻُ ڪوٽ
٥. قاسم اورِيان ڪانڌ سان، ڳالهيون پنهنجي ڳوٽ

## فصل چوٿون

[١] پرِهَ ڦُٽندي ڦارَ، وڏيم ويڙهيچن لاءِ
لا تقنطوا من رحمة الله، ڏنو سَڌُ ستارَ
اِن آيت جي آڌارَ، ويٺي پُڇان پيرَا.

[٢] پُڇِي پُڇِي پيرَا، ويئي وهامِي راتِ
الله! سيئي آڻئين، تَن جَنِي جِي تاتِ
پهنوارِيون پِرِياتِ، اچِي چڙهيون چِت تي.

---

(١) ظ. 'وَ هيان مارو موٽ'. (٢) ظ. 'پيان اوت- الخ'.

[٣] چُڙهي چِٽ چَڙِي، جا ٻُري ٻَڪَر ڳِلڙين (١)
عمر آجڙين ريِ، گهاريان تان نہ گَهڙي
ڏوئي سِينڌ ڏَڙي، ڪينءَ مَرُ ماروءَ ري لا هيان!

[٤] هُتي هُيس جَن سان، هِتي سو ڏُنوم
اِچي عمرڪوٽ ۾، مارو مُنهَن پِئوم
جو ڏَٽارن ڏوتوم، سو مينهو ميرو مَ ٿئي (٢).

[٥] ماروءَ مِني وات، سُهٽي ۾ سَڏُ ڪِئو
جِيَسِ جيڪَس آئِيا، پانْهِيمِ پِنيءَ رات
پَسان جانْ پريات، تہ جُسو زنجيرَن ۾.

[٦] ڏنگ وڙنگا وِيڻَ، اڳيءَ نہ سَنا آجڙيينِ
توڙئون تُجارنِ ڪي، سانگي ڪَنِ نہ سيڻَ
نُنهن سِرِ ڏَرَنِ نيڻَ، جي پَسان مُنهن پهنوارَ جو.

[٧] عُمر! آيِچ مَ سا، جا مت ماروءَ نہ وَٽي
مَچُڻ منهنجي ما، مُنهُن مٽانهون نہ ڪٽي.

[٨] عُمر! آيِچ مَ اچ، جا مَت ماروءَ نہ وَٽي
مَچُڻ مَران لَچ، صُبحِ سَنجهہ سرتئين.

---

(١) اصل. 'گلڙين'. (٢) هيءَ بيت فقط **ش** ۾ آهي.

[٩] عُمر! آباڻا، مون مَٿي تي مَجيا
اينڊو عالمُ پانئيان، سانگي سڄاڻا (١)
وِجي ڪريان ويڙ ۾، واريءَ وِچاڻا
ڪائِي ڪُوماڻا، مُوهَر ڏٽي موڙيا (٢).

[١٠] ٿي سِياري سٽ، ٿَر مَمولا آئيا
عُمر مُنهنجا مٽ، مينهن وَسائي موٽئا.

[١١] مارُوءَ مُنهن ۾ مَڪَّ، مون هَٿ ۾ ٿاريُون
چُونڊيو وِجهيم وات ۾، سندا ڦُلن ڦَڪَّ
لائُون پاسي لَڪَّ، لَڏم لوهيڙن ۾.

[١٢] سوپاريون ساٿيهہ جون، مُڪيون ماروءَ مير
عُمر! پَسي اُنَّ ڪي، هنيڙي آئي هيرَ (٣)
ڪاڪاڻا ڪوڏيرَ، ماکيان منا پائيان.

[١٣] سوپاريون ساٿيهہ جون، اجهي آجَ آيُون
عُمَر! پَسي اُنَّ ڪي، اڪيون ڏيئو ڏايُون
ٿُوهَر ٿَر جايُون، ويٺي ساريان سومرا.

[١٤] سُتي لَڏم سُهٽو، ڪَتيءَ ۾ خاصو

---

(١) خ. 'اينڊو عمرڪوٽ ۾ سانگي سڄاڻا'. (٢) ڪ ش. 'ڪائي ڪهماڻا'. (٣) ظ.
'هنيڙي اچي هير'.

لا تقنطوا من رحمة اللهِ، تيو دل کي دِلا سو
سُمهي ڏِج سنگهار کي، پاسي سين پاسو
سا سُٽَندي ڳالهڙي، وَڏِئو وِسْواسو
چَرِيْ چؤماسو، مُوهَرَ ڏڻي موڙئا.

[١٥] آيُمِ آجَڙوال، ڌاريلا ڌَرَ ڏَڌي (١)
لا ٿائون لطف سان، مٿان قيدُ ڪنگال
مون تي وَريا واهَرُو، لَٿو بندُ بَبال (٢)
سُٽي سَڌ سُوال، مُوْهَرَ ڏَڻي موڙئا.

واٽي

ڪَنْدَڙِيْ آءٌ اُنَ سانڻ، ڳالهڙِيون جي مون مَنّ ۾
١. منهنجو مارُوءِ جامَ سانَ، پِڌو جيءِ بَندانڻ
٢. ماڙيءِ سندِي مون ڏڻي، مَنَ تان لاهه مُنجهانڻ
٣. آجو ڪَنِّ آسيرَ کي، آچِي ساَنَ آبانڻ
٤. آءٌ اوريندي اُنّ سان، ويهي منجهه وٿانڻ
٥. قاسم ڪَمّ ڪَرِيمَ تي، وِڏا عَبْدَ آجانڻ



(١) ش. 'مون ڌاريلا ڌر ڏڌي'. (٢) ظ. 'موتي وريا واهرو - الخ'.

# سر ڌناسري

[۱] پِيرُ منهنجو بادشاھ، ٻيا ڪل قدم زير
هادِيءَ هِدايتَ جو، وڏو سَڏُّ سوِير
احمد ڏنو عرش ۾، پِيرَ ڪُلهي تي پير
اِبْنُ عِلِي شير، قاسم منهنجو ڪارڙِي.

[۲] پِيرُ منهنجو بادشاھ، ڪُلَ تي قدم سَندوس
دادلو درگاھ ۾، داوُرَ سندو دوس
پِيرَ سَنْدِي پابوس، قاسم ڪر تہ اُبَهِيْنْ.

[۳] پِيرُ منهنجو بادشاھ، ڪُل پِيرَن جي پاڳ،
ڪامِلَ هَت ڪونَيْنَ جِي، والِيءَ ڏِنِي واڳ،
جن مجئو محيالدين کي، سَرئو تن سَياڳ،
لَڪِيءَ - ڏَڻِي لاڳ، قاسم لاٿو ڪُلَّ تان.

[۴] پِيرُ مُنهنجو بادشاھ، خواجا خاص وزِيرَ (۱)

(۱) ظ. 'پير منهنجا بادشاه'.

عابِدَ، وَلي، اوليا، عالَمِ جا اڪسيرَ (١)
قاسمِ ڪُلَ ڪَبيرَ، ڪامِلَ منهنجا ڪاڏيا.

[٥] قَدَمُ ڪامِلَ پِيرَ جو، مٿي مڃئو جَنِ
وَجِي وحدت گَڏيا، وڏا طالع تَنِ
عاشقَ عِيدون ڪَنِ، قاسمِ وَصلَ واڳيا.

[٦] پَلِيرو بغداد ۾، روهڙيءَ پاسِ رَهَڪ
پاڙهي ٽئو پاڙ ۾، حَقَ سان واصل حَقَ
شارڪ آڻ مَ شَڪَ، هردوئي هيڪ ٿيا.

[٧] قدم ڪامِلَ پِيرَ جو، سَڀِ تي آه سُوار
آهي آپَ زمينَ ۾، سندي پير پچار (٢)
جي آيا سي اگهيا، هُتِ ويندي جي وار
هدايتَ هزار، حاصل ڪَري هَليا.

[٨] گِلا گيلانيءَ جي، ڪندا ڪاذبَ ڪورَ
هوندا حاويءَ وچ ۾، مٿن آگِ آدورَ
سي چارِيندا سورَ قاسم! شيخ صنعان جانْ.

[٩] لَڪيءَ - ڏٺي لاڏڪو، مَهدي مُحيُ الدين

(١) ظ. 'عالم جا اڪثير'. (٢) ظ. 'سندي پرين پچار'.

عَربُ، عَجَمُ اِرشاد سڀن، موهيائين ماڇين
قاسم سُونهن سَندِين، سورج سلامِي ڪيو.

[١٠] سورِجَ ڪئو سلام، قَمرَ قَدَمَ چُميا
لالَڻُ اِنَّ لِباسَ ۾، آيو احمد ڄام
ڪَري ماڌَ ملام، داوُرَ دين جيارئو (١).

## وائي *

لالَڻُ لوا مون گهر آيو، ڍولڻ لوا مون گهر آيو

١. آ ٢ جنهن جي آهيان، ساڏي تِيَڙُمِ سو
٢. سو تان اڳڻ آئيو، جڳ جُهانئيندو جو
٣. سڄڻ گڏڻا سَڄَٽين، هاڻ رقيبا رو
٤. احمد جي اوصاف ۾، قاسم غم نه ڪو



(١) ش. ’دين آجاريو‘.
* هيءَ وائي اصل ۾ ’سر بروي هندي‘ هيٺ ڏنل هئي، جتان نِپائي هت آندي وئي آهي.
٢. ظ. ’جڳ چونائي جو‘. ٣. ظ. ’رقيبان رو‘.

# سر پورب

## فصل پهريون

[۱] لوچي جانْ نہ لهَنَّ، تان سُک نہ ساميڙن کي (۱)
جت پيڳائون ڏينهن کي، اُت نہ رات رهَنَّ
آيل! آديسين، مڙهي آڏڻُ ميهڙو.

[۲] جا ٿي آڏيائون، سا پٽيندي پنڌ ٿئا
اُٿي آڏيءَ رات جو، ڪَن ديوانا دانهون
آديسي آهون، ڪَندي ويا ڪابُلَ ڏي.

[۳] ڪاهيندا ڪابولَ ڏي، هت نہ هوندا هاڻ
لانگوٽين لاهوتَ جي، تَنَ ۾ تاڻو تاڻ
مڙهيءَ ۾ مهماڻ، ڪو دَمُ هُنڙا ڪاپڙي (۲).

[۴] ڳوڙهن پيريو ڳاٽ، پُڇان مَڙهہ مَهيسيين
قاسم ڪانوٽين لاءِ، ويٺي گهڙيان گهاٽ
جوڳي وڃڙا جاٽ، ٿو آڌرُ آٿي اُنِ لاءِ.

---

(۱) ظ. 'تان تان سک نہ ساميڙن کي' (۲) ظ. 'مڙهين ۾ مهماڻ'.

[٥] ڄَتا ڏُوڙِ ڍُڪليا، ميري مُنهن مَلَنگ (١)
دنيا ۽ عقبيٰ جو، نانگن ڄِنو نَنگ
وِڍي ننگ نسنگ، قاسم هَليا ڪاپڙي.

[٦] نڪا ماء مَهيسيين، قاسم! آدَّ نہ آبُّ
لَم يَلِدْ وَلَم يُولَدْ، روح ۾ رَهيُن رَبُّ
سامين لاء سَبَبُ، مُسَبَّبانْ مَعْبُودُ ٿئو (٢).

[٧] مُسَبَّانْ معبود ٿيو، ويو 'عَبْدُ' وڃا
لَا خَيْرَ فِيْ العَبِيْدِ، اُتــو احمد شـاه
اَلْانسانُ سِرِّيْ وَ اَنَا سِرُّہُ، قـادر ڪلاما
'لا' سين ٻيائي لاه، آڏي جا الڪَ ڪي.

## وائي - ١

جانْ جانْ هٿڙم پاڙي، جوڳي مون نہ سُڃاتا (٣)

١. ڪالهہ وَڃائي سڱيُون، ويا سوزن سان دل ساڙي (٤)
٢. گڏيا گورڪناتَ ڪي، تيرتِ ويـا مَڙهہ تاڙي (٥)
٣. جاڳر جوڳين جا نہ پَسانْ، جن ڏيل وِڌَم ڏاڙي (٦)
٤. قاسم ڪاپڙينِ جون، ڪر ڳالهڙيون ڳل ڳاڙي.

(١) خ. 'پوڪليا' ظ. 'ميرا منهن ملنگ' (٢) خ. 'سامي لاء'. (٣) ڪ د ش. 'هٿڙا پاڙي'.
(٤) د ظ ش. 'ويا سورن سان دل ساڙي'. (٥) خ. 'مهڙ تاڙي'؛ ظ. 'مـَڙ تاڙي'؛ د ش.
'مـِڙ تاڙي'؛ ڪ. 'مڙ تاڙي'. (٦) هيء مصرع فقط خ جي حاشيي ۾ قلمبند ٿيل آهي.

## وائي - ٢

ڪوه ڇاڙهان ڏان ڪيهي وو ڪيهي، جيجانْ جوڳين جي مَنَ ۾

١٠ آڏيءَ آديسين ڪئون، وره وهايم ويهي
٢٠ مون جهلينديِ نا رهيا، پورب وئڙا پيهي
٣٠ سُتا سُورَ جڳائيا، سڱڙين سَيئي (١)
٤٠ گڏيا گورڪنات ڪي، ناد وڄائي نيهي
٥٠ قاسم ڪانوڙين جي، ڏوڙ پڪلڙي ديهي (٢)

### فصل ٻيو

[١] آنْ ڪي ويندا گَڏيا، جوڳي ڇَڳيءَ جوڙ
جَني مُڳَهَت موڙَ، مون لَهُه لڳو تن سان (٣).

[٢] آنْ ڪي ويندا گَڏيا، جوڳيڙا جاميرَ
جَني پڳوا پيرَ، مون لَهُه لڳو تَن سان (٣).

[٣] آنْ ڪي ويندا گَڏيا، جوڳي جيسر ميرَ
جَنِ اُگهاڙا پيرَ، مون لَهُه لڳو تن سان (٣).

[٤] آنْ ڪي ويندا گَڏيا، ميري مُنهَن ملنگَ
جَنِ ڇَڏيا ننگ نسنگَ، مون لَهُه لڳو تن سان.

---

(١) ظ. 'سڱڙين ساڻ سيئي'. (٢) ڪ. 'پڪولڙي'؛ ش. 'ڏوڙ پڪلي ديهي'. (٣) اصل. 'تن سين'.

[٥]    آنْ کي ويندا گڏيا، نانگا ننگي ڏيل
جَن وٽ قالُ نہ قيل، مون لَهُہ لڳو تن سان.

[٦]    آنْ کي ويندا گَڏيا، کانوڙيا کَنَ چِيرَ
آسڻَ جَنِّ عَنبيرَ، مون لَهُہ لڳو تَنِ سان.

[٨]    آنْ کي ويندا گَڏيا، سامي سِلِيدارَ
جَنِي مُنهَن مَلارَ، مون لَهُہ لڳو تن سان.

## وائي

هلو جي نہ هَلو (١)

جيڏيون! مونکي تان مَ پَلِيو

١. اديون! منهنجي جانِ ۾، جوڳين ٻاريو جَلو
٢. جيڙو جوڳِينِ واڳِيو، هِت ڪَرنگهر ٿلو (٢)
٣. جوڳِي جَنِّ جُهارِيا، ڀاڳُ تَنِي جو ڀَلو
٤. ڪَندي وِڏِڙا ڪاپڙي، قاسمَ! آلو آلو



(١) اصل. 'هلو هلو جي نہ هلو'. (٢) خ ظ ن ش. 'کران گل تلو'؛ ک. 'کرگل ٿلو'.

# سر آسا

## فصل پهريون

[۱] آڄُ ڪيائون عِيد، اڪيون پِرينِ گَڏيُون (۱)
ويچارين وَصلَ جِي، رَسِي رَمز رَسِيد
مونکي مُلُّ خريد، قاسم ڪيَڙو سڄڻين.

[۲] عيدَ نہ عِيدُن جهڙِي، عجب جهڙِي آه
رَهي نہ رَتِيءَ جيتِرِي، وَصلَ رِي پِي واه
آهي منجهہ ارواح، اُنَ ڏنَ اِنهيءَ ڳالهہ جِي.

[۳] اڪيون اڪينِ گَڏيُون، هنيانْ ساڻ هنيَنَ
هَڏُ چَمُ راحت رَسِيو، پنهنجو ڪيو پِرينَ
ڏِسيو لوڪَ ڏِينَ، واڏايون وصال جُون (۲).

[۴] 'اَلْف' آڻ آڪين ۾، دُوئِي 'دالُ' ۾ پَسَّ
آدَمُ [سِرُّ الله جو]، ڏَسيو ويـنـو ڏَسُّ (۳)

---

(۱) ظ. 'اکيون پر گڏيون'؛ ڪ. 'اکڙيون پر گڏيون'. (۲) د. 'واڌائي وصال جي'. (۳) اصل عبارت مبهم 'آدم بنيان ربه- الخ'.

قاسم لئو ڪَسُّ، آنڌرُ عشقَ اُجاريو.

[٥] اڪيون عَينَ اُجاريُون، لَئو غَيْنَ گُمان
لا مَڪاني لاڙڪو، مليو منجهہ مَڪان
خَلَقَ آدَمَ عَلَىٰ صُورتہ، سوئِي قول سُبْحان
سَيوئي سُلطان، قاسم! پَسُ مَ ڪِينْ ٻئو.

[٦] اڪيُون عَينَ اُجاريُون، وِيو ڏُنْڌُ وڇا
آڌا آحْمَدُ بِلا ميمِ، ڪيئن رَسول جُدا(١)
پڙهہ پروڙجِ ڳالهڙي، عَربي عَيْنَ سَوا
جهَتِ جاء نہ ڪا، قاسم! پَسُ مَ ڪِينْ ٻئو.

[٧] قاسمَ! پَسُ مَ ڪِينْ ٻئو، رِي ڏَڏيان ڏار
فَاَيْنَمَا تولّوا فَثَمَّ وَجه اللّٰه، چوڏس نُورُ نبار
ڪانهي جاء ڪُوارَ، مِڙوئِي مِنو ٿئو.

[٨] مِڙوئي مِنو ٿئو، ڪَڙِي جاء نہ ڪاء
سَيوئي ماڪيءِ ساء، چَڪين جي چيتِ ڪري (٢).

[٩] ڪِينْدَڙُ ڪاڏي خوش ٿئي، ڏِني لَهي نہ ٻُڪَّ
ڪيئن پِربي ڪُڪَّ، ڪَنَ سُڻنْدي ڳالهڙي!

(١) اصل. 'ڪهيو رسول خدا'. (٢) ڪ. 'چڪيين'.

## وائي

آيا مَيْن گھر هادي، سَيان! ڏيو مبارڪ شادي

٠١ مِل مِل مومن ڪَرن سَلامان، شاه ٻيٺا چڙهه گادي

٠٢ جو چِل آوي، گل ڦُل پاوي، باغ جها بغدادي (١)

٠٣ ڪوڙين قاسم دَر هادي دي، لَهندي ذات بَرادي (٢)

## فصل ٻيو

[١] جُونْ سُرَنْدي جانِ مان، ساري ڪي سُجانَ

مَچُڻ ڪَري مڪانَ، ويهي وارَن وچ ۾.

[٢] جُونْ سُرَندي جانِ ۾، هاريا هَڏَ مَ چَڏَ

مُنهن وِجهندي ماه ۾، پوء چَپيندي هَڏَ

جي منبي ويٺي مَڏَ، تہ ڪنا ڪَندي ڪپڙا.

[٣] جُونْ سُرَنْدي جانِ ۾، جڏهين پَسين جتَ

تڏهين ويهي تتَ، پَسي ڪَيُ پَليت ڪي.

[٤] جُونْ سُرَنْدي جانِ ۾، ننيي پانءِ مَ نيڪ!

پيون پڻ ايندِيون اُتهين، جتي هوندي هيڪ

ڪَنْدي لِيڪ آنيڪ، ڪوڙين لَکَ ڪپارَ ۾.

---

(١) ڪ د ش. 'باغ جيهان' بغدادي'. (٢) ظ. 'قاسم در هادي دي لهندي، نئين نئين ذات برادي'؛ د. 'گهيندي ذات برادي'.

[٥] جُونْ سُرَنْدي جانِ ۾، آهي جينءَ آلَڪَ
جي ويٺي وارن وِچَ ۾، تہ ليڪُون ڪَندي لَڪَ
مَٿان ڏِنئي مَڪَ، تہ کهڙو اثر اُن کي.

[٦] جُونْ سُرَنْدي جانِ ۾، پَسين جنهن ڪنهن پَر
نظر تيز نگاهڙيْ، گهڙُ تَنْهين جي گهر (١)
جا جُونْ - ڪَيارِيْ جَڳہ ۾، ديڪ تَنْهين جو دَر
قَدَمَ بوسِي ڪَر، نائِي سِر نياز سان.

[٧] نائِي سِر نياز سين، ويهُہ ويچارو ٿِيءَ
تہ جُونْئانْ تُنهنجو جِيءَ، آجو ڪَنِ آزار کان (٢).

فصل ڏيو

[١] هڪُ پِيَالو پِہ جِٽا، پِيئُ ٿئو پَليت
ايئَن نہ ڪَجي اُن کي، جيئَن ڏُڪو مَنجهہ مَسيْت (٣)
چَڏ رِيزالِي رِيت، نِينهُن نفاقيْن نہ ٿِئي.

[٢] هڪ پِيَالو پِہ جَٽا، عشق نہ پَرچِي اِتّ
سامَنَ ڪيئَن مِياڻ ۾، پِہ تراڙيون تتّ
اِيءَ پَرِ آهي اُتِ، جِت ناتو ناهہ ڪو (٤).

---

(١) خ ڪ د ق. 'نظر تيز نگامري'؛ ظ. 'نظر تيز نگامِري'. (٢) خ ق. 'تہ جوان'؛ ظ. 'تہ جَوآن'؛ ڪ. 'تہ جئوان'؛ د. 'تہ جئُونِ'. (٣) ظ ڪ د ش. 'تيئَن نہ ڪجي تن کي'. (٤) خ ظ د ڪ. 'جت ناتو نہ ٿئي'؛ ق. 'جت ناتو ناهہ ڪو'.

[٣] هڪ پيالو پِي جَڏهِن، تہ ڪَر ناتو نانهہ
ٻِنَ پَئي سا ٻانهہ، جا سِيڪو سيرانڊِي ڪَرِي.

[٤] سيڪو سيرانڊي ڪَرِي، ٻانهہ پَئي سا ٻِنَ
ڪِينءَ سيرانڊِي ڪَنّ، عاشقَ آوائِيءَ ڪَي.

[٥] هڪ پيالو پِي جَڏهِن، تہ ڪَر جَنگ جَدالُ
ٿئِي تانْ نہ حَلالُ، جي پِيو شَڪُ شَراب ۾.

فصل چوٿون

[١] آسا ڇَڏِ 'الله' جِي، دَر دَر پِن مَ دانُ
ٻاڻ وِڃائِي پانهنجو، ثابِتَ ڪَر سُبْحانُ
'مِيمَ' ٻِڌِي سر مولهيو، 'الف' ٿِي اڳوانُ
گولَپ جو گُمانُ، قاسِمَ! ڪٽر آڪ ۾.

[٢] تُهُہ آنَّ مان نِڪِيو، تُهَہ ۾ آنَّ اَصُلُ
ڦوڪيو سو پيدا ٿِيو، ذرو ناهہ نَقُلُ
قَرَ مان سِرجيو قُلُ، قُل رِي قَرُ نہ سَڄِي.

[٣] ڪانو اِبْنُ ڪَڻ جو، ڪانو والِدُ ڪَڻ
ايءَ ڳالهہ هِنيين سان هَڻ، تہ قاسِمِ پَسين "ڪُلُّ" ڪي (١).

(١) خ ظ ڪ ۾ هي بيت 'سُر ٻروي هندي' ۾ ش ۾ 'سُر آسا' هيٺ ڏنل آهي.

[٤] سَد ماني ۾ آئيو، ماني سَد سهاءِ
نَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الوَرِيْدِ، ڳايو ويٺو ڳاءِ
سندو شمس شُعاع، چوڏس چمڪي چنڊ ۾ (١).

[٥] مَد موم سينِ گڏيو، مد نہ مومئون ڌار
خَلَقَ آدَمَ عَلٰى صُوْرَتِهٖ، آهي اِت اِشار
قاسم! ڪَنڌُ مَ وار، پَسُ پاڙيچا سُپرين.

[٦] پَسُ پاڙيچا سُپرين، پَرِ گهَرِ پيرُ مَ پاءِ
اڪينِ ڪي سمجهاءِ، تہ پِرين پَسَنِ پاڻَ ۾.

[٧] پُٺي ڏي مَ پِرَ ڪي، نَڪينْ سامهون ٿيءُ
اَلْاِنسانُ سِرِّيْ وَ اَنَا سِرُّہٗ، هٿان چِڙُ مَ هيءُ
پيو ويٺو پيءُ، منجهان 'پاڻَ' پيالِيُون.

[٨] سِجَ ناسيندي نيڻَ، سامهان سَجيا سَجڻين
سُورَجَ قَمَرُ سِرجيو، مَد سين گڏيو ميڻ
سو ڪيندڙُ سو ڪيڻُ، سو پَڪي سو پچرو.

[٩] سو پَڪي، سو پچرو، سوئي سَپِنَ سُور
سوئي آبُ حُبابُ ٿئو، سوئي نسورو نُور
ڪونهي اِت قصور، قاسم پَسُ مَ ڪينْ ٻِئو.

---

(١) ڪ. 'چمڪيو چنڊ ۾'.

[١٠] سو پڪي، سو پڇرو، سوئي ٻولي ٻولَ
قاسم ڪِجِ مَ پِرَ جي، پاڏان پاسي گهولَ
منجهہ وُجودَ وَڙولَ، ڏِجِ تہ ڏسين سُپرين.

[١١] مٿو ڏاءَ مَنَّ ۾، ڪينْ پَرِيونْءَ پيرُ مَ پاءَ
آنا اَحْمَدُ بِلَا ميمٍ، اِيءَ حَدُ هنيينْ سين لاءَ
سو تان لاٿو 'لاءِ'، جو قاسم آڏو 'ڪُلّ' ڪي.

[١٢] 'لاحَد' 'حد' ۾ آئيو، ويٺو منجهہ وجُود
نَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الوَرِيد، 'مُطْلَقُ' ٿئو 'موجود'
پاڻهي پڙهي پاڻَ تي، دم دم لک دُرود
قاسم ڪَنِّ سُجود، مَلَڪَنِ آدَمُ مَڃيو.

## وائي*

جا وَڏي سا َ واهِ، ماء منهنجي سَڄڻين

١. قلم قادر هٿ ۾، پٺو سڀ ڏلهڙو ڏاهہ
٢. ڪَهِيْ ڪامِلُ ڪارَڻي، ايندم احمد شاہ
٣. جيڪين مُڪو سَڄڻين، قاسم! پاندَ ۾ پاءِ



* هيءَ وائي اصل ۾ 'سر ڪاهوڙي' هيٺ ڏنل هئي، جتان هت آندي وئي آهي.

# سُر ڪارايل

## فصل پهريون

[١] ڪارايلَ مون ساڻِ، ڪرِ ڪالهوڻيون ڳالهڙيون
راتو ڏينهَن رهاڻِ، سَما! تنهنجي ساريان.

[٢] ڪارايلَ مون وَٽِ، ڪر ڪالهوڻيون ڳالهڙيون
ڪامانْ پَسيو ڪَٽِ، جنهن سِر ڏنئي پيرَڙا.

## فصل ٻيو

[١] آهي آڄُ اُداس، اُتيو چَنبي پَڪڙا
وئڙا وَڳَر سنداس، هنجَ هنْيارِي جَن سان (١).

[٢] جَن سان جيءَ ٻانڌاڻ، سي اڄ نہ آئيا آنْهرِي (٢)
ويِئي ڳوڙها ڳاڙيَان، قاسم اُني ڪاڻِ
هِي سَرُ چَڏِي هاڻِ، ساڪِن ٿيا سَمونڊَ جا (٣).

[٣] سَرُ سُجو مَ ٿئي، هَنجهُ هميشه هوءِ

---

(١) خ ڪ د. هياري؛ ظ. هنڀاري؛ ش هثاري. (٢) اصل. 'آهري'. (٣) د. 'وڃي ساڪن ٿيا سمونڊ جا'.

پَکي تو هَانْ پوءِ، وَري پيا وساسَ ۾.

[٤] هَنجهُه مِلي ٿو مَنْجهه، تَري نه تانگهارَ ۾ (١)
جنهن سَر پُونڊو سَنْجهه، سو سَر کَندو سُرهو.

[٥] پَنجَ سَت ذاتيون پَکٽا، چوڏهن چار چَونَ
قاسم منجهان تَنِ، هيرو آندو هَنْجهڙي (٢).

[٦] پَنجَ سَت ذاتيون پکٽا، چوڏهن ۽ چار
هيرو هنجهئُون ڏارَ، جڙي نه ٻي ذات کي (٣).

[٧] پَدَمَ ذاتيون پَکَٽا، سوا لَکُ سُجهنَ (٤)
قاسم مَنجهان تَنِ، هِيرو آندو هَنجهڙي.

[٨] چار پِير، چوڏهن خانوادا، زاهد ۽ عُلَما
ڪشفُ القبورِ، ڪَشفُ القُلوبِ، قطب، اوتارا
قاسم غوثَ مُلا، ماڻِڪ مِڙنِ موڙيين (٥).

---

(١) اصل. ’تانگار‘. (٢) خ جي حاشيي ۾:

پنج ذاتيون پکٽا، چوڏهن ۽ چار
هيرو هنجهان ڏار، جڙي نه ٻي ذات کي

”اين بيت از شاه عبداللطيف رحمة الله عليه است“. هيءُ بيت بمبئي ڇاپي ۾ ڪونه آهي.
(٣) ظ ڪ د ش ۾ هيءُ بيت متن ۾ ڏنل آهي، مگر خ جي حاشيي ۾ قلمبند ٿيل آهي جنهن جي آخر ۾ هي اکر ڏنل آهي ته: ”اين بيت از شاه عبداللطيف رحمة الله عليه است“. البت بمبئي ڇاپي سرڪاري توڙي ميرزا قليچ بيگ جي مرتب ڪيل رسالن ۾ هيءُ بيت موجود نه آهي.
(٤) ظ د ش. ’سُڃن‘. (٥) ڪ. ’موڙيو‘ (موڙيون ؟).

## وائي - ١

پَکي پُونِ ٻيا، سَرَ اهي ڏي اڳيان

١. هيءَ سَرَ ڇَڏي هَنجهڙا، وڏي سَرِ ويا

٢. اونهي وِئــڙا اوهري، لَـلا لعلن لاءِ

٣. شهبازن جي تکيي، لاڏيون ڪَنِ لها (١)

٤. آنڌيرا آنِ پيٽيين، ڪانيرَن ڪيـــا

٥. قاسم ڏِني ڏينهڙا، توڙا تن ٿيا (٢)

## وائي - ٢

وري وطن ۾ هنجهڙا ويچارا، سونهارا،
آيل آنڌري آئيا (٣)

١. موتي ڪائي موڙيا، مُرغا مُنهن موچارا

٢. سَـرَ ۾ سُونهنِ هنجهڙا، ويا ڪانيرا ڪارا

٣. جَني لاڏيا ڏينهڙا، ڏنـڙا تَنِ ڏيکارا

٤. آيل آسڻ آئيا، قاسم جيءَ جيارا (٤).



(١) خ د ڪ. 'شاهبازن'. (٢) خ. 'ڏوراين ٿيا'؛ ظ. 'ڏورا من ٿيا'؛ د ڪ. 'ڏوڙا پن ٿيا'؛ ش. 'ڏورا پڻ ٿيا'. (٣) خ. 'هنج ويچارا'؛ خ ڪ د. 'آيل آسڻ آئيا'؛ ش. 'آيل آنهري آئيا'. (٤) خ. 'وري وطن آئيا، قاسم جيءُ جيارا'.

# سر ڪاموڏ

[١] لوڙهي لَڪ وڪاءِ، ڪُمُّ ڪروڙيانْ آڳرو (١)
پَہُڻَ پَدمَنَئونْ پَرِي، قيمت ٻِهَ نہ ڪاءِ (٢)
گِيَرُبُ ڪَرِي نہ گندَرِي، ڪاڄُ غاريبو ڪاءِ
جنهن سان رِيڌو را، سا سَچِيائين سوڪڙي.

[٢] تالَ طَنبورا تان، لڳا ڪِينجُهر ڪنڌيين
هٿ شيشو، منهن وٺڙي، ڇَہِو ڇَہِي پان (٣)
مَنَجَرَ لڌو مان، جڏ تَڙِ تماچي آئيو.

[٣] تڙ تماچي آئيو، ڪَنِ رنگيليون راند
پَکِي پيهِي آئيو، ڪينجهر ڏٺي ڪانڌ
چُنيءَ چارئي پاند، ويچاريءَ وِڇائيا.

## وائي - ١

سمو تُنهنجڙي ساءِ، ڪندو معاف مياڻيون
١. هيرو لعل هٿن سان، پويو پارس پاءِ

(١) اصل. 'لوڙيہ،'. (٢) اصل. 'پدمن پري'. (٣) ڪ. وٺري؛ خ د ظ ش. وٺيون'.

٠٢ سَهسين سرودَ سُهاڳ جا، ڳايو ويئڙي ڳاء

٠٣ چُوئو، چَندن، ڪيوڙو، لوڏيو لِڳن لاءِ (١)

٠٤ ڀاتا ڀيچ پِريتَ جا، رات گُهرائي راء

٠٥ مڇيءَ سندو مامرو، لٿو تو مٿاء

٦ قاسم پانَ پِريانِ سين، ڪايو ويئڙي ڪاء

## وائي - ٢

سمو چامُ سُڏير، تو گهر آيو گندري

٠١ مٿان مياڻين جي، ٿيندڙي اوتَ عَنبير

٠٢ اوڏئو اوڏِ لڳن تي، پٽولا پَٽَ - چير

٠٣ ڪندو معاف مَچياريينْ، قاسم سڀ ڪبير



(١) ڪ د ش. 'چوئا چندن ڪيوڙا'.

# مداحون

## [ مدح -١ ]*

مدح حضرت محبوب سبحاني، غوث صمداني، قطب رباني، ميران محي‌الدين شيخ سيد ابي محمد عبدالقادر جيلاني گيلاني قدس الله سره العزيز .

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

صفت ڪريان سبحان جي آگا تنهنجي احسان جي
دعوىٰ رکان تو دان جي توکي مڃان مهدي موچارا
داد ڪر بغداد وارا
جن سان نبي تنهنجي يراني ٻيو تني جو ڪير ثاني
تون ٻسا تن جي پيشاني وهه بنيا ڳڏ چنڊ تارا
داد ڪر بغداد وارا
پير پيران ٻير تون شه ڏي دلاسو ڏير تون
منهنجو وسيلو وير تون هردو جهان هادي همارا
داد ڪر بغداد وارا
تون ڌڻي بغداد جو سڻ داد ڪر فرياد جو
امداد ڏي دلشاد جو توکان پني پاڙي پيارا
داد ڪر بغداد وارا
تي سگهو همراهه هادي ڏي اسان کي شاه شادي
تيا مدعي مات مادي مئا وڃائين تي ويچارا
داد ڪر بغداد وارا
جن اسان سين جنگ جوڙي تو تني جي ناؤ ٻوڙي

---

* هيءَ مدح ظ بر ڪانهي.

کين پھنا تـــوڙ توڙي    کيا تني ۾ موت مارا
داد ڪر بـغـداد وارا
جن درنگي ڪي دغائي    ڪيو تڙي تن کي توائي
تو وچاين ويـر! وائي    پيا آهـــڊ انـــڌا آسارا
داد ڪر بغداد وارا
توکي مڙئي معلوم ميان    بي دانهن آءُ ڪنهن کي ڏيان
تنهنجي دلاسي تـو جيان    تون پاڙ ئي مسڪين پارا
داد ڪر بـغـداد وارا
منهنجا مدعي مات ڪر    غمناڪ دل ڪـي شاد ڪر
احمد وصل ارشاد ڪر    تنهنجا پسان نوري نظارا
داد ڪر بغـداد وارا
مهدي! منافق مار تون    اغيار کي ڪر ڏار تون
خونخوار کي ڪر خوار تون    نيڪي وچائي ويا نصارا
داد ڪر بـغـداد وارا
ڪـر تـو تـڙايا ڪودڙا    گس تؤن ڪٽي ويا گودڙا
[پيا ڏوڙ ۾ ســي دوڏڙا]    منهن تي مَلين عربي انگارا
داد ڪر بغداد وارا
منهنجي ميان! ڪر ماڙ تون    بگھياڙ جي پٽ پاڙ تون
پَچ ڏيپڙي جي ڏاڙ تون    بَچ گرگ کي سگ بي شمارا
داد ڪر بغداد وارا
ڪامل قبولت عرض ڪر    بيي غرض کان لاغرض ڪر
مون سين ملاقت فرض ڪر    منظور ڪيم تنهنجا منـارا
داد ڪـر بـغـداد وارا
پارس وسيلو پـيـر تون    عارف آمـل اڪسير تون
دلگير جو دلڏير تون    لڪ بي چڙھيا تو ڪان تسارا
داد ڪـر بـغـداد وارا
هادي هدايت جـا ڏٺـي    پايان اڪيين تنهنجي پٽي
توڙا اتـــم تنهنجي تٽي    جيءَ ۾ وسين جاني جيارا
داد ڪر بغداد وارا

دارو دوا در دست تـو دل مست ڪي منجهہ بست تو
ويئي ورائـيـــي وست تو تنهنجا امـــر جاري اشارا
داد ڪر بغداد وارا
هادي رسين هر حال تون فائدو ڏئين في الحال تون
ڪر سوال جي سنيال تون سڌ ٿو ڪريان توکي سوارا
داد ڪر بغداد وارا
دل ۾ وسين دلبند تون هادي همه هر هنڌ تون
منهنجي وساء مسنند تون ڪامل قمر قـوت قرارا
داد ڪر بغداد وارا
سرور سپه سالار تـــون چؤ طرف چوڪيدار تون
پنهنجو آڪارين پار تون ڪوڙين لکين عاصي اپارا
داد ڪر بغداد وارا
حامي حمايت ٿو گهران توکان تنهنجو تو گهران
توکي وٿي سڪ سو گهران دک دور ڪر داڙو دوبارا
داد ڪر بغداد وارا
هر حال ۾ همراهہ تون گمراهہ کي ڪر راهہ تون
بدخواه کي ڏي باهہ تون ڪامي مرن خوني خسارا
داد ڪر بغداد وارا
توڙان اٿم تنهنجو تڪيو هر حال ۾ گهرجين هڪيو
چورن ڪنن آهيان چڪيو ڪاهيو رسن دز ديوَ ڪارا
داد ڪر بغداد وارا
تـوڙان اٿـم تنهنجي تڳا سگ کي وجهين قابو سڳا
بهڪيو اچـــن پيٽو پڳا تن کي چڪا لٽ جي لغارا
داد ڪر بغداد وارا
توڙان اٿم تو ۾ طمعان ضامن آهين منهنجو ضمان
ڪوڙين نـوازيئي ناڪمان مشڪلڪشا مخـتـيارڪارا
داد ڪر بغداد وارا
دائم ٻگهو هٿ دين تو مقصد گهُري مسڪين تو

سلطان چاڪر چين تو    بردا برين بلخ و بخارا
داد ڪر بغداد وارا
شب روز شڪرانو چوان    آندي مهر سون تي اوهان
پُر جام ڏي نينهن جا نوان    صدقا گهران ساقي سونهارا(١)
داد ڪر بغداد وارا
بي پير ڪيا لک پير تو    دُز، ميرا ڪيا شه مير تو
سنگ سون ڪيو اڪسير تو    تاران اُڪاريا تو آتارا
داد ڪر بغداد وارا
توکان گدا لک شاه ٿيا    لک شاه تنهنجا ڏاهه ٿيا
گمراه توکان راهه ٿيا    فرمان ۾ فغفور دارا
داد ڪر بغداد وارا
داڙو! وڏايو دين تو    نَهرا ڪيا نابين تو
توڙان آهيان تابين تو    جڳ جو مٿئہ مهدي مدارا
داد ڪر بغداد وارا
تازا نوان ڪر نينهڙا    محبت وسايو سينهڙا
ڪڏ تون ڏولائي ڏينهڙا    ڪر تون سڪا سبزا ستارا
داد ڪر بغداد وارا
تون'ڪل"،جڳ تنهنجو'جزو'    ڪامل ڪجان ڪاذب ڦُزو
چا نيڪ چا دانا دَزو    چا برگ گل ميوا موچارا
داد ڪر بغداد وارا
منهنجي مدت شه مير ڪر    واهر وسيلو وير ڪر
پنهنجو لڪياري پير ڪر    ڪل پير جا پارس پاڳارا
داد ڪر بغداد وارا
نيڪي بدي تنهنجي ڳَلهِي    پازي پيو تنهنجي پَلهِي
خر ڪي پليو تنهنجي ڪَلي    دل سين گهران تنهنجو ديدارا
داد ڪر بغداد وارا
توکي نبي بخشو سدا    تون دادلو خلق خدا
توکان مڱان من جي مدا    قلبان پڙهان ڪلمي توارا
داد ڪر بغداد وارا
لا اله الاالله محمد رسول الله

---

(١) خ. سهارا

## [مدح -٢]*

مدح پير دستگير شيخ سيد عبدالقادر جيلاني قدس الله سره

بسم الله الرحمٰن الرحيم

ساره ڪريان صاحب سندي    جنهن جي آهيان بردي بندي
آڌي جنهين اوڍي گندي (١)    يا پير پيران بادشاه .
احمد مجون ايمان سان    ڪلمون پڙهي دل جان سان
فائدو وٺون فرقان سان    يا پير پيران بادشاه .
چوڪا نبي جا چار يار    آهين اڪين جا نار نار
تن جي ڪيئم قلبؤن ڪوار (٢)    يا پير پيران بادشاه .
پنجتن سندو آءٌ خاڪ پا    جوڙي ڏيان در سيني جا
وينو واڪائيان واه واه    يا پير پيران بادشاه .
بغداد پوڪيو باغ تو    ملتان مڪو ماڳ تو
روهڙي پڌي سر پاڳ تو    يا پير پيران بادشاه .
هن ديس ۾ آئين جڏهي    ڀَهرا ڏنئي ڀهراً تڏي
اي واحد ڏني توکي وڏي    يا پير پيران بادشاه .
عاصي آهيان هن پار جو    عاجز آهيان آزار جو
دارون ڪريو درڪار جو    يا پير پيران بادشاه .
چارئي عناصر چاڪ ڪر    هادي صحت هُشناڪ ڪر
غمناڪ دل چالاڪ ڪر    يا پير پيران بادشاه .
سڀ سر زمين سردار تون    مولي اڳيئون مختيار تون
محمد سندو مَنار تون    يا پير پيران بادشاه .
حسنين جا دو - نين تون    داڙو آهيين دن رين تون
سوالي سندي سڻ سين تون    يا پير پيران بادشاه .
اچي جهاز ٻئو ڦر ۾ ڦلي    'جز' ۾ ٻئو جلوو 'ڪلي'
تڏ عشق جهولي ٻئو جهلي    يا پير پيران بادشاه .

---

* هي مدح ظ ڊ ۾ ڪانهي (١) خ آندهي جهم اوڍي گندي؛ ڪ آندهي جنهن اوڍي گندي (٢) ڪ تن جي ڪيم قلبئون توار .

چنڊ ۾ سهائو سج جو — يون تي وڻو مينهن وڄ جو
تون نور اعليٰ نج جو — يا پير پيران بادشاه •
ڪونين جي هٿ واڳ تو — ڪل پير جي سر پاڳ تو
منگتي ڏنا لک لاڳ تو — يا پير پيران بادشاه •
احمد چڙهيو عرشين جڏه — تو تي قدم آئيو تڏه
آت پيو نہ ڪو پهتو ڪڏه — يا پير پيران بادشاه •
جي اُمتي احمد سندا — تون شاه تن جو رهنما
سي ٿيا پلا واصل با الله — يا پير پيران بادشاه
تنهنجي رُتا جي رابطي — توڙي نہ پهريا ٻيءِ وٽي (١)
سَهوآ بچيا سي سر قصي (١) — يا پير پيران بادشاه •
تنهنجي آيا خمخوان ۾ — مستان ٿيا ميخان ۾
مُرڪي اُيا ميدان ۾ — يا پير پيران بادشاه
تنهنجي زيارت ذوق سان — حاصل ڪريون شه شوق سان
محبت گهرون منهن موڪ سان — يا پير پيران بادشاه •
طالب آهيان تنهنجو سدا — تو ڪان گهران من جي مدا
سپ اوک ٿئي مون تان ادا — يا پير پيران بادشاه •
وارث وسيلو وير تون — پٽ مرض جي جڙ پير تون
دارو دوا دلگير تون — يا پير پيران بادشاه •
تون اولياء الله جو — محبوب محمد شاه جو
رهبر سونهون ره راه جو — يا پير پيران بادشاه •
جي اُمتي احمدؐ سندا — توڙي آهيون ميرا مندا
قائل آهيون ڪلمي سندا — يا پير پيران بادشاه •
عرب و عجم ايران ۾ — چيا ڪامرو ڪستان ۾
بغداد چيا بسطان ۾ — يا پير پيران بادشاه •

---

(١) اصل. ائين .

دلي دکن لاهور ۾ — پيران پٽن پيشور ۾
تنهنجا نائب هر دور ۾ — يا پير پيران بادشاه .
چا چين چا ماچين ۾ — آيا دکڻ سان دين ۾
تنهنجي نظر منجهه مين ۾ — يا پير پيران بادشاه .**

---

ٻي جدا مدح جو بند:

معجزا مشهور تنهنجا مالوي ملتان ۾ — ڪڇ ڪڙي پٽلاد پورب روه ريگستان ۾
پربندر منگرول سورت مسقط و مڪران ۾ — يا پير پيران بادشاه

---

ٻي جدا مدح جو بند :

موسىٰ سندي عاصا هوئي تنهنجي ڪرامت دست ۾ — مونکي **نبي بخشيو** سدا آئي خوشي دل بست ۾
تاثير پيو تلقين جو منصور جي دل مست ۾ — يا پير پيران بادشاه

—✻✻✻—

٥

---

** هن بند کان پوءِ **خ ڪ ش** ۾ ٻيا ٢٣ بند لاڳيتا شامل آهن جن مان سواءِ ٻن بندن جي ٻيا جملي بند، وزن، معنىٰ، توڙي شاعري جي لحاظ سان ناقص آهن ۽ يقيني طور اهي خليفي صاحب جا چيل نہ آهن بلڪ بعد ۾ ٻئي ڪنهن لکي ڇڏيا آهن. البت جي بند هيٺ ڪاري ليڪ بعد ڏنا ويا آهن سي غالباً خليفي صاحب جي ٻين ٻن مداحن جا آهن جن مان هڪ آخري نالي وارو آهي - و الله اعلم.

# نظم : قافيو الف اشباع

## [نُڪتا تصوف جا]

صفت ڪر سبحان جي، جنهن ڪي جوڙ جڳاءِ
جو خالق گهڻي خلق جو ملڪ ڏڻي مولا
جنهن اُپايو آدم ڪي، مولهي مهر منجها
آگي آدم ڪي ڏني توڙان تعظيما
اَلاِنسان سِرّيِ وَ اَنا سِره، عجب اسرارا
قوم گهڻي قدرت سان، ٿئي پُرس منجهان پيدا
ڪي عابد، ڪي عادل، ڪي ظالم ڪن ظلما
ڪي عالم ولي اوليا، ڪي ملان مسجدا
ڪي گنگا ويندا گوڏڙيا، هرگز هندوئا
آهي ڪل عالم جو اصل احمدا
جمع منجهه فرق جي ٿيو رايو رحمانا
ته آهري ڪجي هٿ ۾ پسڻ پنهنجي لاءِ
جا هيڪڙي منجهان ٻه ڪري فرق في الحالا
ته مر جان^ رسي روح ڪي سندو صحبت سا
ته منهن پنهنجي جو اکيون ڪن درست ديدارا
تيلاه ڪيو هٿ ۾ آئنو ان سببا
ته صورت شور اٿاريو اڏميو اوڙاه
گهڻي گهڻيان ڪيترا عجب آگي جا
پر اچي آدم ۾ پئي موج محبّتا
سو ڪينَ ميائي ڪوزي ۾ ثابت سموندا
جيئن پري ماتي آنّ جي، تيڙڪي ماڙهوءَ تا

ڪِي شيشو ڪِري شراب جو پِئِي پهڻ مٿا
ڪي قضا ساڻ ڪُنوار جي چنو هار هٿا
ڪي نَهڪِي سان نڪريون ٿيو داٿا دور پيا(١)
عشق آدم سين ايئن ڪيو جا پر پسو تا
پئي ڪارائي ڪاٺ ۾ تيـا ڦرها ڦرها
هاڻي هيڪ وجود مان لکين لک ٿيا
ٿيو حسن هوت حبيب جو ظاهر ظهورا
اصل منڊيو معاملو مولهي محبت لاءِ
هاڻي گهرجي ڪينڪي توڪي سڪ سوا
گل ڦل ڪليا ڪيتڪي ميـنهَن ملارا
بجلين برساتون ڪيون چمڪيون چوڌارا
آٿـــي لايـــا عاشقـــين نيٿـــين نظـــارا
ڪنڌا ڪاڪل سجڻين ڪيا سيني سٽڪارا
انو پهر عشق جا دل ۾ ڏَنڙيارا
سِر سودي ۾ آئيا گڏيا وٺجارا
سينا گڏيا سجڻين هِنيان هيڪ ٿيا
مَن ۾ مشتاقن جي مقصد محبتا
اوڏا اڏيم پڪڙا عقل سي اصلا
عقل عشق پاڻ ۾ وڏا وچ پيا (٢)
عقل تابع سي ٿيا مخنث مردودا
ماضي مسئلا اج سين پَلهي تن پيا
پيا پڻ لکين ان جي گهٽا صحبت سِجهايا
ويچارا وصال ڪان موگِت منجهايا
ڪهڙو قدر موتيئن ڪوڙن ڪانيرا
ڪانگَ ڪُرڙي وات ۾، لَلو لالون ڪاءِ
جهي ٿو ماڻڪن ميڙائو گهرين تا هنجهن پاڻ هيراءِ
سنگت ڦٽي ڪرسانُهيہ جيي جا گوجون گانگٽ ڪاءِ

---

(١). خ ق. 'ڪِ نَ ڪي سان'؛ د ڪ. 'ڪ ٿ، ڪي سان' (٢) اصل. 'عقل احمد پاڻ ۾'.

جا ڏيندڙ ڪاڻ ڏهن ۾ تي پاڻي پير پسماء
ڪيئن ٿو پڇين ڪانڌ جي ڪر ڪنواريءَ ڪاء
رسيو نہ تنهن جي روح ڪي سندو صحبت سا .
پر رنڊائيندي رڻ ۾ ابوجهہ ويچارا
جنهن جو مڙس مري ويو، تي سڪي سينگارا
ذڪر تنهن جي من ۾، ماضي موجودا
سڄر سپيرين جي سا ڳالهہ نہ ڪندي ڪا.
پر پوندي ڪا پرڙيءَ ڪان پرين جي پرجها
هوت جنهن جي هنج ۾ هردم حياتا
نت نت تازا نينهن جا تي ڳاج هنيين سين ڳاء
وچان وچ وصال جهي سا لئن ڪهين سماء (١)
رهيو نہ رتيءَ جيترو ڪو هن وٽ حجابا
قرب ڪمالت رسيو وچان غير وئا
ڪيري فرض مريض تي، صحت سڪين ڪاء
"اِعملوا ما شئتم قد غفرت لڪم" سڪين تني لاء
ترت لطيفي طعام جو سالڪ چکن ساء
ڪنو ڪير منو ٿيو ملبو ماڪي ساء
جنهن ڪي صحت سرير ۾ آڳي ڏونہ اصلا
بادي ترشي طعام جو تنهن ڪي ڏيپ نہ ڏاء
"يُبدّلُ اللهُ سيّئاتهم في الحسنات" قادر جا ڪرما
ويا روزا، عيد تي، جيئن ڪائي تئن ڪاءَ
روزن سندي عيد مان ڪنر چڙ مَ ڪا
روزو رکڻ عيد ۾ وڏو غير گناہ
نڪين مومن سو ٿئو محض مجوسي آہ
ميرا تون منسوخ ڪر، متي اوڏ اڇا
ٻڌ پيڙو ڳل بانهن ۾، ڪجل ڪاني پاء
مُر ڪتوري مينڊن ۾ تون لوئي لالڻ لاء

---

(١) خ ڪ. 'سالو ڪين سماء' ش. 'سالون ڪين سماء'

دوئي ورق دفعي ٿيو خونِي خبيثا
جنهن وڏو وچ وصال ۾ هئي هئي حجابا
سا ڪيئن وٺي سچٽين جُنُبِي هوندي جا
غير غباران گاڏئون پرين پاڪيزا
رات وهامي ڏينهن ٿيو، ڪيو شمس شعاع
سج چوٽي سر آئيو سجدو ڪين سماء
نڪا رهي اُن وقت ۾ نفل نمازا
ڏُنڌ دوئي جو ويو سندي شمس شعاع
تون هڏ آهيين ڪونه ڪو، جو آهي سو آه
جيڪين آڏو سچٽين سو سڀ لاٿو "لا"
" انا احمد بلاميم" اُتــو احمد شاه
"فاينما تولوا فثم وجه الله" چوڏس نور نگاه
لالڻ ڏارا ليڪڙي قاسم! پس مَ ڪا
قادر ڪلمون راس ڪيو مٿي محمد شاه
لا اله الا الله محمد رسول الله

—※—

# نظم: صنف ڪبنهون

## [نُڪتا تصوف جا]

بسم الله الرحمن الرحيم

ڪريان سائينءَ جي ساراهه — جنهن سائينءَ وڏم ساهه
مڃان محمّد مختيار — جنهن جا چار چڱا يار
سونهن سان صحابن — پلا پاڪ پنج ئي تن
هادي حسن ۽ حسين — سچا سيّد ثقلين
منهنجو روهڙي وارو پير — هادي مهدي همه گير
مهدي مٺون محيّ الدين — داڙهو جنهن جياريو دين
آهيان آءٌ تنهن جو سڳ — جنهن تي پيرن سنڌي پڳ
مٺس پير سندو پوش — آهي مهدي مي فروش
جن جو پير سان پيوند — سي تان نوري نقشبند
نبي سوا لک چون — احمد موڙ مُرسلن
احمد الله سندو نور — قاسم! ڪونه ات قصور
منجهان محمّد جي نور — خلق فلڪ ٿيا ظهور
'انا من نُور الله' — 'وَ ڪُل شيءِ من نوري' آهه
نور نبين ۾ جيئهي — پير پيرن ۾ تيئهي
گوهر صدف ۾ آيو — پيس عشق جو رايو
مليو رنگ ۾ بي رنگ — متيي عشق سندي جنگ
ڪُليو 'چُون' ۾ 'بي چُون' — قاسم! ڏس مَ ادا ڏُون
'نحنُ اقربُ' موجود — وينو وارث منجهه وجود
پسو آب منجهه حباب — سوئي راڳي سو رباب
'بلاميم' چيو شاهه — ويڊيو دوئيءَ کي داناهه
جنهن جي صفت تنهن جي ذات — جنهن جو ڏينهن تنهن جي رات
همه نور جو ظهور — ڪٿي صحت ڪٿي سور

آهي همه جا حبيب     گهي مرض گهه طبيب
لکين لهريون لک حباب     آهي اصل سندن آب
هتان هلي آيو هيت     لڳو نينهن نغارو نيت
ملبو رڳ رڳ ۾ روح     تنهن لاءِ ٻولي سنجهه صبوح
وارث ويٺو منجهه وجود     ميڙيو ملڪ ڪن سجود
ڀسو پرت سندا پار     ڪيائين ڪٿي منجهان ٻار
ڀسو پرت سندا موڙ     ڪيائين ڪٿي منجهان ڪوڙ
ڀئي ڦوڙائي جي فال     وري ٿيندو ڪئن وصال
منهنجو وطن آهي ويڙ     جهڙي پاناٺي جي پيڙ(١)
جتي ڏپ نه ڪو ڏاءُ     نه ڪا پيڻ نه ڪو پاءُ
نه ڪي موت سان مرڻ     ٻڪر چاڳ سان چرڻ
نه ڪو موت نه ڪو مرض     نه ڪا سنت نه ڪو فرض
نه ڪو دوزخ دستور     نه ڪو ملڪ نه ڪا حور
نه ڪو بهشت نه ڪو باغ     نه ڪو بلبل نه ڪو زاغ
نه ڪو جن پريزاد     نه ڪو آتشي نه باد
آبي خاڪي ڪونه ڪم     نه ڪو استخوان لحم
مونکي ڪنيو ڪنهن خيال     تڏهن لوئي اوڍيم لال
ڪيلي آيس مٿي ڪوه     تتي ٿهڪيا ڏنم ٿوه
عمر ايندو ڏٺو مون     پانيان پيڙي ٿيان پون
آئي هوس مٿي آنهن     اچي عمر جهلي ٻانهن
مونکي هاڏو هٿ ۾ لاءِ     تو ڪي چٽيو منهنجي ماءُ
آهيان آءٌ تنهنجي پيڻ     صبح ڪيئن ڪٽيندين نيڻ!
قلم قضا آنديس ڪوٽ     منهنجي ڪٿيءَ لڳي ڪوٽ
اکيون واٽڙيون ڏسن     سدا سنديون سنگهارن
مونکي مولي ميڙيين سڀ     جيڏيون چار چگيون جي
ڀڄي آيس پريون (٢)     ڇڏي 'چون' ڪي 'ٻي چون'
مونکي عشق آندو ات     جتي پونءِ نه ڪا پيت
عمر عشق جو نالو     ڪيائين 'چون' ۾ چالو
العشق نارالله     نه ڪي رهيو ري الله.



(١) پاناٺيجو ڀونو، نواب شاهه ۽ سنجهوريجي وچ واري اراضيءَ ۾ آڳاٺي وقت ۾ هڪ بر بيابان هوندو هو جتي پاڻي نڪا ڀڙهر. (٢) خ ن. 'پنجي'؛ ڪ د. 'پنجي'؛ ش. 'پنجيءَ'.

# سي حرفي در [بيان] جنگ هير و مادر او*

[ ٽيهہ اکري، هير ۽ سندس ماءُ جي جهيڙي بابت ]

**الف** آپ ستار ستاري ڪري، رب رکي رقيبان دي جنگ ڪنون
سڙ پڪ ٿئي دل ڪک ميڏڙي، اِنهان جهنگ سياليان دي ننگ ڪنون
ڪيڙي خر ڪنون شلا مر وڃان، انگ انگ ڪنبي جنهن دي انگ ڪنون
اڄ ڪل ڪيڙا مري پل پيڙا، وڃي موت پيرا وڏي ڪنگهه ڪنون
رانجهو نال نهال ڪمال ٿيوي، دل دوڙ پئي لنگهه دنگ ڪنون.

**الف** آک ڌيا! مينون ساک سچي، ڪتان چاڪ ڏٺي وچ خواب دي ڙي!
متان جاڳدي جاد مُنائي هئي، پاؤ ڪول نِڪار نقاب دي ڙي(۱)!
ڪيڙي خان ڪنون بي ايمان ٿيوين، دَر دان گهني بد آب دي ڙي!
ڪوڙين عشق دي خيال خوار ڪيتي، لک تاب حسن مهتاب دي ڙي!
مد ٻيي مَباد مُبيد والي، دنگ لنگهي هئين ڏوه ثواب دي ڙي(۲)!

**بي** بان لڳا تينون ڪان ڪيها، نعرا مار نقاري تي لڙديئين
ڦٽهي سور وانگون ڪر شور سُڃي! ڪن چند اڳون ڪُپ ڪڙديئين
ڪيڙي نال نهال خوشحال ٿيوين، رانجهو ڏيک سدا نت سڙديئين
ڪر ٽُور چنڊُور انگُور پتهي، اُسي وانگ اسان نال آڙديئين
آؤسئي ڪم قيام دي ڏينهن ڪيڙا، جنهندي ڪاڙ جهنم وڙديئين.

**بي** بار بره سِر سيئي چائن، سيني هانءَ رکن نَر شينهن دي ڙي!
پهلُون آپ ڪنون پاسي آپ ٿيون، پڇين نانءَ گهنن شه نينهن دي ڙي!
ست دُور خودي خود خاص ٿيون، سُرمي صاف وانگون تن ٻيهندي ڙي!

---

* هر حرف جا ٻہ بيت آهن، جن مان پهريون هير جي زباني ۽ ٻيو سندس ماءُ جي زباني جواب آهي. (۱) جاد منائي هئي = چڱي وڌائي اٿئي. (۲) اصل. 'موحدي والي'.

ڪارونبار بدل ڪپار چڙهيئي، ابر آ وٺي مند مينهن ڏي ڙي!
تون تان لڪپورين پکيي ڪڪ وانگي چڪ چڪ ڏيکين چٽ ڏينهن ڏي ڙي!

**ٿي** طعنا مينا مئن نون چاڪ دا، آتيئن چاڪ مينا ڪنڌ ڪير ڪنون (۱)
مائي چاڪ چناه ڏي چتي شالا! جو مئن منگ گڍا وڏي پير ڪنون
ٿيوم عشق نباه نصيب سدا، مليي دان داڙو دستگير ڪنون
منجهيئوال ڏي منجهين دا ڪير مئن نون گهن پير ڏتا سچ سير ڪنون (۲)
راضي رب رحيم ڪريم ٿيوي، بچي هير توڙان تقصير ڪنون.

**ٿي** تن تيڏي متان رت تتي، ست مت ڪمت پرائي آئي ڙي!
مر قت اقت ا گهٽ وچين، پڳ باپ دي پت ڪرائي آئي ڙي!
منجهينوال ميهوال محتاج ماني، ڪيڙا چٽ شريڪ سرائي آئي ڙي!
ڪيڙي خان جوان سجان ڪنون، قڪي دوڙ ڪيون دل ڦرائي آئي ڙي!
ٻرنگ ٻرنگ ڏينيوڙي دا ڏول وڃي، ڏيندي بديان پيٺ پرائي آئي ڙي.

**ٿي** سڪ سچي سچي يار ڏي مئن نون، تين ڪوڙ تمي تن تيل دا ڙي!
الله ايوين ڪري جيويئن آکديان، اکيين نال ڏيکان ماهي ٿيلدا ڙي!
شه تخت هزاري دا چاڪ بنا، ڪيسي پاڳ والين ڪيل ميلدا ڙي!
منجهينوال ميهوال مئن نال شالا ڪيڙا ڏيک سڙي خوش ڪيلدا ڙي!
دَر دام ميڏي شهباز پيا، بلي ڪا گيئي بچا هيل دا ڙي!

**ٿي** سچ نصيب تنان ڪون ٿيوي جيڪي حب رکن گر پيرڊي ڙي(۳)!
ڪنون پير ملي، دلڏير ٿئي، اڪ سون ڪيتي اڪسير دي ڙي!
منجهينوال ڏي نال خيال تيڏا، جهڳ جهڳ چتين جهڳ ڪير ڏي ڙي!
سڀهي لوڪ سيو سک ريئن ساري، نيٽين نند ڦٽي هڪ هير ڏي ڙي!
سڻ! وير مباد مريسي تئن نون، تڪ تڪ بتي تن تير ڏي ڙي(۴)!

**جيم** جهولي وڙيا سچ چند ميڏي، زد خوف ٿئي ظلمات ڏي ڙي (۵)
منجهينوال وچولي مئن شاه ڏتا، مه نور پريا سچ ذات ڏي ڙي!

---

(۱) اصل. 'تي طعنا مينون چاڪ دامڻا' (۲) منجهينوال = ميهار. منجهين دا = مينهن جو.
(۳) اصل. 'جيڪو حب رکي' (۴) مباد = مبادا - متان (۵) وڙيا = پيو - جهليو.
زد ٿئي = ختم ٿيا.

تيڏي شڪ اکيين ڪنون حق نيتا، تيز تابي ڪاوين آڌي رات دي زي!
ڏينديڙي ڏوه تڏان اکئين ڏتا نيوڙي جو مئن ڏاج لڌا گجهي ذات دي زي!
قاسم! رڏڻ گئي دڻ هو رهيا، پڪيي بول ڀهئي پيريات دي زي!

**جيم** جڳ جهلي جس دڳ ڪنون، گهن دڳ اگون ول وگڏي زي!
اهين نڳ تيڏي دل نڳ نيتي، ست جڳ آسي گل لڳڏي زي!
رڳ رڳ دونهين دک، ڏک پئي جب جنگ لڳي جهڳ مڳ دي زي!
بن گهت دنيا والي دوستي ڪون، حب رک غنيمت اڳ دي زي!
اسان آپ توڪان ڪرون جڳ اتي، هڻ توڪ پئي ساري جڳ دي زي!

**حي** حد عقل دي رد تئي، ورک وڌ پئي وچ يار ڏهين
ڪران بس ڪيوين، نهين وس ميڏا، دل دوز گئي دلدار ڏهين
خس خار دي ڪنب آزار ڪنون، بلبل اڏ گئي گلزار ڏهين
جي تون ماء ميڏي، گهن آڻ ماهي، منجان ميڙ تئن نون منار ڏهين
شلا خير هوونئي، ڪر خير ڪوئي، دارو پيچ دوا بيمار ڏهين.

**حي** هن سڄي! ست بنت تلهي، منهن مت بري بد خيال ڪنون
ڪيڙي ور دي گهرسهاڳ ماڻين، وچين مر اهين منجهينوال ڪنون
جنهان حق پيتي حق واليان دي، رنديان لنديان سي رب وصال ڪنون
تينون لٿ الت پلٽ لڳي، تاڙي گنئي تال چوتال ڪنون
قاسم نال وصال بحال تيوي، رب رکي جدائي دي جال ڪنون.

**خي** خوش وتان اهو ڏينهن سڄا، جنهن ڏينهن سٽان مهٽين يار دي مئين
لک لک بديان، لک مهٽي طعني، پلئه پاء جهلان آس پار دي مئين
اهين خر منافق ور ڪنون وچان مر اگون منار دي مئين
جنهن وار سياگيڙي يار آوي، ڀيئي ڏينهن گٽان آسي وار دي مئين
گهتي حيف سدا صف عاشقان دي، گاني تروڙ ڀهان دلدار دي مئين!

**خي** خون خنام خطائي ڪنون ڪر بس سدا هنس رس ولهي(١)!
لڳي ڪيڙ ڪنون ڪيهي چيز تينون، ڏتئي ذات ڪيها ڏنب ڏس ولهي!
ڪيڙي نال نڪاح پڙهايون تيڏا، سونهي سيج سونهاري سس ولهي!

---

(١) ولهي = اڙي - ڀڙي!

پچين ڪيل ڏمال مجاز والي، منهن تي مَل ٻهين ڪاليِ مس وَلهي!
قاسم لاڪهي نينهن نپايا جنان، جهولي پا پيئي جڳ - جس وَلهي!

**دال** دم قدم تي ياد ماهي، رهيا رَم صنم سَرِير مَيڏڙي
هڪ دل نيتي دلدار هڪي، پنج ست نهين ڪجهه پير ميڏي
دل شير دلبر دي پير ڪُٺي، شمشير سَٽي سٌڻ وِير ميڏي
هڪ جؤ جيتي نهين پئو توڙي لڪ سَؤ ستو سِر تير ميڏي
قاسم ڪَم سَهي تُل تَم تَئهي، لِکي توڙ ڪنون تقدير ميڏي.

**دال** ديگ 'سَمُل' دِي سڌ ڪيتا، آوِي مجنون ٻي نون ڪاوٽا ڪيا(١)!
جيڪو لائهي تہ نينهن نپيائهي، نَتان' سُتا شينهن ڏِي چوڪ جڳاوٽا ڪيا!
چُڪي تال چؤتال دي تال ڪنون، آسي تال بيتال تي گاوٽا ڪيا!
لَبِي لال ڪيهي گِتَ نال ڪبوين، پُتا ياڙ پَرِي ٻَڌ چاوٽا ڪيا!
قاسم ڪون قضا ڪَنُون ڪنڌ ڪَدِي، سِر آئي قضا، تہ سجاوَٽا ڪيا!

**ذال** ظن ڪَنُون ڪيها ڏَن ڪَتيُمي، رن ٻن پيا ظن پيٽ دا ڙِي!
ڏيوان ڏنپ تَيَنُون هُڻ ڏِيک ماهي ميڏي پيٽ آتي نيت ليٽدا ڙِي!
دل پَچ ڪَڙِي' جنهن لَچ ڪنون، لتا لاهہ سَتان پَٽ هيٺ دا ڙي!
شَلا جهنگ دا ننگ نصيب ٿيوِي، انگ اوڍ ٻَهان ٻوٽا ٻيت دا ڙي!
لنگهہ رِيل آوِيل سوِيل وچان، پيئي رات ڏيڪان رَنگ رِيت دا ڙي!

**ذال** زنجير زليخا والي، تيڏي ڪاڻ سينگاريم سَت وَلهي!
اِهين مَت ڪُمَت دي گِت ڪنون، هُڻ هٿ هٿوڙيان گهَت وَلهي!
گهتان بند بلند ڪمند تينون، هنڌ هنڌ روويں رَتي رَت وَلهي!
ڪوهڪاف دِي لاف نہ مار سُجي! ڏيندا عشق ڪِسي ڪَون نہ آت وَلهي!
قاسم! شمس دي ڪَل چون' ئي ڪَلها جان رڳ عشق سِيئِي' سُهٽي نَت وَلهي!

**ري** راند برهہ دِي رَمديئان، رَم رَم سڪيئان صنم ڪَنون
خُم خُم ڪنون مَد پِي ميڏي دل صاف ٿئي جام جَم ڪَنون
پيدا لوح قلم جنهن دم ٿيا، لذا رَم صنم تنهن دَم ڪَنون
ڪَيڙِي خر ڪنون سُچ بَر پَلا، وچان مر اِهين' مَدِي مَم ڪَنون
قاسم ڪيتاهِي يار شڪار سائون'، ست چال ميڏي سِر چَم ڪَنون.

---

(١) اصل. 'سنبل دي'. سَمُل' = سم الفار = زهر.

**ري** رنگ برنگ ڏي طور تيڏي، ڏيندي رنگ برنگ ڏکاليان ڙي!
نيت رنگ برنگ ڏي راند رمي، نت رنگ برنگ ديان چاليان ڙي!
مونڊي رنگ برنگ ڏي لال چيري، ڪنهين رنگ برنگ ديان واليان ڙي
ڏندين رنگ برنگ مساگ ملين، لبين رنگ برنگ ديان لاليان ڙي!
ڏيکي رنگ برنگ ڏي ويس ماهي، ڪري رنگ برنگ ديان ڳالهيان ڙي!

**زي** زنگ دورنگ ڏي جنگ متي، ڪش تنگ تڙنگ آتاوندڙيئين
پر تير فقير تون هير آتي، ڪش ڪان ڪمان ڪيون آوندڙيئين
ڳم عيد پليد يزيد ڪيتي، تيغان عشق امام تي چاوندڙيئين
تون ته رن بني 'بني اميه' ڏي، زيرا پٽ صحاب دا کاوندڙيئين
مليہي ڪڏ آهڙ ڪن هڏ تيڏي، اج ڪلهه جهنم جاوندڙيئين.

**زي** ذري پوري سمجهاونديان پيئي ڳائون ديان ڳالهين مت ڏيان(١)
ندي لنگهه نسنگ نه ننگ واليي، تيڪون ننگ ڏي ونگ مين گهتديان
پچي ڪند تيڏا سند سند ڪنون، ڳلا چير پيوان وتيان رت ديان
پوڙين لت ڏي پت ڪپت تيڏيان متيان موڙهيائين مت سمت ديان
قاسم درد فراق دي دونهين دکيي، ڪنهن دي نال ڪران ڳالهين آت ديان.

**سين** سينڌ ميڏڙي گهن چاڪ ڏي چوٽي تين عشق ڏتيان ڳنڍ ڳنڍيان ڙي!
منجهينوال ڏي نال مجاز ميڏا، لڳا نينهن نچان گهت گهنڊيان ڙي!
جوڳي يار دي نال بازار گهمون، هٿ مار لڏون اسان لنڊيان ڙي!
گهنڊ گهنڊيان پڌن لنڊيان، لڳن لنڊيان ڏي پچون پنڊيان ڙي!
قاسم ڪون ستيان ڏي سنگ چلي، ڏينديان چورڪتي واليان چنڊيان ڙي!

*سين سهيليان تؤ ستيان متيان، [چلين نيت نتويان] چتر چاليان ڙي!
هت هتيان هٿليان چتيان ڏي وچ[پٽ] پيتيان ڏتيان ڳاليان ڙي (٢)!

---

(١) ڳائون = ڳوٺ - راڄ .

* 'سين' جي هن بيت کان وٺي 'صاد' تائين، اهي پنج بيت فقط ٻن نسخن **خ ق** ۾ آهن، جن ۾ ڪن جاين تي ڪي لفظ ڪٽل آهن ۽ صورتخطي پڻ ناقص آهي. خليفي صاحب جي اسلوب بياني کي مد نظر رکندي پنهنجي طرفان حتي المقدور ڪٽل لفظن جو اضافو ڪيو ويو آهي. اهو اضافو چورس ڏنگين ذريعي نروار ڪيو آهي. (٢) اصل. هٿ هٿيان هليان چتيان دي وچ پٽيا ڏنيان ڳالياڙي.

چيچ پاليـَان تـَيڏيان پاليان[سي] ڪـُل ڪيتيانـِي، سيااليان ڪاليـَان ڙي (١)!
هـُل چين، مَـچِين، سَچِين، پيـَا، راند مَـچِي، وچ ريزاليـَان ڙي!
قاسم جنگ آندي جنهان عاشقان تي، ڏيوان تنگ قاهي وچ ٽاليان ڙي!

*شين شالا شـُد نينهن ٿيوي، آوهو ڏينهن الله ڪنون منگديـَان،
ڪـَچ، ڪيچ، قـَصور مشهور ٿيان، ڳالهين سـُٽيان جڳ [اين] جنگ ديان
وچ رنگ بيرنگ دي جنگ لـَڳي، گهـَٽ وَنگ نيسنگ نه سـَنگديان
هـَٽ هـَٽ [تي پـَٽ] دي گهـَٽ وَڃي، ڏُوما ڏُوم بـَنيان سرڏنگ ديـَان (٢)
قاسم لنگهه دورنگ دي دنگ ڪنون، پـڳان بڌ شتاب سُرنگ ديان.

*شين شهر شاهين شڪار ڪيتا، سـُڃ بين لڪين ٿيان بانـُوَريان،
جند جان [سنان] نشان ڪيتي، اڪين ڏيک سـَلـُوٽيان سانـُوَريـَان (٣)
مَـتِي رنگ ببيرنگ دي جنگ جِتان، رک دنگ دُوئي ٽريان تانـُوَريان،
هيرا هير مـَتين، ڪيون هـَتيـَان تي، جهولي پا موتي جهـَل جهانـُوَريـَان، (٤)
قاسم! تال سنيال چؤتال والا، ڳـُن پـُڇ ڪنون ڳـُن گانـُوَريـَان.

* صاد سچ پيـَا پـَلهي ڪـَچ نهين، بـَليا مچ لڳا نينهن نـَچديـَان،
نچ نچ پـَتنگ پيا مچ تـَلهي، ڪنون مـَچ تيڏيان يـَچ بـَچديـَان،
بـَچ بـَچ پيراوَڻ ڪـَچ ڪيها، ڪنون سـَچ سـُڃـَچ رنگ رچديان، (٥)
لـَٽ پـَٽ ڪـَنـَڪ آنـَڪ پـَئي، گهر گيان [گهـُمر گهـَر] گچديان، (٦)

*صاد سڌ سهيليان گـَڏ ڪيتيان، پـَنان، آڏ تـَوڏ ديان مازيان ني (٧)
جـِن پـُوت آڏُوت پيـُوت متان ماري تال بهيتال تي تازيـان، نيي،
سُڪيي، پهيڙ دي سهيڙ ڪون چهيڙ لڳيي، جهنگ جهيڙ چـُلي پـَٽ چاڙيان ني (٨)
ڏيکو بـُوم دي قـُوم دي ڏوم متي، جنگ آندي عـُقاب تهي آڙيان ني
قاسم! ڪـَون سيـُوي دلدار بيـنـَون پوتيان عشق فراق ديان قاڙيان نيي.

—⁂—

(١) خ. 'چيچ پاليان تيڏيان پاليان جو ڪل - الخ'؛ ق. 'چيچ پاليان تيڏيان پاليا جو ڪل-الخ'. (٢) خ. 'هـَٽ هـَٽ جهمـَندي گت وجي'؛ ق. 'هـَٽ هـَٽ...... گت وجي' (٣) اصل. 'جند جان ضعان نشان ڪيتي الخ'. سنان=نيزو- ڀالو. (٤) خ. 'هيرا هير ڪيون متن هتيان تي'؛ ق. 'هيرا هير ڪيون متن هتيان تي' (٥) اصل. بچ بچ پيراون ڪچ ڪيها، ڪنون سچ سچ رنگ رچديان. (٦) اصل. گهر گيان ڪر گچديا. (٧) اصل. پنيان اڏ توڏ دي ماڙيان ني. (٨) خ. سکهي پهير دي سيڙ ڪون چيڙ لڳي جهنگ جهڙ چـُلي پٽ چاڙياني. ق. سکهي پهڙدي اسيڙ ڪون چيڙ لڳي جهنگ جهڙ چلي پٽ ني!

# سي حرفي: لولي

**الف** يار ميڏي گهر آوي    آؤندا ڏيکان تان ڏک جاوي
سهڄڻ آنگ نه چوليي ماوي    سوهي ويس ڪران سر ساوي
دُرجن چوڙ ڪڙي هر دعوي    گوڏي ڪول ٻهي گڏ ڪاوي

يا ربّ منگيم ڏي تون تيوين
آ مِل ڍول شالا جُڳ جيوين

**ٻي** دِي بات سڻايان ڪيهي    ميڏا يار ٿيا پر ڏيهي
اصلؤن ڏيک نه ڪيتم ڏيهي    لِکيي لوح، پلپسان تيهي
ويسان جهاڳ آئيي مُنهن جيهي    لَينڊي نينهن نيپينڊي نيهي

مارين يار وسارين ڪيوين
آ مل ڍول شالا جڳ جيوين

سڻ تون **تي** تبارڪ تعالي    يا ربّ يار ميلين مت والا
اُوچڪ آيم سيء سيالا    پهلي رات نه مارم پالا
بلبل ويک جيوي گل لالا    جنهن ڪاڻ ڪاتيم سخت ڪشالا

مئن نال جام صُراحي پيوين
آ مل ڍول شالا جڳ جيوين

سُڻ تون **ٿي** سونهاري سڏّان    آؤسي سڏ ميڏي سڻ ڪڏّان
جنهن ڪاڻ لعل پنگوڙا اڏّان    ٿڏڙي هير سُهاوڙي هڏّان
نچان جهمر آوي جڏّان    مُوئي خر پووَن پر ڪڏّان

ميڏي چاڪ سهڻا هٿ سيوين
آ مل ڍول شالا جڳ جيوين

کنهن نال جيم کران مٺن جهيڙي ... مٺن ڪَنِ نيت لٽيجين نيڙي
هردم هوندا هڪئي ويڙهي ... يا رب ٿوڙ نہ جوڙي ميڙي
باري پار اُڪارين ٻيڙي ... ٽڏڙي نار اکيندا ٿيوين
آ مل ڍول شـالا جڳ جيوين

---

هي هڻ عشق آيا کر هلاّن ... کنهن هٿ آڪ سنيها گهلاّن
ٻيئي وانگ ٿينڊاٺي ٻلاّن ... چتڙي چوڙ سناسين رلان
پُکلي ٿوڙ پيپُوتي ملاّن ... همدم ڏيندمِ درد هلاکي
مِليم يار نہ ٿيومِ ياکي

خي هڻ خط فِراقي لِکانُ ... لِکان، لِکڻ کنهن ڪَن سِکّان
جوڙان مَس هٿڏي پَن مِکان ... وڃان دوڙ پووَن جهي وِکّان
آوِي قاسم جنهن کاڻ سِکان ... جانُ بُت خاک نہ ٿيندمِ خاکي
مِليم يار نہ ٿيومِ ياکي

دالين داغ پيا دَر دلِّيڻُ ... توۡ بن ماس پٽيا مَہ هلِّيڻُ
مُرده جيءُ پووي خوش کليڻُ ... سُهڻي ٿور اگڻ جي ٿليڻُ
ملاّن مُشک عطر جي مليّڻُ ... مولى! کول وصل در طاقي
مِليم يار نہ ٿيومِ ياکي

ذالين زنگ ٻينُون گهٽ زَنگي ... بَچُمي نينهن جنگاوَر جنگي
ويري ويڙهہ مَيڏي دل وَنگي ... ملاّن پُوت پيپُوت ملنگي
سامِيين نال قِران سِر نَنگي ... ڏِتي سُرک فراقي ساقي
مِليم يار نہ ٿيومِ ياکي

کيتم رهبر ري روانهي ... پنُيم يار ڏَهُون پَروانهي
گهونگهٽ لاهہ! لِکان لِک جاني ... مُنجانُ ميڙ طرف مَستاني
مِلن شاه ٿيوَن شادماني ... کُلن باغ مُرادان باقي
مِليم يار نہ ٿيومِ ياکي

---

ظالم **زي** زمانا آيا ميڏي يار مهينا لايا
چاتم ڏينهن سؤ سال سڏايا ملسان يا ربّ يار ملايا
موهن ماه ڪينهين برمايا بيني واٽ وصالي ويڪان
اي ڏک ڏيک لهن، جي ڏيڪان

**سينين** سڏ ڪمران سؤ پيريڻ وهلا ميليم شاه وزيرين
ڪيلدي ڪنڊ رلايان ڪيرين دلبر ڏير ڏيوين دلڏيرين
هردم چاڪ سهاوي هيرين قاسم لطف رباني ويڪان
اي ڏک ڏيک لهن، جي ڏيڪان

پيتم **شين** شراب طهورا پياري جام ڏتا پرپورا
پيتم اوت ألت پنجنورا (١) لگا نينهن، نچان گهت نورا
اي تن ڪيتم ساز طنبورا پيرم راگ رلايان ريڪان
اي ڏک ڏيک لهن، جي ڏيڪان

اؤسي سڻ **صاد** ميڏي سڏ جاني لائق شان پريا لاثاني
جيندي بانهيان دي مئن بانهي تهتئون ڪوڙ ٿيوان قرباني (٢)
بڌم بانهپ دي گل گاني محڪم عشق جڙايان ميڪان
اي ڏک ڏيک لهن، جي ڏيڪان

آيا **ضاد** ضلالت باري واگان موڙ سڄڻ هڪ واري
تئن تؤن واران جند پياري (٣) صدقؤن صدق ٿيوان سؤ واري
بلبل ويک جيوي گلزاري پنيان بيد درد ديان بيڪان
اي ڏک ڏيک لهن، جي ڏيڪان

**طي** هڻ تيغ بره سر ٽلي تيوي چور اهو جو چلي
ڪوبي مار ڪڙي سر ڪلهي سمّل ديگ چڙهي آ چلهي (٤)
پيون عاشق جام آملي سرڪي تيز ڪنون تلوارين
يا رب يار ملائين يارين

---

(١) پنجتورو پيالو. (٢) **خ**. 'تهتوآ قربان ٿيوان ميقرباني'؛ **ڪ**. 'تهتون قرب ٿيوان قرباني'؛ **ش**. تنهن تون گهول ٿيوان قرباني'. (٣) يعني: آءٌ تو تان جند گهوريان. اصل. 'مئن تو واران جند پياري.' (٤) سمل ديگ = زهر جي ديگ.

**ظي** تون لنگهہ زمانا زنگي    رڪيئي، برسير قرب ڪلنگي
پيالا پيءَ تڙون تيشنگي    آنگي لاه ٿيوان سِر ننگي
ٿيوان مستو مست ملنگي    منگهت موڙ سُونهن، مختارين
يا ربّ يار ملائين يارين

تؤ سِر **عين** الله دا سايا    آيا يار لڱيجين آيا
ميڏي درد ڪنبائي ڪايا    وِسريم، مال مڏي گهر مايا
تؤ ڪيون لاڙ مهينا لايا    سِر دا سودا عشق بازارين
يا ربّ يار ملائين يارين

ميڻون **غين** گهتيا غم ڏونهين(١)    ڪيتئون سور ٿئي آ سونهين
اڳي آهي اِت آسونهين    اصلئون رمز پِرائي رُوحين
اِي ڏک نين، آئي گهِن ڏونهين    ڪيتا وڄ حسن وڻجارين
يا ربّ يار ملائين يارين

کُليي **في** فضل دِي جهوليي(٢)    آئي سروڏون مُند مموليي(٣)
ميڏا يار آيا مئن ڪوليي    پڳي پئو سِيمئي پوليي (٤)
ٿيون، خر شلا مر توليي    قاسم! ڏِي باهين خس خارين
يا ربّ يار ملائين يارين

---

ڪانگي **قاف** ڪيتابت آندي    آکيس: آيس اِي درماندي!
ڏيسان سهجون بانهن سرانـدي    ٿيسين درد فراقون واندي
لڏيان مفت مُرادان باندي    چيرا لعل ڪران سِر چڻيان
آيا ڍول، مرادان پُنيان

ڪيتي **ڪاف** ميڏي ڪم پوري    اصلون آهي جهي آڏوري
چڄان پان سوپاري چوري    ڪران ناچ، نچان گهت ڏوري
بولن 'تون هين تون' طنبوري    ستان ڏور ڏِرنگي ڏتيان
آيا ڍول، مرادان پنيان

---

(١) اصل. 'مين تو غين گهتيا- الخ' (٢) اصل. 'ڪهليو في فضل دي جهولي' (٣) اصل. 'آئي مرون منڊ مهولي'. (٤) **خ** ق. 'ڪديئي پوه سب پولي'. **ڪ**. 'ڪديئي پو سب پولي'.

کيئتا **لام** لطف رب سائين    ميڏا ڍول آيا مئن تائين
ڪُليان خير خوشي ديان واهين    ڪيتيان داڙُو پير دعائين
چيشمين جوڙ پلهايان جائين    اکيان ريجهہ رَهيان جهي رُنّيان
آيا ڍول، مرادان پنيان

مئن ڪَن، **ميم** پيا مه ساقي(١)    مٿوا يار منايم ياڪي(٢)
ڪيتي ميڏي ڍول ملاقي(٣)    همدم لتي درد هلاڪي
رَليان رمزان روز ميثاقي    قاسم! مَل" خرين مُنهن ڪَنّيان
آيا ڍول، مرادان پنيان

لايا نيڻين **نون** نظارا    مئن ڪَن، بخت ڏِتا ول وارا
گهتيم پئون - بارهن دا ڍارا    همدم حامي نبي سُونهارا
لگا نوبت سوپ نغارا    مُچان ريش رقيبين مُنّيان
آيا ڍول، مرادان پنيان

---

پُونتم **واو** وَنُوتا چِنّا(٤)    مئن سير مينهن ميهر دا وُٺا
ڪاتي مار ورچوڙا ڪَٺا    ٻُٺا خر منافق مُٺّا
مئن تان يار منايا رُٺا    اي دل لنگهہ پئي ڏک وادي
ڏيندا لوک مبارک شادي

**هي** هنُومان لڳائي لڪّا    ڏِتا باندر قُوک پڙڪّا
متا جهڳ مڳ جوت جهڙڪّا    ڏهہ ڏهيسر نوڙ نڙڪّا(٥)
مِليا دُزين عشق دڙڪا    تڏان سيئت لڪمڻ کاڏي(٦)
ڏيندا لوک مبارک شادي

**لا هؤن** لائق پير لڪياري    سنڌ هند جنهن نوازي ساري
باري بار آنايا باري(٧)    ڪلنگي برسر شه ڪلتاري
مهدي مير سُونهي مختياري    قاسم گهن آيا گهر هادي
ڏيندا لوک مبارک شادي

---

(١) پيا = دلبر (٢) مٿوا = ميٺو- رسيلو. ياڪي = وڇڙيل. (٣) اصل: 'ڪيتي ڍول ميڏي ملاقي' (٤) چنبڙ، جو گيرهڻ هيٺ هو سو ڇُٺو. (٥) **خ**. 'ڏه سر ڏهيسر ٽوڙ ٽڙڪا'؛ **ڪ**. 'ڏه هيسر ٽڪر ٽوڙ ٽڙڪا'. (٦) **خ ڪ ق**. 'تڏه سيت لڪمن ڪاڏي' (٧) اصل. 'تنهن باري بار آنايا باري'.

**ألفا** عشق تـَيـڏي لڪ ٽوڙي ڪيتيان نال پـَلايان پوري
آيس گهوٽ، جنهين ڏي گهوڙي اڳڙ يار ڏيندا سو ٽوڙي
تئن تـوُن گهور ٽيوان مئن گهوڙي گـُل ڦـُل سبج وچايان گادي
ڏيندا لوڪ مـــبـــارڪ شـــادي

**يي** هڙ ياد ڪرو رب تعالى ڏيکوُون پير مـُغان مـَي والا
ڏيــنـــدا نـُوري نـُور پيالا مئن ڪون شاه پيلائي شالا
ڪلمي ڪاتيا سخت ڪشالا مومن لـَهنـدي مفت مـُرادي
ڏيندا لوڪ مـــبـــارڪ شـــادي

لا اله إلا الله محمد رسول الله



# بيت سرائڪي : محبت ۽ مجاز

يار ميڏي سينگار ڪيتا، سِر سُونهن دُرست دُشالهي ـ آفضل عالهي
مُور تيِڃوَن ڪمزور، ويهڪَن جيٺ تور تُرڻ دي چالهي ـ ناز نرالهي
موتي ڏند، گهتن دل بند، جڏان چا ڪنڌ پَلا مُڙ يالهي ـ سؤ غم ٽالهي
لال لبان سِر لاليِ لائيِ، خوب ڪُليهي گل لالهي ـ بهي مثالهي
سي منصور لکين مخمور ٿيوَن، پرپور پيوَن پيالهي ـ مستي والهي
سؤ مشتاق چڙهيي سِر سُولي، ڪاڏي بشيهر ڪالهي ـ زلفان والي(١)
سؤ عاشق مشتاق ٿيوَن، جهي مست ڦِرن متوالهي ـ ڪاڻ وصالي
ڳِل وچ ڪفني ڪَرن گدائي، بيک پنن بيحالي ـ ٽُنبڙيان والي
قاسم! تي قربان تِنهِيان تؤن، ڏيکهي آپ ڏِکالهي ـ آ گڏ جالهي(٢)

---

محبوب، ڏنوسي خوب، دِلين تي دام گهتي دُر دانا ـ يار يگانا
چِنڪيا شوق شڪار شتابي، چا ترڪش تير ڪمانا ـ ڪَر بهانا
مَن آساڏا محبت دي وچ محوَ ڪيتُس مردانا ـ هي شڪرنا
دوست دِلين دا تنهن در آوي، جنهن تي راض ربانا ـ بي بيانا
ڳَل قاسم دي آڻ گهتيونهي، ڳُنڌ زلف دا ڳانا ـ دست‌نشانا

---

(١) هيء مصرع فقط **ڪ ش** ۾ آهي. (٢) نسخن ۾ مصرعن جي اختلافي ترتيب ڪي سموهي
هيءَ بيت نئين سر مرتب ڪيو ويو آهي.

محبوب، اساڏا خوب، جڏان [ڪر] فرمان فوج چڙهائين - [ڪَر هَلائين]
ڪر سينگار سبز سرخ [تين] بيحد ويس بَنائين - مار مَنائين
جوهردار زلف دِري خنجر، لَنءُ لَنءُ وچ لڳائين - چوب چُپائين
نيزا نينهن نظارا، قِسم قرارا، هڪ چيڪائين - [تين] پيا چائين
قاسم ٿي قربان تنهان تون جيڪر نينهن رَلائين - توڙ نڀائين (١)



(١) اصل . قاسم ٿي قربان تنهان تان جي اينهن لائين توڙ نڀائين.

# مولود ۽ ڪافيون †

## مولود *

جهجا ڏيج ڄهارَ، منهنجا عالم جهي آڌار [ڪي]
پانڌي پريان رسول ڪي، جهجا ڏيج ڄهارَ
١. آجو ڪريو احمدا ! عاصي ڪؤن آزار
٢. سگ پانهجو سپرين ! وارث ڪيمَ وسار
٣. سگهو موتج سيّدا ! سڌ سڻي سالار!
٤. رهي آهي روح ۾، پيريمر تنهنجي پچار
٥. قاسم جي ڪونين ۾، سيّد لهج سار

## ڪافي: سرڪلياڻ

اِيهو ميڏا حال، سانول سڻدا
ڪيهي ڪل بيگاني لوڪ وو

١. مادر ميڏيان جڏان ڳنڍڙيان مينديان، هٿين وَه وَه چلڙ ي وينديان (١)
نينهن لايس مئن نال

٢. ڪيتم ناچ ماريم ڪڙ تازي، ڊُڪ چڙهيئان عشق دي ماڙي
سڙن سپ سيال

٣. عجب رمز اِشارت آئي، لوڪ ڪنون لڪ يار سڻائي
ڳجهؤن ڳجهڙي ڳال

---

† مختلف نسخن ۾ ڪن ساڳين ڪافين جي مٿان 'ڪافي' توڙي 'وائي' عنوان ڏنل آهي، هيٺ اسان ساڳيو هڪ عنوان 'ڪافي' قائم ڪيو آهي.

* هيءَ مولود فقط S ۾ آهي.

(١) S. 'ڳنڍ يان مينديان'.

٤. ميليم رانجهن رنج ٿيا ڪيڙا، تُرتئون چاتم پرت دا پيڙا (١)
صاب پئي سپ سوال(٢)

٥. قاسم! ڳئي ڏک ڏينهن ڏولاوي، ڪيڙا چوڙ ڪڙا سپ دعوي
وڪيهي ني واء وصال

## ڪافي: سر جوڳ

جوڳيئڙا! پڇ پوٿيان نُون، ڪوئي يار دا ڏي ڏسڙا

١. خزان تن دا خون سڪايا، چل پيا چولت چؤوايا
ڏينهن ڳڻيندڙيان نؤبهار دا ڏي ڏسڙا

٢. آڪ ڳيا وڃ آيا ناهين، آيس تؤ در دؤڙ تڏاهين
من موهن مختار دا ڏي ڏسڙا

٣. 'نحن اقرب' سڻيم اشارا، ڍونڍ رهي من رنگپور سارا
بلبل رووي، گلعذار دا ڏي ڏسڙا

٤. مار نجومي! ميڏي بخت دا ڍارا، ڪڏان ميليسي يار پيارا
پڇدي وتان اهين وار دا ڏي ڏسڙا

٥. قاسم پيا پيش طبيبان، سپ سڻايم حال حبيبان
دارو پڇان بيمار دا ڏي دسڙا

---

(١) خ ق. 'تڙتم چتم پڙم پيڙا'؛ ظ. 'تڙتم چتم پڙم پيڙا'؛ د. 'تڙ تم چتم پڙم پيڙا'، ش. 'تڙ تم چتيم پڙم پئڙا'؛ ڪ. 'تڙ تم چتيس پيڙي پيڙا'. سڀني نسخن جي پڙهڻي مبهم آهي. متن جي پڙهڻي خليفي حاجي شير محمد جي روايت جي آڌار تي ڏني وئي آهي، جنهن جي مراد هن طرح آهي: لاڙ ۾ حضرت موسيٰ جا پيڙا باسيندا آهن. ڪنهن جا لڏون ناهي، مڃتا مڃڻ وارو هڪ هڪ ڪري ڪٽيندو ۽ چوندو ته 'جي مُراد پوري ٿي ته آءُ هيترا پيڙا ڏيندس'. هن سٽ ۾ پيڙي ڪڻڻ (= چاتم پيڙا) واري مڃتا ڏانهن اشارو آهي. (٢) اها پڙهڻي ڪ مطابق آهي. ٻين نسخن موجب: 'پئي ثابت سپ سوال'.

## ڪافي : سر جوڳ*

لوٺ رانجها وِي نيتئي دَ ڳ تون
ڦُر رانجها وِي نيتئي دَ ڳ تون

١. روز الستي ڏينهن جڏان دا وِي
مئن تين رانجهن عشق تڏان دا وِي
مين تيڏي سڳ تون(١)

٢. اوڙي پاڙي وچ مقالان وِي
رانجهن سر سپ سيالان وِي
مين تيڏي جڳ تون(٢)

٣. قاسم آکي نال نماڻيان وِي
ڪر تون رانجهن ياراڻيان وِي
ڳل ميڏي لڳ تون(٣)

## ڪافي: سر جوڳ

آساڏي اڱڻ آج سُهاڳ وِي!
رانجهو يار پاتي وَل پيرڙي

١. مِل سَهيان' مينون ڏيوو مبارڪ، وَليئهي وصال دي واڳ وِي (٤)
تئهي سُهاڳي سپ سيهرڙي

٢. ڪوءِ ڪتّان' ٻن نال ڪپيڙيان وِي، طُولان مئن ڏينديان آڳ وِي
سانُون' وَرُجهنگل دي گهيرڙي

٣. شڪر اَلحَمدُ لله رانجهو يار مليو سهي، هڻ وَليا آساڏڙا ڀاڳ وِي(٥)
ڪيتي چاڪ دليهن وچ ديرڙي(٦)

٤. آکي قاسم مَنجهڙيهين والا، آيا اساڏڙي ماڳ وِي
ڏيسي ڳلي ڳلي سو ڦيرڙي

---

* هيءَ وائي فقط ڪ ۾ ڏنل آهي. اصل ۾ ڏنل جي پڙهڻي:
'لوٺ رانجها وي نيتي دل تؤن، ڦر رانجها وي ليتي دل تؤن'

(١) اصل. 'مين تيڏي سڳ' (٢) اصل. 'مين تيڏي جڳ' (٣) اصل. 'ڪر تون يارڙناڻيان وي - ڳل ميڏي لڳ'. (٤) خ د ڪ ش. 'وَلئهي واڳ وصال'؛ ظ. 'ولي واڳ وصال وو' (٥) خ ڪ د ش. 'شڪر الحمد اللهُ'؛ ظ. 'الحمد للهُ' (٦) اصل. 'ڏتي چاڪ دليين وچ ديرڙي'.

## ڪافي: سر جهنگلو *

سڄڻ ول آوِ مئن ڪولهي، ڍولڻ ول آوِ مئن ڪولهي

١. جدا جالڻ مئن نون مشڪل، جيويهن باغين بنؤن بلبل
نهين ڪوئي تيڏا تُل تُل، رَهيان هڙ گوليي مئن گولي

٢. سڄڻ اسان تي ٿيا راضي، نہ ڪيتس مئن نال بي نيازي
ڍولڻ ساڏي مني آزي، چاٽان ڪيون تورِ مئن! تولهي

٣. ڍولڻ ول ديسڙِي آيا، ڪيتس ڪنهن رمز دا رايا
راول ريجهہ رنگ لايا، ڪيتس سيل وچ اِهين سولي (١)

٤. دلبر دِيسڙِي سانُون آ، [قدم] ول اگڻ ساڏي [چا]
قاسم تي تون ڦيرڙا ول پا، سهجؤن انگ نہ ماوان چولهي(٢)

## ڪافي: سر بروو سنڌي

ڪهڙُ پڄي مُلان قاضين سان، غمَ مَ ڪاءِ گهُم غازين سان (٣)

١. ڪنهن نہ پڙهي پڙهي يارُ ريجهايو، ڍول اچي گهر غازين سان (٤)

٢. ميڙِي مُلن منصورُ مَواليي، رِندُ وڏو بندر بازين سان

٣. نو بنو ڏس نازَ پرين جا، چو وڙهين مُلان ماضين سان

٤. قاسم ڪي نت نينهن نچايو، ڇير ٻڌي تند تازين سان

## ڪافي: سر بروو سنڌي

عشقُ عاشقَ ڪر مطالع، ورِدُ هَمُ ويهسار تون
رِي محبّت مَردَ مانجهي! پيون ڪِتابُون بار تون

١. ڪوڙيهن ڪِتابُون چو پڙهين، وٺ عِشق جي آڏار تون
[تان] سبز سرخي رنگ جو، دم دم پسين ديدار تون

---

* هي ڪافي فقط **ڪ** ۽ **ش** ۾ ڏنل آهي.

(١) **ڪ**. 'ڪي تس سيل وچ آهِ سولي'؛ **ش**. 'طالب ... ڪيتس سيل سڃائي'.

(٢) **ڪ**. دلبر دسڙي سانون آ — ڪڏان ول اگڻ ساڏي آ
قاسم تي تون ... ول پا — سهجون انگ ماوان نا چولي.
**ش**. دلبر ديسڙي ساڏي آ — ول اگڻ اساڏي آ
تي تون ڦيرڙا ول پا — انگ ماوان نا چولي.

(٣) **ظ**. جا ڪافيا: غازي، بازي، ماضي، تازي (٤) **ڪ**. 'ڪنهن نہ پڙهي پنهنجو يار ريجهايو- الخ'

۲. 'ڪنز' 'ڪافي' چئو پڙهين، چاڪي پَوڙين جنجار تون
جيت سودو ٿئي ٿو سِر سَندو، پَس ٻيڙهَ جي بازار تون (۱)
۳. آچَليِ چوگان مَ نعرو هڻي نروار تون
سِرُ سَنهي سُولي آتي، پَرِ پهلواني پار تون
۴. ٻَن ٻيائي ڪي وِجهي، ڪر اصل ڪي اظهار تون
گولو مَ ٿيءَ گمان جو، ساڪي سڏاءِ سردار تون
۵. قاسم سُٽي سڀ سمجهه ڪر، اِي پِرين جي پَهچار تون
تنهنجو پِرين تو وٽ سدا، چا ڪي پُڇين ٻئي پار تون

## ڪافي: سر بروو سنڌي

ڪهڙي سانگ آيون بَلما! ڪهڙي سانگ آيون تون
۱. بيرنگي رنگ پيدا ڪيتوئي، ميم چِ مُک ڇپايون تون
نہ ڇَٽيوئي ڪو ٻيها ٻيئي، نا ڪنهن ٻيئَون چايون تون
۲. سَٽيوئي تخت هزارا شاهي، شوق جهنگل پا چايون تون
رنگپور دي وِچ سَيل ڪيتوئي، خاڪي خرقا پايون تون
۳. انگ ڀڀوت لنگوٽيا جوگي، خاڪ لگهين ڪُون لايون تون
ڪيتوئي قيد حُسن دي قابُو، ڏاڍي ڏاوڻ ڏايون تون
۴. آلاِنْسانُ سِرّي وَ آنَا سِرّه، ڳالهه اِهائي ڳايون تون
آنَا اَحْمَدُ بِلاَ مِيمِ، عالَم وِچ آلايون تون
۵. سُک دا ڏِيهه ڀيُون سَتَ ڏُکهين، بر سر بار آنايون تون
هَٿين مار ڪهاڙا ڀيرين، اَحَدئون عبدُ سڏايون تون
۶. محمّد مُرسل آپ رسولان، هَرجا حُڪم هَلايون تون
آپهي عاشق آپ معشوقا، آپ چِ آپ سمايون تون
۷. عشق مَنان ڇِڪ آندا تَيڪون، تاهه رنگيلا ناهيون تون
وِچ ميدان محبّت والي، قاسم ڪوُنٽ ڪڍايون تون.

(۱) **خ ط**. 'جت سودوئي تو سر سندو- الخ.' **ڪ**. 'جت سودو ٿئي تو سر سندو- الخ'؛ **ش**. 'جت سودو ٿئي ٿو سر سندو- الخ'.

## ڪافي: سر بروو سنڌي

اِيهو هـَٽ چوڙ چـَليا وڻجارا، سٽ سودا سُود وِچارا

١. سودا ڪيتُس، ڪر نہ چاتس، ڪيتُس ڪُوڙ پـَسارا (١)

٢. 'فانِي' ڪُونْ ڪر چاتس 'جاني'، سَتُس داغ دوبارا

٣. ڪيٽ سڪندر تخت سليمان، ڏوڙ لـَتـيا شـه دارا

٤. رنگپور دا شہ چـَل سِڌاڻان، ڪيتس ڪـوچ نغارا

٥. 'فانِي' ڪُون سـَٽ 'باقي' دِي وِچ، قاسم آڏ اوتارا

## ڪافي: سر برو و سنڌي

وِيکِ جانِي طرف ميري، مَيْن هوئي حيران وِي

١. تُجهڪا لڳا مُجهڪون، ڪاري ڪـَليجي مين ڪان وِي
روز ڪيا تو پيا هي، ميري جانِ ڪُون نيشان وِي

٢. پـَرچي پيارل تـِي ڪڏهن مان وَتِ مِنا ميزمان وِي
ڪريان پاڻ ڪي پـَيزار تـَؤن ڪوڙين پيرا قربان وِي

٣. مانڪي هـَٽي مستان ڪيو تُنهنجي مِنا مِژگان وِي
ڪوڙيين لـَکين قاسم جيهـَا، تنهنجي ناز ڪيا نادان وِي

## ڪافي: سر بروو سنڌي

ڪو ڪيسِيڏِي سنگ نہ چـَلدا، هر ڪوئي پابند پـَل دا

١. ڀيتا آذر بيهشتيين وَڙيا، آذر دوزخ ٻـَلـدا

٢. پيٽئون چايا نـوح نـَبِي دا، نـوح دا واليا نہ وَلدا

٣. عيسيٰ چڙهيا بـَر آڪاسين، خـِضر ساڪِين جـَل دا

٤. رنگپور دِي وچ قاسم آڪي، ڪيتوئِي سيل ڪـَنوَل دا

---

(١) اصل. 'سودا ڪيتوئي ڪونہ چاتوئي ـ الخ'

## ڪافي: سر بلاول

ڪيون ڪيتوئي ڏبوان، جاني [ڪيون ڪيتوئي] مستان
تَن ميڏي ڪُون تؤ پِر ماريا، ڪاري ڪيبر ڪان (١)

١. پنهان لوڪان وچ خوشيان هونديان عاشقان وچ ارمان
آکيان تيڏيان خونُ ڪريندِيان، زوري زور زيان (٢)

٢. آکي قاسم جنهن کون ڪيتوئي، راتو ڏينهن حيران (٣)
ديد ويڪا ڪي آپ ڪيتوئي، قاسم ڪون قربان

## ڪافي: سر ڌناسري

آ ڪيتوسي ڪيا، وي سَيّان ! آ ڪيتوسي ڪيا !

١. ايڪ گهڙي ڏي آوڻ ڪيتي، پاپ پَلي گل پيا
٢. ڏيس پرائي آ پيوسي، جتان ساء نہ لا
٣. وقت چاوَڻ ڏي رب! آساڙي موت نہ ماري ما
٤. آدم بَن ڪَر نال سَيان ڏي، وير پرايم وِيا
٥. قاسم هُڻ تان ڪُڇ ناهين، ٿيوٽا ها سو ٿيا

## ڪافي: سر آسا

آسانُون هويانَ سنيالان، لائيني ڏنڙي گهٽيري (٤)

١. لگيانَ بيره ڏيان چاتان، ڪَڙي گُلنديانَ واتان
قبول پيَّان ڪاتان، سِريانَ سميت والان (٥)

٢. سڄڻ تيڏي فراق ديان، سانُون هويا وصالان
گُليان تيڏيان مئن گهاوان، پئيندي فراق [ديان] فالان (٦)

٣. نبي بخش مئن ڪني آيا، ڪڙ مئن سيج وڇايا
رانجهن مئن ڪني آيا، تُسان بنؤن ساڙيان اي حالان

---

(١) ظ. 'قهري قيبر ڪان' (٢) ظ. 'اکيان تيڏيان ڪندِيان نہ پيديان زوري زور زيان'.
(٣) خ ڪ ش. 'آکي قاسم جَڪن ڪيتوئي راتو ڏينهن حيران' (٤) اصل. 'گهٽيري دنڙي'.
(٥) اصل. 'قبول پنيا ڪاتان سريا سميت واران'. (٦) خ د. 'پئي ني فراق فالان' ڪ:
'فراق فهل لان'.

## ڪافي*

ڪوئي وي سنيهڙا ڪَڏّان، ميڏي يار نہ گھليا
ڪنهن پاڙوسڻ سُڄي ڏولڻ پليا

۱. آ ڪ گيا ول آيا جو ناهين، دوڙ وڃان مَئن هڻ ڪنهن در دانهين
وات پَلينديِ؟ ميڏا يار نہ وَليا

۲. وس نہ رهيا مَئن تان بيوس هوئي، خبر لهي آ وڃ يار دِي ڪوئي
جيڙا نماڻا جهوريِ دِي وچ جليا

۳. نامئن رُسايا رانجهونا مَئن رنجايا، پير ڪڏان مَئن نہ پَر گهر پايا
حيرت دي وچ هينڙا رَليا

۴. قاسم ڪر ڪوئي داد اساڏا، ڪنهن بَرمايا ڏتي ميڏڙا لاڏا
ماس هَڏان تون گاالهين سڻ سڻ گليا

## ڪافي†

هيٻو مَريندڙ يان، هيٻو مَريندڙيان
وچ درياء دِي سيّان سيّان

۱. سي سيّان ول ڏاوڻ نہ آيان
او اوڏاهين رهيّان رهيّان

۲. وحدت دي درياء وِچُولي
ٽَپ ٽپ ڏيوَن ڏَيّان ڏَيّان

۳. بانهن اولارن چنبڙي مارن
هڪيٻي ڪَنهين تريّان تريّان(۱)

۴. نال جنهان دِي مئن هيٻو ماري
ڪياچاٽان او ڪيڏي گيّان گيّان(۲)

۵. قاسم ڪر ڪر ياد تنهان ڪُون
اکڙيان رو رو رهيّان رهيّان



---

* هي ڪافي فقط ڪ ش ۾ هي. سر جو نالو چاڻايل ڪونهي.

† هي ڪافي فقط ڪ ش ۾ آهي. سر جو نالو چاڻايل ڪونهي. (۱) اصل. 'هڪيٻي ڪن هڪ ترهيّان ترهيّان' (۲) اصل 'ڪيا چاٽا او ڪن گيّا گيّا'.

# اینِ جز*

## در زبان هندوستان در سلوک و مناجات و غزلیات [و وائیهای] و ریختہ [و راگھای] و ڈپہ و راسوڑہ و سهرا و بهجن و هوری

•

## در سلوک نکتهٔ توحید

بسم اللہ الرحمن الرحیم

ایسا شاہ بیرنگ در باغ رنگ — لگی رنگ کی رنگ سیں خوب جنگ
لگا عشق کا تب سے ڈنکا تمام — کیا ترک جنت کوں آدم امام
نہ کہتے هیں آدم کا مادر پدر — کدھر کا چلا ھے پھر آیا کدھر
تو 'یٰس' میں دیکھہ 'کن فیکون' — کہ پیدا ھوا پل میں گونا و گون
میں ماں باپ سیں بھی تو آگے ھوا — نہ دیکھا آسی دیس جیتا موا
کہاں سوں میں آیا کہاں جاؤنگا — کسی بات سوں ڈر کے پچھتاؤنگا
نہ مشرک، نہ مومن، نہ ایمان پر — نہ قاتل یزیدی، حسینی، نہ حُر
نہ بامھن، نہ جوشی، نہ زنار پوش — نہ ملاؔ، نہ قاضی، نہ نرگی مئے نوش
نہ ذاکر، نہ شاکر، نہ غافل غرور — نہ جن و پریزاد، ملکی نہ حور
نہ خالق خدا، نہ خدا سے جدا — یهودی، نصاریٰ، نہ قوم لدا
نہ میں رافضی ھوں، نہ سنی صحی — نہ پڑھتا ھوں پوتھی، نہ صرف و نحی
ثوابوں سے اُلفت نہ طالب خطا — سیری ذات مجھہ کوں کو دیوے بتا
نہ میں جانتا ھوں کہ میں کون ھوں — نہ لوھا، نہ پیتل، نہ میں سون ھوں
نہ ھاشم، نہ قاسم، محمد ملوک — نہ جھگڑا کسی سے، نہ کرتا سلوک
اسی دیس میں چل کے آیا جبھی — مذاهب طریقے میں دیکھے تبھی
کیا موج رنگین آبِ حباب — حباب ھی ملیا آب سیں آب آب

---

* یہ جز قلمی نسخوں میں سندھی رسم‌الخط میں لکھا ھوا ھے اور کاتبوں کی غلطیوں کی وجہ سے جملہ متن بالکل مبہم اور پیچیدہ بن چکا ھے. بعض اشعار موزون ھیں مگر زیادہ تر اشعار ساقط ھیں. بعض عبارات کی تصحیح کی گئی ھے لیکن کافی کچھہ عبارات پھر بھی مبہم رہ گئی ھیں.

دکھاتیاں هیں موجاں طرح طور طور
وہ بھیدی پچھانے اسی بھید کوں
بحر سیں پڑی بوند ھوگئی بحر
بحر سیں نکالے بھلا کون بوند
بحر سیں یہی بوند موتی امول
وهی پھول پھل هے وهی جھاڑ هے
نظر بیچ آئے عجب ایک کھیل
کہ آگے بھی تھا ان پیچھے بھی ان
رھیا پہنچ اپنی اصل سے اصل

سبھوں میں هے پانی نهیں اور اور
پچھانے گا جو شاہ ناپید کوں
بحر هے بحر هے بحر هے بحر
بحر سیں ملی بوند ھوگئی سموند
وهی پھول پھل هے وهی جھاڑ پھول
دوئی کی نظر سیں تو بیگاڑ هے
یہ هے کھیت بویا، نہ ساتھی نہ بیل
ملیا خاک سیں ایک ساتھی کا تن
نہ آیا هماری نظر سیں نقل

●

## مناجات بجناب علی ولی

مطلع: عربی علی ولی کوں، میرے سلام کہیو

در پر کھڑا ھوں دائم سائل سدا سوالی
دیجو بھلا گدا کون ایمان انعام کہیو
حوضِ کوثر کا والی، شہرِ نجف کا سلطان
ساقی پلادے مجھکوں، بھر بھر دو جام کہیو
تیرے جناب کا هے، فدوی قدیم قاسم
اپنی زبان سے اپنا، اوس کون غلام کہیو

●

## مناجات بجناب غوث اعظم

غوثِ اعظم پیرِ پیران مدد میری میرِ میران
جو چل آوی سو پھل پاوی کاٹ هماری سب تقصیران

---

هم هیں جینوں کے جنم کے داسی صاحب میرے سمیعاً بصیرا
جرم گناہ سب قاسم کے کیجیو معاف صغیراً کبیرا

—※—

ڏاڍي پوي (آڏو رنڊڪ يا تڪليف پيدا ٿئي).
[١٤] ساوَج = ٻيلائي شينهن.
[١٥] بورائو = سونهون. پنهونء پرني پاڻ = پنهونء کي پاڻ سونهي.
[١٦] راڱا = مرون. ٻيلائي شينهن. موم ڪيا مهيز - الخ. = سورن جي سَٽَ (مهميز) پوري طرح (سِجهائي) هيٺا ڪيا (موم ڪيا).
[١٧] ٻبر = ڪيهر شينهن. ڏيپلا = چيتا (شينهن).
[١٩] روڏ = جبل جا وڏا ڪارا ڪانُ.
[٢١] پگھ جهيٽا = پير آهستي (ٽڪ وچان). آهستي وکون. جنبور = جهنگلي ڪتا.
[٢٢] فوقل سنگ = (فوق = مٿان. سنگ = پٿر) پٿرن مٿان. رِجل = پير. راف = نرم - هيٺا. قاف = جبل. ستي سنگهر پٽيين = 'سنگهر' جي جوء ۾ وچي زمين داخل ٿي.
**وائي- ا.** سونهريون = تراريون. ٻيٺ = چيلهه وارو سندرو.
**فصل -٧**
[٢] لَهم = نانو.
[٣] سانديئي = پاليُئي.
[٧] ڪور = انڌو.
[١٢] لايموت فيها ولايحيٰ (آيت) = نڪي ٿو اُن ۾ مري نڪي جيئي.
[١٣] ڪڙ مَ = (پير ڪڙڻ = پيرن کڻڻ وقت پيرن جي نشان جي چوڏاري ليڪ ڪيڻ) ليڪ نه. ڪُپير = ڪپيري - ڪُوات.
[١٤] طالب المولیٰ مذڪر = موليٰ جو طالب مرد (باهمت) آهي.
[١٥] فليضحڪوا قليلا - الخ. (آيت) = پوء مر ته ٿورو کلن، ۽ مر ته گهڻو رئن.
[١٦] چيهه نه چِتو = انت نه لڌو.
[١٧] آڙون = آهڙون (پير کڻڻ وقت، جنهن طرف پيرو وڃي ان طرف آڏو وڃي پير جانچڻ).
[١٩] من عرف نفسه - الخ. = جنهن پنهنجو پاڻ سڃاتو، تنهن بيشڪ پنهنجي رب کي سڃاتو. نٽاڻ = پاڻيءَ جي هيناهين وهندي. ڪڙ ج پيرڙا = پيرن جي نشانن کي چوڏاري ليڪا ڏ ج.
[٢١] رائيت ربّي بِربّي = مون پنهنجي رب کي ڏٺو پنهنجي رب جي وسيلي. سري صُمُ بُڪم = مونکي ٻوڙاڻ ۽ گونگائي پلئه پئي.
[٢٢] قلزم ڪُن ۾ = اونهي ساموندي ڪُن ۾. پيو = پيائي.
**وائي- ٢.** حماتي = حمايتي - مدد گار. ڪنيزڪ = ٻانهي.

# سر سورٺ

- مقصد. ١. وڏي ڳڻ وارو ساز وڄائيندڙ منگتو اوچتو اچي جهوناڳڙهه ۾ سهڙيو، ۽ پنهنجي ڳڻ ڳيان سان اهڙو ته سرندو وڄاياڻين جو سندس تند جي تنوار راءِ ڏياچ کي موهي وڌو ۽ چيائين ته جو سر تو گهريو سوئي توتان گهوريندس. سورٺ گهڻيون آزيون ڪيون، مگر منگتي چيو ته، مٿي ڏاران ٻيو ڪي ٻه ڪين قبوليندس. ٢. راجا، منگتي کي ڪوٽ تي مٿي سڏايو ۽ کيس سر ڪاٽي ڏنائين: "ڪاتي، ڪنڌ، ڪماچ، ٽيئي پرتا پاڻ ۾."
- پس منظر. هن سر جو پس منظر راءِ ڏياچ، منگتي ۽ سورٺ جو مشهور داستان آهي.

**فصل-١**

[١] ڳڻ ڳويو = وڏي ڳڻ وارو ڳائيندڙ.

[٤] ڀيرم راڳ = يعني ڀَيرُوَ يا ڀيرؤن راڳ جو ڇهن راڳن مان هڪ مکيه راڳ آهي. ٻباس يا ٻڀاس = ڀيرون ٺاٺ جي راڳڻي: ڀيرون جا ٻه سُر (نِکاد ۽ مَدَم) ڪٽيا ته ٻڀاس راڳڻي نهندي جا صبح جي راڳڻي آهي، ۽ 'صبح جي سوال' جي لحاظ سان موزون آهي. ڀيرم راڳ ٻباس = ڀيرون ٺاٺ جي ٻباس راڳڻي.

[٩] تُسين = تون خوش ٿين.

[١٠] سرو سنگ سبحان = ڏٺيءَ (سبحان) لڳ سر گهوري ڏي.

**فصل-٢**

[١] توشو = تحفو.

[٢] پٿون = ذرو.

[٦] سندائين = سنائين. مچائين.

[٨] ڪوٽي = ڪُنبد - خاص جاءِ. طير = پکي.

**وائي.** مرجان ڪَر ڪجن = پل ته رقيب سور سهن. سيئي ڪاج سجن = سڀ ڪم سهڻا ٿين.

# سر ٻيراڳ هندي

- مقصد. هن سر جو مول مقصد هڪ ڏٺي جي طلب ۽ سچي سڄڻ جي تلاش آهي.
- پس منظر. هن سر ۾ 'رام ڀڳتي' جي اوائلي موحدانه تحريڪ جو عڪس نمايان آهي

جنهن موجب 'رام' جو تخيل، 'رام پٽ دسرت' نہ بلڪ هڪ ڏٺي آهي.

[١] پان = پڻ. رام رمي هر چند = هر وقت 'رام' (ڏٺي) سمايل آهي. ڪيلي آپ ڪلاري هووي = پاڻ ڪيڏي ٿو ۽ پاڻ ڪيڏاري آهي.

[٢] دهائي = پڪار. سڏ. رام دهائي = ڏٺيءَ جي نالي جي تنوار. ڏٺي جي وائي.

[٥] پان، قول. الخ. = پڻ توڙي گُل پاڻيءَ جي پيدائش آهن، ۽ ڏاندي خود پاڻي آهي. پيد ڪي = راز جي. قل لڪڙي ڪا باپ = ميوو(ٻج) ٽڙ جو پيءُ آهي.

[٦] سپنا! = اي خواب! پيو = پرين. اب = هينئر.

[٧] سوگند هي = قسم آهي. پيي = پرين. تم پر وارون جي = توتان جند قربان ڪريان.

[٨] من ڪي ڪولون ڳانٺ = من جي ڳنڍ کوليان. دل جو راز ظاهر ڪريان. سؤ من شڪر _الخ. = سؤ مڻ کنڊ پير جي مٺا طور يڪدم ورهائي ڏيندس.

**وائي-١.** جام جام = جام چام _ سردار. تَج دِي = ڦٽي ڪر. ڇڏي ڏي.

**وائي-٢.** جوينان = جوين. جواني. رمت رمت = گهمڻ ڦرڻ. دنڙا = ڏينهن. رين گمائي سو = رات سمهي وڃائي.

# سر جوڳ

● مقصد. محبت ۽ مجاز هن سر جو مکيہ مقصد آهي.

● پس منظر. هن سر جو پس منظر هير-رانجهي جي محبت جو داستان آهي.

**فصل -١**

[١] جوڳ = جوڳ جي راڳڻي جنهن جو مضمون محبت ۽ مجاز آهي. پيرين = پوڙهن کي.

[٤] ملينندا = ملائي ٿو.

[٥] دردي = (محبت جي) درد وارو. محبت باجهوڻ = محبت کان سواءِ.

[٦] لڳي لڙهہ تيڏي = تنهنجي دامن لڳي.

**وائي - ١.** پيڙان دا = سورن جو.

**وائي - ٢.** ٿيان = ٿي آهيان. سڏِي آهيان. دن. رينون = رات ڏينهن.

**وائي - ٣.** اين ٻيلي وسدا = هن ٻيلي ۾ رهي ٿو.

**وائي - ٤.** موچيان والي = جُتي. پادر.

**وائي - ٧.** پاوِي = پسند اچي. وٽي. منجهين دا = مينهن وارو.

فصل - ٣

[١] منهن مسڙيانرا = منهن تي ڏاڙهي جي نئين ريھ وارو.
[٢] ڪيڙا تروڙ پتل دا پيڙا = ڪيڙي ڪي، جو پتل جي ڪوڙي ڪنڊي آهي، توڙ ي. ويرا = پاء.
[٣] مراد ميڏي شه ماهي = منهنجي من جي مراد ماهي سردار آهي. ڪوء تلي پيا= ڪوهہ جي تري ۾ پوي.
[٥] سپ سيالي = ذات جا سڀئي سيال. لک واري نت وارون = لک ڀيرا سدائين قربان ڪريون.
[٦] چنا ڪبيرئون = ڪبير ي (وڏي) گناهہ کان آزاد ٿيو.
[٨] ڪٿ شهر ڀپل ملڪاٿا = ڪٿي ملڪن يعني ڪيڙن سردارن جو 'ڀپل' شهر.
**وائي - ١.** نِتي = واسطي. راهہ پليندي = وات نهاري ٿو. چاڙهہ پلا ڪجهہ چتي = پلا ڪجهہ چِت لاء. لوڪ پٽيي پٽ لِتي = لِتل پَٽ، ماڻهن اڪيڙيا (ڏيکيل عيب ماڻهن پڌرا ڪيا). مول نہ پوون پتي = دل تي بالڪل اثر ئي ڪين ٿا ڪن.
**وائي - ٣.** جهيڙيان = جهيڙو ڪيائون. ڪول اساڏي = اسان وٽ. ڏتيان دا ويڙا= ڏوتين جو پاڙو. منجهين وال = مينهن وار ي. سر اساڏي ـ الخ. = رنون طعني وارو تار اسان جي سر تي اچي ٿيون چُڪائين. بديان چايان = تهمتون مڙهيون.
**وائي - ٥.** لهہ پئي هول = دپ ڏاء لهي پيا. گردول = ڪُن. ڊول = دهل.
**وائي - ٦.** برهہ پڙهايم باني = نينهن مونکي وظيفو پڙهايو. ويڪڻ سيتي = ڏسڻ سان.

# سر جهنگلو

- مقصد. دوست جي دلاسي سان غم ويو ۽ خوشي آئي؛ دوست آيو تہ مبارڪون مليون ۽ خوشيءَ جون محفلون مچي ويون. مردانگيءَ وارو فقير آهي اهو جو پنهنجو پاڻ ترڪ ڪري ۽ دنيا جي پرواه نہ ڪري؛ نڪي سوال ڪري ۽ نڪي مال ميڙي؛ عشق کي پنهنجو رهنما بنائي ۽ مراد ميسر نہ ٿيڻ ۾ ئي پنهنجي خوشي سمجهي؛ ۽ جو توڪل جي تند وڄائي ۽ ڏٿي ريجهائي.
- پس منظر. حقيقي دوست جي طلب، تن ۽ طمع کي ترڪ ۽ ڏٿيءَ تي توڪل وارا رندانہ خيال هن سر جا مکيہ سرچشما آهن.

[١] مُتا = موڪليو.
[٢] پيڙ = درد.

[۳] گهليا = موڪليو.
[۴] درون په آيا = اندر گهڙي آيو. مطرب = ساز وڄائيندڙ.
[۵] رن دا = دنيا جو.
[٦] عشق رکي هٿ عاصا = عشق جي عاصا هٿ ۾ رکي.
[۷] عالم خوش مرادين دي وچ = ماڻهو مرادن پڄڻ ۾ خوش. زاغ زغن اشيان زمين تي = ڪانون جو آکيرو زمين تي.
**وائي-۱.** ڏتي ڪنهن پرمائي = ڪنهن ڏوتپٽي ڪندڙ ڪيس برغلايو. رک پينا ڪٺ رائي = ڪتي دل لائي ويٺو آهي. ڀولڻ ٻاجهون = دوست کان سواءِ.
**وائي-۳.** بشيهر = ڪارو زهري نانگ. اُڪائي = ختم ٿئي.
**وائي-۵.** سمنان ڪون = رکيل وعدن کي.

# سر بروو سنڌي

● مقصد. ۱. سڄڻ سونهن جي هٿيارن سان مشتاقن کي ماري منزل تي پهچائي ٿو. اي سڄڻ! مونکي تنهنجي تات طلب آهي؛ آءُ نه پرچون پاڻ ۾. سڄڻ پرتا ۽ عيد ٿي، ڏجهڻ ويا ۽ ڏک لٿو: ”جانب جو جمال، ڏني ڏک لهي ويا“ ۲. اي ڪتا! تون ڪرهه ڪري ڀونڪ نه، جو آءُ سڄڻ جي وصال لاءِ آسائتي آهيان؛ تون اونايون ڪري پين کي نه اُتار ۽ مونکي رتيءَ جي رهاڻ کان نه رنداءِ. ڪتو گس جهليو ويٺو آهي ۽ ساڻس بي ڪُتي ٻڻ جوڙيوال آهي، پر پرين ٻاجهه پئي ٻنهي کي پَليو؛ ڪتن جو پلا ڪهڙو ڏوهه جو ڏٺين پاڻ ڏاريا آهن. ٻالآخر سڄڻن صلح واريو ۽ ڪتن جي ڪاڻ لٿي. ۳. سڄڻن جي سونهن سج چنڊ سلامي ڪيا: چنڊ ۾ ته ڪاراڻ آهي، پر پرين جو پرتوو سج کان به سرس آهي: ”جڳ ۾ جوت جهون، پسان ڪونه پرين جي.“ حقيقي محبوب يعني ڏٺيءَ کي جو سڌي ٿو ته هو سڌ سٺي ٿو؛ پر، ”سٺي جي نه سٺي، ته ٻڻ ساعت سڌ نه لاهيان.“ اي ڪانگل! سڄڻن کي وڃي سنيهو پهچاءِ، ۽ ”جي سڄڻ وڻڙا سانگ، اڄ اڏائي آڻ تون“.

● پس منظر. هن سر جو پس منظر محبت ۽ مجاز آهي.

**فصل-۱**

[۱] ٻڙودائي بان = ٻڙودي شهر جو نهيل تير. رونسيو رگي هنڙا = زخمن سان سلهيو سنيو، رت مان پنهنجا هٿ لال ڪري (رونسڻ = [سنڌي ٻولي جو ڪڇي محاورو] ڪيرائڻ- پڇاڙڻ- گهٽو مارڻ ۽ رت مان گاڙهو ڪرڻ).

[٢] وايوڙيا = زخمي ٿيا.
[٣] ونجهل = جهوري. چتر ساڻ = ١. چيٽ سان. حيلي سان. ٢. قرب ۽ محبت سان. نجيب = اي عالي نسب!
[٦] لکمڻ ساڙي سيت = لڇمڻ سيتا کي ساڙيو.
[٨] تاب توڏ = دڙڪو ۽ آکڙ.
[١٠] گهڙي سات = گهڙي ساعت.
[١٢] لٿي مون تان لک = مون تان سختي ۽ تڪليف لٿي. ڏجهڻ پاسي ڏک. الخ. = ڏکن اچي رقيب وٽ ديرو دمايو.
[١٣] وڏيوسون وسواس = شڪ گمان پليوسون.
[١٤] ڏيهي = هم وطن دوست.
[١٦] چڏي کر کپت = رقيب جهيڙو چڏيو.
[١٧] تغير ڪيا = بدلايا. دفع ڪيا.
**وائي-١.** سانگ ويا = سانگ تي ويا. اصل جاءِ رهايش چڏي ڪنهن سانگي سان ٻيءِ جاءِ ويا. وهلڙي = سڳهي. وراڻ = موٽ.
**وائي-٢.** پِرِي = خوش ٿي. راضي ٿي.
**فصل-٢**
[١] پچر جون باهون = ڪٿي جون ٻهڪُون. ڪيي ٿو ڪرڙن ۾. الخ. = ڪتو چاري ٿي، محبوبن جي گهر جي چوڏاري ڪرڙن ۾ پيو ڦري. ڪَرڙج = ڪاوڙ مان ڀونڪون نه ڪج.
[٢] راڳا! = اي راڳي (ڳاڙهيرڙي) رنگ جا ڪتا! ڪر مَ باه = ٻهڪ نه ڪر. لوڪ لک پئي = ماڻهن کي خبر پوي.
[٤] پان ورني = پان جي رنگ جهڙي ڳاڙهي.
[٥] ٻسي ٻچ لڏائين = مونکي ڏسي سچائي، خوشيءَ مان ٻچ لوڏين. ڪري پئين پاڏ ۾ = ڪنهن وڏي کڏ ۾ ڪري پئين (جتان نڪري نه سگهين).
[٦] ڏجهڻ پئي م ڏاءِ = دشمن کي خبر نه پئي. رسان رات رهاڻ ۾ = سجڻ سان ڪچهريءَ ۾ رات پوري ڪريان.
[٧] پرنون = پارتون.
[٨] ڏوتي = ڏتاري.
[٩] روازي = ٻي لچڻو. لوسي. مجازي = محبت واري سجڻ.

[۱۰] رُوژ = ڪاه. سوڙ ڪيي=سوڙهه ڪري. جُلهه ڪري. ڪارايل=ڪارو ڪنو.

[۱۱] ٻَهڙو جهليو ٻنبِ=ٻهڙي رنگ جو (ڪمرو) ڪنو گهر جو در جهليو وينو آهي. لنب= ٻي لحاظ- ڪميٽو.

[۱۲] ٻونچي=ڪُتيءَ جو نالو.

[۱۴] ڪجڻ ٻڌو ڪاه=جهيڙاڪار اچي جهيڙو ٻڌو. ڪنهن ڏجهڻ وڌو ڏاهم=ڪنهن دشمن (رقيب) منهنجي اچڻ جي خبر سٽائي. وڳي ويچارن تي=مسڪينن تي تو ٻَهي ۽ ڪَتڪيون ڪري.

[۱۵] راڳي ملا- الخ. = رات جو هن راڳي ڪتي ڪان ڪنهن حيلي به ليڪي نٿو سگهي.

[۱۶] ڳوٺ ڳري = ڳوٺ جي گهٽي.

[۱۸] سو لهه لڏائون=محبوبن اهڙو بلو ڪيو. خوف خزان ٿيو =ڊپ دفعي ٿيو. ڪڙنو = لوهو گول چلو.

[۲۰] پچر خچر خارجي = ڪرڙو ڏاريو ڪنو (شيطان ڏانهن اشارو). واٺي در وحي= جبرئيل در جهلي بيٺو. سهو = سونهون- مدد گار.

[۲۱] سينڌو = واقف.

[۲۴] ڳير نہ ڪن = ڳيرن نہ. توڏ = آڪڙ. سگن سين = ڪتن سان.

**فصل -۳**

[۲] سونهن ملار = سارنگ جي بادلن جي رنگارنگي سونهن وارو.

[۳] موهن روپ مهاء- الخ. = سهٽي سجڻ جي وات جي ڀِڪ ڪان ماڪيءَ ڪي ميناج مليو.

[۴] ٻونم=چوڏهينءَ جو چنڊ. ميٺي ويچ وري =طبيب (سجڻ) ڦٽ جي ور ڪي ختم ڪيو.

[۵] ٻونم پاچويون= چوڏهينءَ جي چنڊ ۾ ته ڇانيون (ڪاراٺ) آهن. جوت جهون= سندن سونهن جي لالائي جهڙو.

[۷] ڏٿيءَ ڏنا جي= جيڪي ڏٿيءَ جا چونڊيل ٻانهان آهن- جن تي ڏٿيءَ جي مهر آهي.

[۱۱] سر ٻڙانگ = ٻيسانگ تي- ٻن انگهن واري ٽوٽي تي.

**وائي-۱.** ٻيراڳڻ = ويراڳ واري- درد فراق واري.

**وائي-۲.** دکي جا من ڏون = جا (درد جي) دونهين دل ۾ دکيل آهي.

# سر راڻو

● مقصد. ١. مومل جي حسن جي هاڪ سڻي ڪيئين مشتاق آيا، پر ڪي انهيءَ ماڳ مٿان ڪي گوندر ڳاڙوان موٽيا. هڪ سامي، جو سور پرائي موٽيو هو، تنهن راڻي مينڌري ۽ سندس ساٿين سان حال اوريو ته ”ڳجر سڀ ڳنوائيا لوڏي لک هزار“.
٢. مومل هڪ پري ذات پدمڻي آهي پر سندس ملڻ مهانگو آهي: ”راڻا پاڻ‘ءَ م رانڌ، هيءَ سگ سورن ڳاڏئون“. پر راڻو ۽ سندس ساٿي ڪهي اچي ڪاڪ تي پهتا، ۽ سوڍي سڀ طلسماتي ٽال معلوم ڪري وڃي مومل ماڻي: ”مومل ۽ مشتاق، هر دوئي هيڪ ٿيا.“ ٣. سوڍي کي ڪو جو شڪ پيو جو ڪاڪ تان آسرو پلي ويو: راڻو رُسي ڇڏي مومل کي ماري ويو. مومل پڻ راڻي جي سڪ ۾ فنا ڪائي خود مينڌرو بنجي وئي.

● پس منظر. هن سر جو پس منظر مومل ۽ راڻي جو مشهور داستان آهي، جنهن جا ٽاٽا خليفي صاحب هن طرح ڏنا آهن ته: مومل ’نادول‘ شهر جي ڳجر شهزادي هئي، جنهن پنهنجون ڀيڻون ساڻ ڪري اچي ڪاڪ ڪنڌيءَ تي هڪ طلسماتي محل تيار ڪرايائين. سامي، جنهن راڻي ۽ سندس ساٿين کي مومل جي خبر سڻائي، سو ڳرنار (جهونا ڳڙهه) جو هڪ جهان ديده جوڳي هو جو مومل جي هاڪ هالار (ڄام نگر رياست واري ايراضي) مان سڻي، ڪهي اچي ڪاڪ تي پهتو، پر آتي سندس هنر حيلو ڪونه هليو ۽ هي ڳوڙهيو گوندر پرائي پوئتي موٽيو. راڻو (جنهن جو نالو ’مينڌرو‘ هو) سوڍو (ذات جو) ٿر جي ڍٽ واري ايراضي جو سردار هو ۽ مڙني سوڍن (ساڏورن، ماڏن، موڏورن وغيره) جي مٿس پڳ هئي.

**فصل - ١**

[١] وڃ ورنيون = سونهن ۾ ڪنوڻ جي تجلن جهڙيون. نڱيون نادولا = ’نادول‘ شهر مان روانيون ٿيون. سر چيرا = مٿن تي پٽ جا ’چيرا‘ (روا). ڳل پيپنيون = ڳچيءَ ۾ پيپني رنگ جا رومال.

[٣] زنده طعامون - الخ. = مومل ۽ سندس سٽ کي بازن وانگر، ڳهوٽن شهزادن جو ماهه تازي طعامي (قُوت) طور ڳهرجي.

[٤] سَوَ سينهائين اڳرو = (هيبت ۾) هڪ سؤ شينهن. ڪان به وڌيڪ آهي. تني چاڙهي چيئن = تن کي سُوريءَ تي لٽڪائي.

[٥] کهڪ- دوال = ڪاڪ جي محلات جي ديوار.
[٧] ڪُوار = ڳيلا.
[١٠] سوس = خيال. آسرو. لوڏي = شڪار ڪندڙ.
[١٣] خدنگ = تير.
[١٥] ساوج گير = شينهن جهليندڙ.
[١٩] ناني = 'ناني' جبل ۾ جوڳين جو تڪيو 'هنگلاج'.
[٢٢] اونچي روه = اُچي جبل (گرنار) تي.
[٢٣] ٻَرڙ۽ي منجهه ٻهڪ = ٻيڪ يا ديرو 'ٻَرڙ۽ي' جبل ۾ آهي.

**فصل-٢**

[١] ڪوڪبان = سينڌ. حمال = تائث.
[٢] مير مواس = مهمير- همت ڀريا شهزادا.
[٣] جاء- نماء = قطب نما مثل، ماڳ ڏيکاريندڙ اوزار.
[١٣] دئي درڪ = روشني ۽ پرک.
[١٤] ڪعبي پوش = (ڪارو) غلاف.
[١٥] فڪان قاب قوسين او ادنيٰ (آيت) = معراج وقت، نبي صلعم جي ذات حق سان ويجهڙائي ڏانهن اشارو ته: 'ٻن ڪمانن جي وٿيءَ جيترو، بلڪ اجان ٻه ويجهو هو'.
[١٧] ملام = ملامت- ڳيلا.
[١٨] ساڏور، ماڏا ۽ موڏور = تيئي سودن جا پاڙا. موکي = عزت ڏيئي چوندي.
[١٩] ڪُنار = وڏيون ديگون. چڙهيا ڪالهه ڪُنار = مومل ۽ راڻي جي ملڻ جي خوشيءَ ۾ ڪاج ٿيا ۽ ديگيون چڙهيون. سليدار = (اسلح + دار = هٿيارن وارو) سپه سالار. بهادر مڙس. وير اڳين جا وارثا = جي اڳ مومل ماريا هئا، تن جا وير ورتائين.
**وائي**. ڳاج = ڳيچ. ڳائون ڏيئي = ڳاوڻ ڳائي. مون گهر لايو = منهنجي گهر وني اچو. سائڙو = سعيڙو.

**فصل -٣**

[٢] ڪچ = ڍڪ. پائي چاڻ ۾ چچ = مدي ميري پٽري نه ڪر (چچ ۾ انّ ڪلڪائي مٿي ڪچرو جدا ڪرڻ ڏانهن اشارو).
[٥] لنو سهو سجود = سهو جو سجدو معاف ٿيو- پَل چُڪ جو حساب ئي ختم ٿي ويو.
[٧] نينهن نهو = محبت جو بنياد.

# سر ڪاهوڙي

● مقصد. ڏوٿين جو ڏنڊو ٿي آهي ڪشالا ڪري ڏٿ ڏورڻ. اهي اڻ ورچ ڪاهوڙي ٻڪ، لڪ ۽ اُج ڪان بيپرواه آهن ۽ جهر جهنگ جهاڳي اهڙين ويڙهين ۾ وڃي ٿا وڻ چونڊين جتي جيتن جانورن جو جيئڻ به مشڪل آهي. مقصد ته حق جا طالب سپ آسانگا پلي، پنهنجي جان کي جفا ڏيئي حق جي ڳولا ۾ مشغول آهن.

● پس منظر. آڳاٽي دور ۾ جڏهن ملڪ ۾ آبادي گهٽ هئي ۽ اناج جي ڪمي هئي، تڏهن غريبن جو گذر ڏٿ (گاهن جو ٻج، پڪا، پيرون وغيره جهنگلي ميوا) تي هو. هو ڪَنها (يا ڪاها = ننڍيون ڪوڏريون) کڻي صبح جو ڏٿ ميڙڻ خاطر نڪرندا هئا ۽ جهر جهنگ ووڙي ٻجن جو قوت آڻيندا هئا. اهڙا اڻ ورچ، 'ڪاهوڙي' (کهن يا ڪاهن وارا) سڏجڻ لڳا، جن کي اُج، بک ۽ لڪ جي پرواه ٿي ڪانه هئي ۽ ڏٿ ڏورڻ سندن روزمره جو ڌنڌو هو. سالڪن شاعرن حق جي طالبن کي ڪاهوڙين سان تشبيهه ڏيئي، سنڌي شاعريءَ لاءِ هي نئون مضمون نروار ڪيو.

[۲] ڏڏوڙيا = ستايا. ڏوم دهوڙيا = گهڻو هلاڪ ڪيا. سنب = اوزار (ڏٿ ميڙڻ جا). سُپ = ڇڄ.

[۳] ڏوريندڙا ڏور ٿيا = ڏٿ جي تلاش ۾ پري هليا ويا.

[۴] ڪونڌر = ساندارا (پاڻيءَ جا). ڪور = وهندڙ ڪڙيو يا ڪسي.

[۵] ڪرڪڻ = ڪکن يا ڇپر جا سادا سڪل جوتا. پڇيو = ڪٽيو. ڪوڙ = گهڻيون.

[۶] ٻٽ = گاهه جا تلها ٻُوڙا.

[۷] سميٽيو = گڏ ڪيو. الڪ = ڏٽي. اماڻ = امانت.

[۸] ماءَ = پاڻي. سونو = چِٽايو. ڏٿ ڪريندا = ڏٿ گڏ ڪندا- ميڙيندا.

[۱۱] توڙڻ لذائون تن مان = پنهنجو قوت پنهنجي جسم مان هٽ ڪيائون.

[۱۲] سپ نه سپجي = نانگ بـلا به پيدا نه ٿئي- جيي نه سگهي. ويڙ = وڻن ۽ ٻُوڙن واري ايراضي.

[۱۳] راڳا = پيلائي شينهن. ڏاهه نه سجي ڏيپلين = چيتن جي وائي ڪانه ٻُڌجي.

[۱۵] ڇپر چڳا چاٽيا = جبلن ۽ پهاڙن مان جهنگلي ميون ۽ ڦلن جا چڳا چاٽيا.

[۱۶] آلاَ اِنَّ اولياءَ اللّه- الخ. = بيشڪ اللّه جـي دوستن تي نڪي ڪو خوف آهي ۽ نڪي ڪو ڏک ڏسندا.

**وائي.** تنگون ڪيڙم تي = انهيءَ ڪري آهون پڪارون ڪيم. ڪونڌر جن سان = پاڻيءَ جا ساندارا جن ساڻ آهن.

# سر رامڪلي

- مقصد. ١. 'رام ڪلي' جي سامين بنا هرگز نہ سري، ۽ هوءَ جو 'پياٿي' ٿي راڻن گڏجي وڃي گرو گورکنات کي ملي. ٢. اهي جوڳي حق جا طالب آهن؛ هنن دنيا جا سڀ آسانگا ترڪ ڪري پنهنجي حقيقي محبوب کي ڳولي لڌو.

- پس منظر. 'هٺ يوگين' جي تحريڪ ١٣ يا ١٤ صدي عيسويءَ ۾ اسلام جي توحيد واري نظريي جي زير اثر هندوستان ۾ شروع ٿي. چون ٿا تہ گرو مڇندرنات ان جو باني مباني هو پر سندس چيلي گرو گورکنات جي رهنمائي هيٺ هن تحريڪ زور ورتو. 'هٺ جوڳي' پنٿ جي فقيرن جو ويساه هڪ خلقڻهار ۾ هو، ۽ سندن عملي زندگي مجردانہ ۽ سير سفر واري هئي. سنڌ طرف بہ هي جوڳي فقير آيا ۽ هنگلاج (لس بيلي ۾، هگور ندي لڳ 'ناني' جي جبل ۾) کي پنهنجو تڪيو بنايائون. گرو ۽ چيلي جا آداب ۽ 'جوڳ' يعني جان کي جفا وارو تخيل هنن سيلاني فقيرن ذريعي سنڌ وارن کي معلوم ٿيا، ۽ سنڌ جي بلند خيال شاعرن، 'سچن طالبن جي حقيقي مطلوب (هڪ ڏڻي) لاءِ تلاش' واري مضمون کي جوڳي پنٿ جي سچن فقيرن جي عملي ڪاوشن ۽ عادتن اطوارن ذريعي ورجايو. مبين شاہ عنات جي ڪلام ۽ شاہ عبداللطيف جي رسالي وانگر، خليفي صاحب جي هن 'سر رامڪلي' ۾ 'جوڳي پنٿ' توڙي 'رام پڳتي' وارين ٻنهي تحريڪن جو پس منظر سمايل آهي. فصل پهرين ۾ 'رامڪلي' نالي عورت جي سچي گروءَ لاءِ تلاش جو مضمون سٽيل آهي. اهو مضمون صرف خليفي صاحب ٿي آندو آهي، جنهن جو بنياد ڪنهن عوامي روايت تي آهي جا شايد خليفي صاحب گجرات ۽ ڪانياواڙ طرف ٻڌي. ٻئي فصل ۾ سچن جوڳين فقيرن جي حقيقي گرو (هڪ ڏڻي) لاءِ تلاش، توڙي سچن سامين ۽ سناسين جي حقيقي 'رام' (هڪ ڏڻي) لاءِ ڳولا وارا ٻئي مضمون گڏو گڏ ورجايل آهن.

**فصل-١**

[١] رام ڪلي = (حقيقي يا فرضي) عورت جو نالو. چو = چوي.

**فصل-٢**

[١] فاينما تولوا. الخ. = جيڏانهن منهن ڪندؤ تہ ڏڻي کي سامهون ڏسندؤ. جاتون ڪن = زيارتون ڪن. نحن اقرب اليہ. الخ. = (ڏڻي تعاليٰ جو قول تہ) بندي کي اسين سندس ساہ ڪڻ واري رڳ کان بہ ويجها آهيون. ناني گڏي نجهري = بيبي ناني

(هنگلاج جي سائڻ) گهر ويٺي ملي.
[٣] تکبر تارکي = هٺ کي ترک کندڙ.
[٤] ذالک فضل الله - الخ. = اهو الله جو فضل آهي جنهن کي گهري تنهن کي عطا ڪري. من له المولیٰ- الخ.= جنهن‌جو الله آهي تنهن‌جو سڀڪي آهي. سرئون= حاصل ٿيون.
[٥] جهليندي جڳ = ساري لوڪ ٻئي کين جهليو (ته نه وڃو). نڳئا = روانا ٿيا. منجهان نات نرڳ - الخ. = انهن ڪاپڙين کي ڏٺي (نات) دوزخ مان ڪڍيو.
[٦] هئڻ جي حد = پاڻ پڻائڻ يا هستي وارو دنگ. اوڏهين = ڏٺيءَ ڏي. من عرف نفسه- الخ. = جنهن پنهنجو پاڻ کي سڃاتو، تنهن تحقيق پنهنجي ربّ کي سڃاتو. من طلب شيئا- الخ. = جنهن ڪا شيءَ چاهي ۽ پوءِ ان لاءِ ڪوشش ڪيائين ته اها کيس ملي.
[٧] مَلينديي = مکينديي- بت کي لائيندي. روز ميثاق = وعدي وارو ڏينهن جڏهن روحن ربّ کي مڃيو - ازل کان.
[٩] ذکر خفي=اندر جي هڪ مخفي ذڪر جو نالو. جهر جاڳايو= (خفي، ياجَلّي ذڪر) وڏي آواز سان ڪيو. ٢. (خفي ذڪر کان سواءِ) آواز وارو ظاهر جَلّي ذڪر پڻ جاري ڪيو. چڏي اب اخي = پيءُ ۽ ڀاءُ ڇڏي- سڀ سڱ سياڪا ستي.
[١٠] موءِ=وار.
[١١] العشق نار الله = عشق الله جي آگ آهي. موتوا قبل ان تموتوا = مرڻ کان اڳي مرو.
[١٢] ترک تکيا تن تارکين = تن تارڪن تڪيا ۽ آسڻ ترڪ ڪيا. سيوا گر سڪاج = سوڏا سالم پوڇاري.
[١٣] الانسان سري- الخ. = (ڏٺيءَ جو قول ته) انسان منهنجو راز آهي ۽ آءٌ سندس راز آهيان.
[١٤] والله مع الصٰبرين = الله صبر ڪندڙن ساڻ آهي. مونا= گوڏا. نائين = نمائين.
[١٥] فاقہ الفقر - الخ. = فقر جي بک فقيرن جو معراج آهي.
[١٦] آلا اِنّ اولياء الله لايموتون = تحقيق الله جا دوست ڪين ٿا مرن (هميشه حيات آهن). خضر خوءِ سندن = سندن طور طريقو سدا حيات خضر وارو آهي.
[١٧] فتحنا الجهاد - الخ. = اسان ننڍي جنگ فتح ڪئي ۽ وڏي جنگ ڏانهن وڃاسون.

[١٨] لَم يَلد ولم يُولد (آيت) = نہ کنھن کي ڄڻيائين نہ کنھن جو ڄڻيو آھي (يعني ڌڻيءَ جي ذات والدين خواہ اولاد کان پاڪ آھي). ماڪان محمدٌ ابا احدٍ (آيت) = محمد (صلعم) کنھن جو پيءُ کونہ ھو.

[١٩] سيني سنيون- الخ. = ڌڻي تعاليٰ انھن بندن کي ھر ڪم ۾ سئون رستو ڏيکاريو.

[٢٠] وما ارسلنٰڪ الا رحمۃ للعالمين (آيت) = اي نبي! اسان تو کي محض جھانن جي رحمت ڪري موڪليو.

[٢١] اعملوا ماشئتم- الخ. = جيڪي وڻيوَ سو ڪريو، بيشڪ اوھان کي سڀ معاف آھي. حسنات الابرار- الخ. = ڀلن جون نيڪيون، قرب وارن ويجھن جي عمل جي ڀيٽ ۾ مديون آھن. مول = اصل- اصليت. وترو = وڏيڪ سولو.

[٢٢] انا من نورالله- الخ. = معنيٰ لاءِ ڏسو مٿي سر سسئيءِ فصل ٻيو بيت [٢]. ارگ اتل = اڻ مئي خوشبوءِ.

[٢٣] لانگوٽئان ڌار = لانگوٽيءَ کان سواءِ. ان اوليائي- الخ. = بيشڪ منھنجا دوست منھنجي دامن ھيٺ آھن، ۽ ڪين مون کان سواءِ ٻيا ننا سڃاڻن.

[٢٦] منجھہ = اندر ۾.

[٢٨] لکياري پير = جناب حضرت محمد راشد (رحہ) عرف ’روضي ڌڻي‘ ڏانھن اشارو.

[٣٠] الفقير لا يحتاج الا الى الله = (سچو) فقير فقط الله پاڪ جوئي محتاج آھي.

**وائي**. سگڙين سامين = سامين جي سگڙين.

# سر رپ

● مقصد. سڄڻ جي سڪ ۽ فراق وارو وقت سچو سورن گاڏئون آھي. سڄڻ ملي تہ صحت سڙي ۽ سور لھن.

● پس منظر. ھن سر جو پس منظر درد ۽ فراق، سڪ ۽ وصال وارو سچي محبت جو سمان آھي.

[١] سوا سير = گھٽا- گھورا. گھٽ ۾ = اندر ۾- دل ۾. سجيندو = ڏيندو.

[٣] وماس = گهٽي- فڪر.

[٤] ڪنير نيھائين جان = ڪنير جي نيھائين يا آوي وانگر.

**وائي**. سانگ = وڇوڙو.

# سر ليلان چنيسر

- مقصد. ليلان وٽي گهڻو ستائڻ لڳي، ۽ پانيائين ته سندس سيئي خطائون چنيسر کي معلوم نه آهن. جڏهن چنيسر کيس سندس ڪيل ڏوهه پڌرا ڪري ٻڌايا، تڏهن مات ڪري ڏهاڳ قبوليائين.

- پس منظر. هن سر جو پس منظر ليلان ۽ چنيسر جو مشهور داستان آهي، جنهن جو اهم نُڪتو اهو آهي ته چنيسر ليلان کان انهيءَ ڪري رُٺو جو کيس ليلان جون مڙيئي مسلسل خطائون معلوم ٿي چڪيون هيون.

[١] ڪين = ڪي ڪجهه. ٻجهان = آءُ سمجهان ٿو- پانيان ٿو. ڪن پيوس= ليلان جي ڪن پيو - ليلان کي معلوم ٿيو.

**وائي.** رب ارني = اي رب"! مونکي پنهنجو پاڻ ڏيکار. لن تراني = (رب کان آواز آيو ته) مونکي تون هرگز ڏسي نه سگهندين. ڏاري= خطا وار- گنهگار. پاڻان پاسي= پاڻ کان پاسي ڪري. تاري = آجهو - آسرو.

# سر بلاول

- مقصد. جو سخي ڏاتار آهي تنهن کي بُخل آهي ئي ڪونه: "انئي ٻهر عام تي وسي مينهن مثال". اي مڱڻا! تون ٻئي در م َ وڃ ۽ انهيءَ هڪ ڏاتار کان جيڪي گهرين سو گهُر.

- پس منظر. سنڌ جي سخي مردن ۽ ڏاتارن جا منگتن ۽ محتاجن کي دل کولي ڏان ڏيڻ ۽ خصوصاً لس ٻيلي جي والي ڄام سپڙ رونجهي جي سخاوت اڪثر رسالي ۾ 'سربلاول' جو خصوصي پس منظر آهي، جنهن سان گڏ هيءُ حقيقي نُڪتو نروار ڪيل آهي ته ڏيهن جو ڏاتار، خلقڻهار ۽ پالڻهار هڪ ڏٽي تعالى آهي، ۽ بندي کي جڳائي ته انهيءَ سائين در سوال ڪري ته کيس مالا مال ڪري ڇڏي. هن سر ۾ خليفي صاحب پنهنجي مرشد حضرت پير صاحب پاڳاري جي ظاهري سخا توڙي روحاني فيض ڏانهن اشارو ڪيو آهي.

[١] منگ = گهُر. ليڪَ ۾ = گهڙيءَ ۾.

[٢] ڏند پيڙٿو = شوم - بخيل.

[٤] پاڳارو پير = حضرت پير صاحب پاڳارو.

[٥] ڏوليءَ چاڙهيا = گهڻو سڪيا سهنجا ڪيا.

[٦] حاتم=يعني (تلميح طور) پير صاحب پاڳارو. پٽ=پيالا- خيرات ونڻ لاءِ ٿانوَ.

# سر ڏهر

● مقصد. ١. لاکو ۽ سندس ساٿي جاڙيجا جوان پانچاواڙي گهوڙن تي سوار ٿي، ريبارين جا وڳ پيا هڻن: ڪنهن کي مجال ڪانه هئي جو ساڻن سامهون ٿي مقابلو ڪري. جڏهن لاکي لوڙون هڻڻ ڇڏيون، تڏهن ريبارين کي امن واري زندگي نصيب ٿي. ٢. بهادر همت سان مال ملڪيتون هٿ ڪن، ۽ واٽيا هٿن تي ويهي خلق ڦرين. بهادرن حملو ڪري هٿ واٺين (ڪيمن ۽ ڪمن) جو مال ڦري سندن وياج خوريءَ جي خوشيءَ کي ختم ڪري ڇڏيو. ٣. ويچاري ڪونج شال ماريءَ جي منهن نه پئي، ڪيس ڪان ۾ نه لڳي، ۽ پنهنجي ولر مان نه ڇڄي. مارين اچي پنهنجا ڏيہ اڏيا، ۽ ڪونج ڪڇ ۾ ٻچا ڇڏي روه ڏي رواني ٿي. شال سلامت وڃي پنهنجي وڳر ساڻ ملي. ٤. ڪيهر شينهن هاٿي ماري: ڳدڙ اُن سان ڪهڙو مقابلو ڪندو! ٥. مال وارا سنگهار نه معلوم ڪهڙي طرف سانگ خاطر مال ڪاهي روانا ٿيا جو اڄ انهن پيٽين تي سندن ٻڪا نظر ئي نٿا اچن! مينهون، ڪڇي ۾ درياءَ جي ڪنڌيز تي سونهن. پر اي ميهار! ڪڇي ۾ ڪين چيهو گاه نه چارِ، جو متان مرض وڳهي مري وڃن! شال سانوڻ ٿين ۽ منهنجا ساٿي ميهار سکيا ساوا هجن!

● پس منظر. فصل-١ جو پس منظر لاکي ڦلاڻي جي سورهيائي ۽ سوڀ آهي. فصل-٢ جو پس منظر غالباً ڪن ڏاڙيوالن جو ڪيمن ۽ ڪمن نالي وياج خور ڪيراڙن تي حملو آهي. فصل-٣ جو پس منظر ڪونج آهي جا سياري جي موسم ۾ سنڌ (خصوصاً لاڙ ۽ ڪڇ واري ايراضي) ۾ قوت خاطر اچي ٿي، ۽ مارين جي منهن پوي ٿي. فصل-٤ جو پس منظر شينهن جي ڏِڪ ۽ ڏيا آهي جو وڙهي ته وڏن جانورن کي ماري ۽ ننڍن کي نه ستائي. فصل-٥ جو پس منظر مالدار ڀاڳيا (سُکي جا سنگهار ۽ ڪڇي جا ميهار) آهن.

**فصل-١**

[١] جاڙيجاڻي=ڄام لاکي ۽ سندس ساٿين جاڙيجن (ڪڇ جي سمن) جي فوج جي. اونار= جنوت‌انن جا وڳ آهن (خصوصاً سنڌ ۽ ڪڇ جي سرحد تي رهندڙ 'ريباري' قوم جا اونار). لوڙائو = مال (اُٺن، مينهن وغيره) جا ڌاڙا هڻندڙ- هاڏُو. ٻني = ڪڇ جي الهندين ڀاڱي وارو هڪ علائقو (جو 'ڏاڏي آدم جي ٻني' سڏجي). لڳو لوڙائن جو - الخ.= هاڻ کي خصوصاً ٻنيءَ واري علائقي‌مان(مال هڻڻ‌جو) پورو وجهه لڳو. ڳورا = ننڍا ڪنوات (نر). توڏ = مادي ڪنوات. ڳڙنگ=وڏا اُٺ. هٽيو هيڪاندا ڪري= زوري ڦُري ڪاهي ڳڏ ڪري.

[٢] لاکاين = چام لاکي جي ساٿين. واڏين = گهوڙين. ات نہ لڌو عام- الخ. = لاکي ۽ سندس لوڙون هٽندڙ ساٿين جو راز عوام کي معلوم نہ ٿي سگهيو.

[٣] سگِهہ ٿين سُواءِ = سولو سوڻ ٿين- چڱو سوڻ ٿين. جمڻو بوليو = ساڃي پاسي کان تتر ٻولي ڪئي.

[٤] سلهيو = سڻيو- چُڻيو. واگهہ = شينهن (سورهيہ چام لاکو). پلي ٿو واهرو = واهر (مال ورائڻ) لاءِ پويان ايندڙ ماڻهن کي ماري موٽائي ٿو.

[٥] ڪيڪاڻ = گهوڙا. پاچاوازي = پانچاواز جا گهوڙا. غنيم = دشمن. ماريو ڪن مساڻ = ماري مات ڪن. ٻاپڙا = سردار.

[٦] لاکائي = چام لاکي ۽ سندس ساٿين جا طاقتور گهوڙا. لَکيا = سڄاتا.

[٧] وسواس = اُلڪو- ڳڻتي. لوڙائن جو = لوڙن هٽندڙن جو- مال جي ڌاڙي هٽندڙن جو.

[٨] لوڙو = مال جو ڌاڙو.

**واڻي**. وانڍ ۽ وانڍيون = پڪن يا ڪرڙ ڪنڊين سان اڏيل گهرن واري عارضي بستي [مالوَند ماڻهو، ساوڻ جي موسم ۾، مَهي مچر کان بچڻ لاءِ، ڳوٺ ڇڏي مال ڪاهي وڃي گاهہ وارين پٽين ۾ پوڻ يا پٽن تي واسر ي (واءِ واري هنڌ) تي ڪجهہ وقت لاءِ پکن يا ڪرڙ ڪنڊين سان گهرڙا ٺاهي ڪجهہ عرصي لاءِ ويهندا آهن ۽ سندن اهڙي بستي کي 'وانڍ' چئبو.]

**فصل- ٢**

[١] هاٺو = ڌاڙيوال. هٽي پاس = ڳوٺ ڪان پاسي پسگردائيءَ ۾ ڌاڙا هڻي. لاڏڪا = (ڪڇ جي اصطلاح موجب 'مسلمان واپاري' مگر هت معنيٰ) سورهيہ گهوٽ. رزق ڪيائون راس = پنهنجو قوت پورو ڪيائون. وسواس = اُلڪو. اٿهوند = سڄائي. ڪراڙ = (ٿر طرف هندن جي هڪ خاص ذات، ۽ هت معنيٰ) وياج خور واڻيو. ساڱاين جا = ڌاڙو هٽندڙ بهادرن جا. گهوڙا پسيو = ڌاڙيوالن جا گهوڙا ايندي ڏسيو. جهنگ ٻراڙ = جهنگ ٻلو. سندو سود سهج = وياج جي خوشي.

**فصل -٣**

[١] ماري = شڪاري.

[٣] مچڻ ملا ماءَ = مٿان ماءَ کان.

[٤] ڍور اڏيائون ڍيڙا = ڍورن (هيناهين نَمندين) ۾ ڪونجن کي قاسائڻ لاءِ ڍب اڏيائون.

[٨] پَرنبي = سونپي- حوالي ڪري.

**فصل -۴**

[۱] جنبو = گدڙ .

**فصل -۵**

[۴] سانڊايون = ۱. مينهن جا وٿاڻ ۲. ڪير سان ڀريل اوهن واريون (اڻ ڏڌل) مينهون. تڙين ٻنهي ڪنڌيين= درياءَ جي ٻنهي ڪپن جي گهاٽن تي. ڪُنڍيون = مينهون، جن جا سڱ ڪُنڍا (گول وريل) هجن. ڪونهن = پاڏن (مينهن جا نر ڦر).

[۵] ڪُهري = درياءَ جي ڪنڌيءَ لڳ، ڍنڍ مثل پاڻي سان ڀريل اونهي کڏ (جا آب ڪلاني ۾ درياءَ اٿلي پاڻيءَ سان ڀري ڇڏي هجي). ڇيهو = ڪچي جو هڪ گاهه [جنهن جي ڪاٺ سان خصوصاً مينهن جي جيري ۾ جائُون (بيماري جا جيت) پون.] هور ڀرائي هليا = ڏڪ ڏسي روانا ٿيا- نقصان ڀرائي ويا.

[۶] سنگهار=مالوند ڀاڳيا. جنب = حياتي. گورس =(گئون+ رس) کير يا مَهي. پهيڙا = ساٿي سڄڻ .

# سر ڪاپائتي

● مقصد. چرخو ڪتيندي سي سڄڻ ياد پيا، جن مونکي ڪتڻ سيکاريو ۽ جن سان آتڻ ۾ گڏ ويهي ڪتيو هئم. سندن جدائي بعد نڪي تو ارٽ اولائجي نه نڪاتي ٿي تڪ ئي تند ڪڍي. اڻ- جاڻن سان گڏ ويهي آتڻ ۾ ڪتڻ ئي نٿو اُڇهي.

● پس منظر. هن سر جو پس منظر ڪپڙي جي ڪارخانن کان اڳ واري دور جو آتڻ وارو سمان آهي، جڏهن پاڙي واريون چرخا کڻي آتڻ (گڏجي چرخن ڪتڻ واري جاءِ) ۾ گڏجي ويهي سٽ ڪتينديون هيون، جنهن مان گهر وارن جا ڪپڙا اُڻبا هئا ۽ وڏيڪ سُٽ واپاري وٺندا هئا.

[۱] اوريندي ارٽ = چرخي سان ورونهه ڪندي- چرخو ڪتيندي. پهو = ڪپهه جي پُوڻي جو باقي رهيل ذرو.

[۳] وٽي وڌم – الخ. = جي واڙا وٽي ڇڄ ۾ وڌم سي واءَ کڻي ويو.

[۵] ويا اولاٽي اوهري = سي ڪتي حياتي پوري ڪري ويا.

# سر گهاتو

● مقصد. ملاحن مڇ کي مارڻ جو پهه ڪيو ۽ اونهي پاڻي ۾ گهڙيا، پر وڙهي نه جاتائون ۽ مڇ ڪين گهيري ويو. گهڻا گهاتو مڇ کي مارڻ لاءِ ڪلاچي جي ڪن تي آيا پر پوري نه پيا. آخرڪار مورڙيي پهلوان اچي مڇ کي ماريو. اها سوڀ مورڙيي کي ئي نصيب ٿي.

● پس منظر. هن سر جو پس منظر 'مورزيي ۽ مڇ' وارو مشهور قصو آهي.

**فصل - ١**

[١] اڄ هين = اڄ ئي.

[٢] تانگهو گهُوريو گهاٽئين = ملاحن تانگهي پاڻي ۾ گهڙي گهمرا ڏنا.

[٣] سندي پاڻيءَ پڇ = تمام نيڙو پاڻي. تني سندا رڇ. الخ. = تن جي چارين ڏيڏرين جا نيڙا ٻچا (پونئرا) ۽ ٻيا پاڻيءَ جا نيڙا جيت جهليا.

[٦] رپ = آفت (مانگر مڇ).

[٧] سير = واٽون.

[١٠] ڏئيت = ديو (مانگر مڇ).

[١١] مل مهائين = وڏو هنرمند ۽ هوشيار پهلوان. دڳو = پروانو (جاگير وغيره جو).

[١٢] دَل = گهٽا.

**فصل - ٢**

[١] لاٿي آڳ اڳين جي = اڳين کي آيل شڪست جي تلافي ڪئي. اڳين جا وير ورتا.

[٣] قلعي جو ڪوڏيو = جنگ جو جهونجهار.

[٥] مور = مورڙيي. تني مانگر تڪيو. الخ. = مانگر مڇ جي رهڻ جي جاء اتي آهي جتي پاڻي اٿاهه آهي.

[٦] مزار = شينهن (مڙس). تانگهه نه تارئين = جيڪي تارو آهن تن جي ٻه پڄڻ پيٽي ڪانهي.

[١٣] ڏائي جيٽي = ڪٻي سڄي.

[١٤] ڏجهڻ = دشمن.

# سر ڏولو مارو

● مقصد. عاشق ۽ معشوق جي هڪ ٻئي کان جدائي، درد ۽ فراق، ۽ آخر ۾ وصال هن سر جو مکيه مضمون آهن.

● پس منظر. هن سر جو پس منظر ڍول - مارو جو مشهور عشقيه داستان آهي. خليفي صاحب جي روايت موجب ڍولو 'نرور' شهر جو رهاڪو هو، ۽ مارو 'ٿر' جي هئي.

[١] نرور = مارواڙ جي آيرنديں علائقي 'نرور' جو مکيه شهر. نرور سيريين = 'نرور' شهر جي گهٽين ۽ واٽن (۾ پيو گهمي). ٿر ٻاٻڙا = ٿر جا ٻاٻيها (ڪيري جي قسم جا) پکي. آڙهر پياس مرين = آرهڙ جي لڪ ۽ جهولي ۾ اڃ وگهي پيا مرن. گوري

جوئي باٽڙي = ڳوري (مارو) واٽون پئي نهاري.
[٢] مارو ماٽي ميندڙيون = مارو جي مٿي ۾ ميندڙيون ڳتل آهي. اوبي ماٽي لڪ = پيٽ جي لنگهه تي بيٺي.
[٣] سون سريکا = سون جي رنگ جهڙا. سوچ = اُرهه.
[٤] مول = مولهيو - پٽڪو. ٿاري = تنهنجي. ڦول سريکي تور = گل جيتري تور اٿس.
[٥] مرگڙا = هرڻ.
[٧] ٻيڙلو = پان جو ٻيڙو.
[٨] ڪوڏ ۽ ٻرنٽ = گاهن جا نالا جن جو ٻج ڏٽ طور کائبو. ڪڙ = ٻس.
[٩] پانا جيسي پاتلي = پن جهڙي باريڪ سنهي. آنگڻ = اڱڻ. جيم = جيئن. جُوئي = نهاري. اوبي آنگڻ تڙڦڙي. الخ. = آڱڻ تي بيٺي ڪر موڙيءِ انتظار ڪري جيئن چڻ ڪاريهر نانگ (وارن سان تشبيهه) ڦڻ ڪڍيو پيو نهاري.
[١٠] گم گم پائي گونگهرا = ڇم ڇم ڇيرون ٻڌي (پئي ٿلي). جان التيو گيند(؟) = چڻ هاٿي پيو هلي (سهڻي ٽور سان تشبيهه). جيم ٻني بادر چند = جيئن ٻيگل (وسندڙ) ڪڪر مان چنڊ چمڪي.
[١١] اوٺا اوتري = اڱڻ تان لٿي. ڪڙيين لاوي ڪيس = وار چيلهه تي پيا لڙڪنس (سهڻي ۽ ڊگهن وارن ڏانهن اشارو). ڇتر پتي راجيو = راجا 'ڇتر پتي'. مارڻ چليو ديس = ڪنهن ملڪ تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ سنبريو.
[١٣] ڪاڳد = ڪاغذ - خط. لاک سريکي لاج = لکن جهڙي لڄ - لاثاني وَنيي.
[١٤] وانچتي = پڙهندي. لاگو ٻاڻ = نينهن لڳو.
[١٥] گڙتي مانجم رات = گهرندي يعني گذرندي پوئين رات.
[١٦] اکنبڻا تنگ تاڻا = اکنڊئي (سڪايل) ڍولي (اُن جو) تنگ ڪشيو (ته چڙهي مارو ڏانهن روانو ٿئي).
[١٧] ڪاکر ڪاڍلهي = (چڻ اُن ٿو ڍولي کي چئي ته منهنجي) پيرن مان ڪکر ڪڍ. (هڪ مالهڻ، ڍولي کي پنهنجي دام ۾ گرفتار ڪيو هو، پوءِ جڏهن ڏٺائين ته ڍولو ٿو رهي ۽ پنهنجي مارو کي ملڻ لاءِ اُن پلاڻيو اٿس، تڏهن اُن جي پيرن ۾ ڪليون هنيائين ته جيئن ڪيس منزل مقصود تي نه پهچائي). ڏي مهارين ڍيل = مهارون ڍريون ڇڏ. ڪيهنُ سوڪ لڳايا ڪيل = ڪنهن ڪشي ڪليون هنيون آهن. هن ساکي معنيٰ ۾ هن داستان جو هڪ دوهو آهي ته:

ڪيءَ ٻگهان ڙي ڪاڪريئن، ڊيل چڙهه مهار
هلان ڊولهي ڙي سامهري گهر گهر ڏيان جهمار.

[١٨] ٻگلين ڪاڊي ڪاڪري = (ڊولي اُٺ جي) پيرن مان ڪڪريون ڪڍيون. ڪرهي لاڳي ڪام = اُٺ ڪي لڪڻ لڳو. گڙتي مانجم رات. الخ. = گذرندي، پوئين رات وچي مارو جي ڳوٺ ڪي نظر ۾ ڪيائين.

[١٩] ڏيڙي تڻ مهار = مهار کي چڪ ڏنائين. پڳ پوَن سي مل گئي = اُٺ جا پير هوا سان هم قدم ٿي ويا.

[٢٠] ڪرهي بادي ڪوسڙي=اُٺ (پنڌ جا) ڪوه وڍيا. ارڙي ياگي ايس=(ماروئي جيئن ئي ڏيٺي آئي ته) گهر (اورڙي) جي (ڪٺ جي) ايس پڇي پئي.

[٢١] روم روم سيتل ٿئي = جسم جي رڳ رڳ ٺري پئي. جو امني ڏيدو باپ = جو مونکي پنهنجي پيءُ (مڙس طور) ڏنو.

[٢٢] داڙتو ڊولئو = ڪٺ وڃائي.

[٢٣] جن ڪي جوئي باٽ = جنهن جي مون واٽ نهاري. ڪلن لاڳي ڪاٽ = ڪٺ به ڪلڻ لڳي.

**وائي.** ڪيسريا = اي لال (ڪيسري رنگ جي ڪپڙن وارا يا لال ڳوري رنگ وارا). ريسائي = رنا آهيو. پيَرَوا = اي پرين! اي پيارا.

# سر مارئي

- مقصد. ١. جن مارن جا مون تي ڪوڙين ڪرم آهن، تن جي وڇوڙي ماري آهيان ۽ تن کي ملڻ لاءِ ماندي آهيان. مارن جا غريباڻا ڪک ۽ پٽ، محلن ۽ پلنگن کان ڀلا ٿي ڀانيان. هُت مارو سانوڻ جي وس ۾ سرها آهن ۽ آءٌ هِت سندن سڪ ۾ ويڳاڻي آهيان. ٢. ڪٿ سانگين جو ساٿيهه ۽ سندن پکن جون ستائون، ڪٿ آءٌ بنديائي بند ۾! آءٌ پنهنجي ڪانڌ بنا ٻيو ڪين قبوليندس. ڏٿي ائين ڪري جو پنهنجن مارن سين وڃي منڊائتي ملار مائيان! ٣. 'جهڙو قيد ڪمند، تهڙو بند نه ڪو ٻئو'. ڏٿي شال ڪنهن کي وڇوڙو نصيب نه ڪري! مونکي هر ويل ۽ وقت پنهنجن سانگين جون ڳڻ ۽ ڳالهيون هنيين ۾ پيون هُرن. منهنجي ڪايا هت، پر من مارو سين واڳيل آهي. 'سو ڪو وري واءُ، جنهن موتي ميڙائو ٿئي'. ٤. مون پرهه ڦٽندي ويڙهيچن جي وصال لاءِ فال وڌي ۽ ڏٿيءَ طرفان اُميد ڀريو آسرو مليو. مون خواب ۾ پنهنجن

مارن کي ڏنو. اي عمر! مونکي لائين آڇ م َ آڇ، متان سپاٽي سرتين آڏو لڄي ٿيان.
اڃهي ماروئڙن مون ڏي سينها سلام موڪليا، ۽ "اڃهي آيم آجڙوال، ٿاريلا ٿر ڏٿي:
سڻي سڏ سوال، موهر ڏٿي موٽئا".

پس منظر. هن سر جو پس منظر مارئي ۽ عمر جو مشهور داستان آهي.

**فصل-١**

[١] پٽين پٽين = قسمين قسمين. پال = ٿورا- مهربانيون. ڪونين ڪي = ٻنهي جهانن کي (يعني جملي دنيائن جي مال اسباب ڪي).

[٢] ڏورا = ڪنن جا سڳا. سانيي = ساٿي.

[٣] وجهل = جهوري.

[٤] ويني سوريان سير = واٿون ويني نهاريان.

[٥] فليضحڪوا قليلا -الخ. (آيت) = پوءِ مر ته ٿورو کلن ۽ گهڻو روئن.

[٧] سونئون پلا سپ = (عمر جي) سون (جي سڳن ۽ واڳين) ڪان نانگ پلا آهن.
هميراٽي هٿ سان-الخ. = همير گهراٽي (=عمر) جي هٿ لڳڻ سان جسم تي تپ چڙهي ٿو.

[٩] جهروڪن= واحد. جهروڪ، جهروڪو = بادشاهي محل جي سامهين ديوار ۾ ننڍڙي برج هيٺان بادشاه جي ويهڻ واري جاءِ.

**فصل -٢**

[١] ملار = سانوڻ جي وس.

[٢] پلر = مينهن جو تازو پاڻي.

[٣] ڪائڙ= ڇاڇري تعلقي جو سرحدي علائقو؛ هت معنيٰ 'ماروئڙن جو ملڪ'. پائر= يا 'پاور'، ننگر پارڪر تعلقي جي سرحد پريان ڏکڻ اوڀر طرف وارو آباد علائقو؛ هت معنيٰ 'ماروئڙن جو ملڪ'.

[٤] ساڏوهيون = چارين (ڪبڙين) جو هڪ قسم. سيڙڪا يا سيڙهڪا = ٻيرُن جو قسم. ٻهون = ٻڪريون. ڪوڏير = ١. 'ڪوڏير' جي ول ٢. 'ڪوڏير' جي ول جي پاڙ ۾ زمين اندر نندو بصر جهڙو ۽ جيڏو ڦر، جو ڪچو توڙي رڌي کائجي. ڦانڊي = بندخاني. ڪبير = ڪبيرا گناه- وڏا گناه.

[٥] موهر = مٺهراڏو (ڪپري ۽ عمر ڪوٽ تعلقن ۾، سنڌ جي آباد خطي ۽ ٿر جي پٽن واري ڪَس جي سرحدي ايراضي).

[٦] سائيءَ ريل= دڙن ۽ پٽن لڳ گاهه واري سبز، سٺين ۽ ڊگهي ايراضي.

ياروڙي ۽ ياروڙيون = ننڍي قد واريون ٿر جون رڍون (هڪڙيون 'گُليون' جن جي اَن صاف آچي، ٻيون 'ڪار ڪنڊيون' وغيره). سيل = سيلهه ڪنبا.

[٧] لوير = ليڙون ٿيل ڦاٽل ڪپڙا.

[٨] ڪارڙا = هڪ ننڍڙي سنهي جيت جو قسم (جو ڪپڙن اندر جسم تي خارش جهڙو سرڪات ڪري).

[٩] موگر = 'مُگر' ول جو ڦر. تليين = تلين ۾ - پٽن جي وچ وارين هيٺاهين تراين ۾. پپون = ٻگهيون ڪاريون ڪنيون ڏانڊيون (جي ساونڻ جي وس ۾ اڪثر ڪرڙن ۽ ٻيـن ٻوٽن جي وچ ۾ مُڇا تي نڪرن) جي مارو ماڻهو ڪائين.

[١٠] مارن ماڳ مٽائيا - الخ. = مال وارا ماڻهوگاه جي سانگي وڃي ڪنهن پيٽيءَ ويهندا ۽ اتي پاڻي خاطر ڪچيون کوهيون کٽندا. جڏهن مال آتي جو گاه چري پورو ڪندو، تڏهن آتان لڏو ڪٽي ٻئي گاه واري جوءِ ۾ ويندا. وڃڻ وقت، کوهين جا منهن مٽان ڪانين سان واٽي، گاه وجهي، مٽيءَ سان ڍڪي (ڍلهي) ڇڏيندا، ۽ وري ٻئي سال جڏهن آنهيءَ جوءِ ۾ ايندا ته ان ڪچي تڙ جو مُنهن کوليندا. تڙڪوليون = پيٽ جو اهو پاسو جنهن تي سج اُڀرڻ سان تڙڪو پوي. گوچر = پٽ جي مُنڍي هيٺ تري ۾ چانءِ واري اراضي جا اڪثر آباد ۽ وَسَئُن واري. سمن = ملڻ واري جاءِ ۽ وقت جو وعدو.

**واڻي.** آمان = انب. ڪارٽي = واهرو - مدد گار. هام = هٺ - هوڏ.

**فصل- ٣**

[٥] ڇپرڪٽ = وڏي ڪٽ جنهن جي مٿان ڇٽي پاڳن تي ٻگهين ٽيڪن سان تختي مثل هڪ ڇت ٻينل هجي - ڇتر واري ڪٽ.

[٧] اينڏا = اوپرا - اجنبي ماڻهو. سينڌا = واقف ۽ سڃاڻو.

[٩] اسير = قيدي.

[١٠] ماني ڪَن=ماني جو ڪِنُ يا ننڍو ٽڪر- مانيءَ ڳيو.

[١١] ابر = سَئي.

[١٢] ڳم = ڳم جو ٻج(جو پيهي آن جي ٽوري اتي سان ملائي ماني پچائي کائجي). راڇڙين = رَڇن ۾- ٿانون (ڪُنن) ۾. گندم (فارسي) = ڪڻڪ.

[١٣] نه سي ڏنيد ڏيرن = اهي ڏنڍن ۾ (وهنجڻ يا مال پيارڻ لاءِ) ڪين اڇن. آڙين هيروان = اهي آنـهن (تڙن ۽ کوهن لڳ ٻَنن ٻـڌل پاڻيءَ جا ننڍڙا حوض، جن ۾ مال پيارڻ لاءِ کوه مان پاڻي ڪڍي وجهجي) جا هيراڪ آهن. گُندا = مال جي

نديڙن قرن جا واڙا. جهُرن= واحد. جهُر= واريءَ ۾ ڪوتيل وڏي چُر جنهن ۾ مال جا ڦر واڙجن (ان ڪي 'جهُر' توڙي 'جهُرب' چون).

[١٦] ڪايا = جسم. ڪڙن = بندن.

**وائي.** اَست = لسي. لوٽ = لوٽو. جوٽ =گوڏ و ۽ سٿر.

**فصل - ٤**

[١] پيڙا = پهيڙا - پانڌي - قاصد.

[٥] سهٽي ۾ = خواب ۾. جيـس = (اهو سڏ پڌي) جـي پـيس - نئين حياتي اچي ويم - خوش ٿي پيس.

[٦] تجارن = شاهوڪارن. سيڻ = مائٽ.

[٩] اينڌو عالم پانئيان = سڄو جهان اجنبي يا ڌاريو ٿي ڇاڻان. ڪوساٽا يا ڪُماٽا = پهرينءَ وس جا ڪچا ڳاه (جنهن ڪي 'پاڦ' پڻ چون).

[١٠] ٿر مـولا= نديڙا نيرڙي رنگ جا 'ڪتپاٽيون' پکي (جي سياري جي اوائل ۾ اچن).

[١١] مارو = سڄڻ. منهن ۾ = وات ۾. مڪ = ڪچا پيرون. لوهيڙو = ٿر ۽ جبل جو هڪ پکي ڪاٺ وارو وڻ جنهن ۾ سهٽا ڳاڙها گل ٿين.

[١٢] ڪاڪاٽا = چاچاٽا، يعني مائٽاٽا.

[١٤] ويٺو وسواسو = ڳڻتي ختم ٿي وئي.

[١٥] اجـڙوال = ٻڪرار- مارو ماڻهو. ببال= وبال- مصيبت.

# سُر پـورب

- مقصد. سچا جوڳي حق جي تلاش ۾ هلندڙ آهن: هنن تن جي سک کي من جي مراد خاطر قربان ڪري ڇڏيو آهي.
- پس منظر. هن سر جو پس منظر 'هٺ يوڳين' واري عملي زندگي آهي جنهن جو بيان مٿي سر رامڪلي هيٺ (ص ٢٩٨) ٿي چڪو آهي.

**فصل-١**

[١] يڳائون = ڪـتيائون.

[٢] جا تـي آڌيـائون = يعني عـارضي منزل واري جيڪا جهوپڙي تـي آڌيـائون. ڪابول = ڪابل.

[٤] مڙه = مڙهي- عارضي منزل وارو آستان. جاٽ = زيارت وارو تڪيو.

[٥] عقبیٰ = آخرت.
[٦] اد = ادو- پاءُ. سامين لاءِ سبب - الخ. انهن سڀني سامين لاءِ، مُسبّب الاسباب (ذاتي تعاليٰ) طرفان سبب (مقصد لاءِ ذريعو) ئي خود 'معبود' (ذاتي تعاليٰ) بنيو.
[٧] لاخير في العبيد='ٻانهي' مان چڱائي نه ٿيندي. آتو=چيو. احمد شاه=نبي صلعم.
**وائي-١.** تيرت ويا مڙهه تاڙي= مڙهيءَ کي تاڙي ڏيئي (بند ڪري) هو حقيقي تڪبي ڏي روانا ٿيا. جاڳر = مجلسون. ڳل ڳاڙي = ڳوڙها ڳاڙي- روئي.
**وائي-٢.** نيهي = باهمت ۽ پختي ارادي وارا. ديهي= جسم.
**فصل-٢**
[١] چڱيءَ جوڙ = سهڻي سينگار وارا. لَهه لڳو = عشق لڳو.
[٢] جامير = جامن وارا. ڀڳوا ڀير = ڀڳوي (گيڙو) رنگ جا ڪپڙا پهريندڙ.
[٦] آسڻ جن عنبير = جن جو تڪيو عنبر جي خوشبوءِ سان واسيل آهي.
[٧] سليدار = ٽڳن، ڏاڳن، نادن وغيره وارا- فاقيرن ٽڳن وارا.
**وائي.** جلو = آڳ. جهاريا = پيتيا- زيارت ڪئي.

# سر آسا

- __مقصد.__ ١. سڄڻ جو ديدار اکين لاءِ نعمت ۽ خوشي آهي. سڄڻ ڏاران ٻيو ڪي ڏسڻ نه جڳائي. هر جاءِ ۽ هر رنگ ۾ حقيقي محبوب جو جلوو موجود آهي: سوچي سمجهي چڪجي ته هر شيءِ ۾ 'محبوب' جو ميناج سمايل آهي: ڪڙي شيءَ ڪابه ڪانهي. ٢. اي سڄاڻ مردا! جونءِ (هر گندي شيءِ) کي پنهنجي جان کان جدا ڪري اڇو اجرو ٿيءُ. ٣. ٻچڙا ساڳيي پيالي مان پين ائين آهي جيئن ٻه ترارون ساڳئي مياڻ ۾ وجهجن: حقيقي عشق ۾ ٻيائي لاءِ جڳهه ئي ڪانهي. ٤. اي حق جا طالب! ذات ۾ پنهنجو پاڻ وڃاءِ ۽ صفات تي نه ڀل. ذات ئي اصل حقيقت آهي ۽ صفتون سڀ اُن جا مظهر آهن.
- __پس منظر.__ هن سر جو پس منظر ذات حق متعلق 'وحدت الوجود' ۽ 'وحدت الشهود' جا تخيل آهن.

**فصل -١**
[٥] عين = بنا نقطي نيرو حرف 'ع' (يعني حق جي 'ذات'). غين = نقطي سان شامل حرف 'غ' (يعني غير ڳاڏئين صورت). خلق آدم عليٰ صورته = اللهه پاڪ،

’آدم‘ کي پنهنجي ’صورت‘ ۾ خلقيو. سيوئي سلطان = هر مظهر حق آهي.

[٧] فاينما تولوا - الخ. = جيڏاهن به منهن ڦيرائيندؤ ته يقيني طور ’الله‘ جو جلوه ڏسندؤ. نور نبار = نج نور. ڪوار = ڪچائي - عيب.

فصل- ٣

[٢] هاريا = پورا - ورسوڙل. هڏ = هرگز. منڊي ويئي مڏ = ٽان ڪري ويئي.

[٥] آهي جيئء الک = ذرڙي جيتري آهي.

[٦] نظر تيز نگاهڙي - الخ. = (جونئن ڪيائڻ لاءِ) ان (عورت) جي گهر وچ جا نظر جي تمام چٽي هجي. جُون‌ڪياري = جونئن ڪيڻ ۾ نهايت هوشيار.

فصل- ٣

[١] ٽڪو = اهو ٽانو جنهن ۾ ٽڪون اُڇلجن. ريزالي = گندي. نفاقين = اڻٺٺ سان (جا هڪ ڪان وڏيڪ ٻن يا گهڻن ۾ ٿيندي).

[٤] اوائي = بيڪار.

[٥] جدال = جهيڙو.

فصل- ٤

[١] آسا چڏ ’الله‘ جي= اها اميد ڇڏي ڏي ته ’الله‘ ھتان يا هُتان ملندو(پنهنجو پاڻ سڃاڻ ته حق حاصل ٿيئي). سيني قلمي‌نسخن جي اها پڙهڻي‌آهي. البت‌فقير هيءَ بيت هن طرح پڙهندا آهن ته: ”آسا ڪر الله جي- الخ“. گولپ جو گمان- الخ. = بنده هئڻ (يعني مولى کان جدا پنهنجي ٻي هستي جو وجود تسليم ڪرڻ) وارو گمان ائين آهي جيئن اک (عين) ۾ غير.

[٢] سپجي = پيدا ٿئي.

[٣] ڪانو ابن ڪڻ جو = ٻاجهري، جوئر وغيره جو ڪٽو پوکجي ٿو جنهن مان سلو ڦٽي وڏو ٿي ڪانو بنجي ٿو. ڪانو والد ڪڻ = ڪاني مان سنگ ٿئي جنهن ۾ ڪڻ پيدا ٿئي.

[٤] مَد = رَس - پاڻيٺ.

[٩] مور = مول - مند - اصل. آب = پاڻي. حُباب = پاڻيءَ جو ڦوٽو - بوڙيو. قصور = نقص - گهٽتائي.

[١١] پريونءَ = پري - ٻيءَ پيٽيءَ - ٻيءَ جاءِ.

[١٢] مطلق = بي وجود - ’وجود‘ جي حدبندي کان آزاد. موجود = ’وجود‘ وارو.

# سر ڪارايل

● مقصد. ١. اي ڪارائڙا سما سورهيه سردار! تنهنجون ڳالهيون ۽ ڳڻ پئي ساريان.

٢. ويچارو هنجهه پنهنجي وڇڙيل وڳر کي پيو ساري. پکين جون ڪيئي ذاتيون آهن پر هنجهن جو ڪو مٽ ڪونهي. ماڻهن ۾ پڻ ڏٺيءَ جي صالح ٻانهن جي منزل مٿي آهي ۽ سندن صحبت مان سيڪي سرندو.

● پس منظر. فصل - ١ جو پس منظر ڪارائڙي سمي جي سرگذشت آهي. 'ڪارائڙو' سمو هڪ سورهيه سردار هو، جنهن ڪڇ ۾ پنهنجي خاندان جي وڃايل طاقت وري هٿ ڪرڻ ٿي چاهي ۽ وقت جي مخالف والي، يعني ڪڇ جي حاڪم سان چوٽون ڪاڏائين. ڪڇ جي حاڪم (جو پڻ سمو هو) کيس چور ۽ ڌاڙيل قرار ڏنو ۽ عوام ۾ پڻ اها ڳالهه هلي وئي، پر ڪارائڙي سمي جي دليري ۽ سورهيائي، ڳڻن ۽ ڳالهين کان متاثر ٿي کيس سورهيه ۽ سرهو ڌاڙيل قرار ڏنائون *. آخرڪار ڪڇ جي والي، ڪارائڙي کي دوه سان پنهنجي شاهي محل ۾ آڻائي گهيرو ڪرايو. ان وقت سندس پٽ ساڻس گڏ هو جنهن کي چيائين، 'منهنجو سر وڍي کڻي وڃ، متان دشمن ان جي بيعزتي ڪن'. ان صدمي کان متاثر ٿي سندس پيڻ يا زال ڪارائڙي جي وڍيل سر کي پينگهي ۾ لوڏي نهايت ئي رقت آميز اوسارا چيا، مثلاً:

ڪارايل جي ڪوڏ، مون ننگر سڀ نهاريا
تہ نڪي ڪارايل جهڙو، نڪي ڪارايل لوڏ
پٽ ڪڍي پيءُ جي سِري منجهان گوڏ
پينگهي پائي لوڏ، سِر سمي چام جو.

سندس مرڻ کان پوءِ ويتر ڪارائڙي سمي جون ڳالهيون ڳائجڻ لڳيون، ۽ فصل - ١ هيٺ خليفي صاحب جي چيل ٻن بيتن ۾ پڻ اهوئي مضمون سمايل آهي. فصل - ٢ جو پس منظر هنجهن (پکين) جو مذڪور آهي. پکين ۾ سهڻائي صفائي ۽ ٻين عادتن اطوارن ۾ هنجهن جو مٽ ڪونهي، ۽ سالڪن شاعرن پڻ انسان جي اخلاق کي بلند ڪرڻ خاطر انهيءَ نڪتي کي ورجايو آهي.

**فصل - ١**

[١] ڪارايل = اي ڪارائڙا سما!

---

* ڏسو لوڪ ادب سلسلي جو ڪتاب نمبر ٧-٢: "ڳاهن سان ڳالهيون"، مقدمو، ص ١١، ۽ متن ص ص ١٥٦ - ١٤٨.

**فصل - ٣**

[١] هنياري = هينين جي حب.

[٢] جيءَ ڀانڊاڻ = دلي ناتو. آنهري = ڀڪين جي ويهڻ واري ماڳ تي. سر = تلاءَ.

[٣] وماس = گهٽتي - اوسيئڙو.

[٤] منجهه = اندر اونهي پاڻيءَ ۾. تانگهار = تانگهو پاڻي.

[٨] چار پير = زاهدن جي سلسلي جا چار امام: (١) حضرت علي ڪرم الله وجه (٢) امام حسن عليه السلام (٣) حسن بصره قدس سره ۽ (٤) ڪميل ابن زياد رح. انهن مان چوڏهن خانوادن جو سلسلو هليو.

چوڏهن خانوادا = (١) عبدالواحد بن زيد (٢) حبيب عجمي (٣) فُضيل بن عياض (٤) ابراهيم ادهم (٥) هُبَيْرہ بصري (٦) خواجہ اسحاق (٧) بايزيد بسطامي (٨) معروف ڪرخي (٩) سري سقطي (١٠) جنيد بغدادي (١١) ابو اسحاق گاذروني (١٢) علاءُ الدين طوسي (١٣) ابو نجيب سهروردي (١٤) نجم الدين سهروردي.

زاهد = پرهيز ۽ تقويٰ وارا عابد ٻانها. علماء = علم جا ماهر. ڪشف القبور = جن کي اهل مماتي جي حال جي خبر پئجي سگهي. ڪشف القلوب = جن کي دلين جو راز معلوم ٿي سگهي. قطب = وڏو ولي (ولين ۾ جو قطب جي درجي تي پهتل هجي). اوتاد = چار الله وارا جن تي عالم جو مدار آهي. غوث = وڏو ولي جو سوال سڻي مدد ڪري. مُلا = وٽان. موڙيين = گهٽا - هيڪاندا.

**وائي -١.** لَلا = هنجهن جو هڪ قسم (للو هنجهه سيني ۾ سهڻو). لِها = هڪ ماري پکي جو قسم. ڪانيرن = ڪانئرن - ڪارن ڪنگن.

# سر ڪاموڏ

- مقصد. نوريءَ جي نماڻائي ۽ نهٺائي ڄام تماچي کي موهي وڌو. سمي سلطان جي اڇڻ سان ڪينجهر جي ڪنڌين تي رنگ رونق لڳي وئي، جڏهن ڄام نوريءَ جي پکي ۾ پير پاتا ته "چنيءَ چارئي پاند، ويچاريءَ وڇائيا".
- پس منظر. هن سر جو پس منظر نوري ۽ ڄام تماچي جو مشهور داستان آهي.

[١] لوڙهي = لوڙه، جا ٻهہ وانگر ڪوٽيءَ جي ڀاڙ ۾ سيرجي. لڪ وڪاءَ = لکن ۾ وڪامي. ڪُم = ڪُوٽي (مِنال توڙي ڪَتّال) جي ڏانڊين ۾ ٻج وارو گولو.

گيرب = هٺ - وڏائي. سجبائين = پيش ڪيائين. سوڪڙي = يعني نهنائي ۽ نماڻائي جو تحفو.

[٢] منڇر = پاڙيءَ جي وڏي سهٽي ڇر - ڍنڍ (ڪينجهر).

**وائي- ١**

تنهنجڙي ساءَ = (اي نوري!) تنهنجي سڪ ۽ ساءَ ۾.



# صحت نامو

| صفحو/سٽ | ڇپيل عبارت | صحيح |
|---|---|---|
| ٢٥/[5] | هيءَ نسخو | هيءَ نسخو |
| ٦/[7] | بد از | بعد از |
| ٣/[27] | رحمتون، هردم | رحمتون هردم، |
| ٢۴/[43] | سپوتن | سپوتن |
| ۷/١ | وجهڙي ئـي ٻـَن | وجهڙي ايَ ٻـَن |
| ٥/۴ | سيکون | سـِيڳـُون |
| ٩/٥ | شراب جي | شراب جون |
| ١۴/١٦ | پـِاس | پاسِ |
| ٣/٣٢ | سـَرِي | سـِري |
| ١٨/٣٨ | فقط خ ۾ | خ ۽ ڪ ۾ |
| ٣٩/حاشيه | ......... | * ڪ ۾ ٢ مصرع بعد ۾ وڌيڪ مصرعون:<br>سگهو مونج ميدا، مڏ مٿي سالار<br>رهي آهي روح ۾، پريم تنهنجي پچار |
| ٣/۴٥ | رت ۾ | رڻ ۾ |
| ٦/۴٥ | ِڪاڻر سندي، | ڪاڻر سندي |
| ٦/۴۷ | مـَري | مـُڙي |
| ١٠/٥٠ | مـِن نـّوره | مـِنُ نـُورِيُ |
| ٣/٥٣ | نـِعـْمُ | نـِعـْمَ |
| ۴/٥۷ | اِزا | ايذا |
| ۴/٥٨ | مَ روشـِي | مـَروشـِي |
| ۷/٥٨ | ٻـِرَوُ | ٻـُرَوُ |
| ٢/٦١ | ٻـُتُ | ٻـَتُ |
| ١٥/٦۴ | ڇـِجي | جهـِجي |
| ۴/٦٩ | لـَٿي | لـَٿي |

| | | |
|---|---|---|
| ٦/٦٩ | لڏِ | لڏُ |
| ٧/٦٩ | گڏِ | گڏُ |
| ١٤/٩٠ | بباس | پياس |
| ٤/٩٢ | سبحان | سُبحان ! |
| ١٦/١٠١ | ٿيا | ڏٺيان؟ |
| ٨/١٠٧ | ميخواني | ميخاني |
| ١٧/١١٨ | معذوري ... بيتن ۾ جو | معذور ... بيتن جو |
| ١٦/١٢٠ | دُڪيءَ | دُڪيي |
| ١/١٣٥ | ڪِنار | ڪَنار |
| ١١/١٣٨ | ڪوڙِ | ڪُورِ |
| ١٠/١٤٨ | ڳُنَ | ڳُڻَ |
| ٣/١٥٠ | جيءِ گهٽ ۾ | جي گهٽ ۾ |
| ٧/١٥٢ | عشق جهي | عشق جي |
| ٣/١٦١ | هنّو | هٿيو |
| ١٢/١٦٣ | گهَوري | گهوٗري |
| ١٢/١٦٣ | ٻچ | ٻَچَ |
| ١٠/١٦٦ | بيو | ٻيو |
| ١٤/١٦٦ | ڪَلاچيءَ | ڪلاچيءَ |
| ٩/١٧٣ | سونٺو ن | سونَٺُون؟ |
| ١٦/١٧٣ | جهَروڪن | جهَروڪن |
| ٢/١٧٥ | ماروءَ [ڄام] جا | مارُوئڙن جا |
| ٣/١٧٦ | ماڙي مونجهه | ماڙيءَ منجهه |
| ٥/١٧٦ | ڪيٿ، ڪانئُوَ | ڪيٿ ڪانئُون |
| ١٢/١٧٦ | سومرا! | سومرا. |
| ٨/١٧٨ | ٻڌَ يم | ٻڌُم |
| ٧/١٧٩ | هَيٺانهون | هيٺانهون |
| ٤/١٩٠ | مَهيسيئين | مَهيسيئين |
| ٨/١٩٠ | فيي العَجِيبِ؟ | في العَجِيبُ |
| ١١/٢٠١ | اوتارا | اوتادا |
| ١٩/٢٠٧ | ٿيا مدعي | مُدعي ٿيا |
| ٩/٢١٢ | توڙي نه پهريا ٻي و تي | توڙي نه پڙهيا 'ٻي' و 'تي' |
| ٣/٢٣٢ | مُور | مور |

| | | |
|---|---|---|
| ٤-٣/٢٣٤ | جهجا | جهجها |
| ١٦/٢٣٥ | ذي دسڙا | ذي ڏسڙا |
| ١٣/٢٣٧ | گهر غازين سان | گهر آزين سان |
| ٢٣/٢٣٨ | آندا | آندا |
| ١٢/٢٤٠ | رب! آساڏِي | رب آساڏِي |
| ٢/٢٦١ | ڪانڱا | ڪاڱا |
| ٢٢/٢٧١ | پيٽنارن | پيٽارين |
| ١٧/٢٧٩ | آنا لِلّٰه | اِنّا لِلّٰه |
| ١١/٣٠٤ | ڪير يا متهي | ڏؤنرو |
| ١٥/٣٠٤ | نڪا ٿي | نڪا |
| ٤/٣٠٥ | گهنوريو | گهوريو |
| ١/٣٠٧ | ڊيل | ڊِيلي |
| ٢/٣٠٨ | جهنار | جُهار |



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي چو، چالاءِ ۽ ڪينئن جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)